# سنڌي نثر جي تاريخ

غلام علي الانا



زيب ادبي مرڪز حيدرآباد سنڌ

## مصنف جا ڇپيا ڪتاب

١- چور [افسانا]
٢- لاش [ناول]
٣- سنڌي صورتخطي
٤- منتخب ديوان فاضل
٥- سنڌي صوتيات
٦- ناصر خسرو ايراني
٧- سنڌي ٻولي جو بڻ بنياد
٨- سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري
٩- ١٩٤٧—١٩٧٣ع تائين ڇپيل سنڌي ڪتابن جي ببلوگرافي
١٠- منتخب جديد سنڌي شاعري [انڇپيل]
١١- سنڌي معلم
١٢- لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ
١٣- سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي



قيمت 25/- روپيه

پهريون ڇاپو ١٩٦٦ع
ٻيون ڇاپو [وڌايل ۽ سڌاريل] ١٩٧٧ع

هيءَ ڪتاب 'سنڌ پرنٽنگ پريس'، آڪال پونگا لين، م ڇپيو، ۽ منتظم ''زيب ادبي مرڪز'' حيدرآباد سنڌ مان شايع ڪيو ويو.

# فهرست



## سنڌيءَ جا ڪي مشهور نثرنويس

# ٻئي ڇاپي لاءِ ٻه ٻول

سنڌي نثر جي تاريخ جو پهريون ڇاپو اوهان جي هٿن ۾ آهي. پهريون ڇاپو، مئي ١٩٦٦ع ۾ مارڪيٽ ۾ آيو هو، يعني هي ٻيو ڇاپو ٻارهن سالن کان پوءِ مارڪيٽ ۾ آيو آهي. پهريون ڇاپو هڪ سال اندر ئي ختم ٿي ويو، انهيءَ وچ ۾ ڪجهه اهڙيون ادبي تاريخون پڻ ڇپجي ظاهر ٿيون آهن جن ۾ نثر کي ٻه حصو ڏنو ويو آهي. انهيءَ جي باوجود هن ڪتاب جي پنهنجي خصوصيت آهي. هي ڪتاب شاگرد طبقي لاءِ وڏيڪ ڪارآمد آهي.

هن ڪتاب جي ٻئي ڇاپي ظاهر ڪرڻ لاءِ ادارهٔ "زيب ادبي مرڪز" کي جس ڏيڻ جڳائي، جنهن شاگرد طبقي جون گهرجون محسوس ڪري هيءَ ڪتاب ٻيهر ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. آءٌ انهيءَ لاءِ سندس ٿورائتو آهيان.

هن ڪتاب ۾ ڪجهه سڌارا ۽ واڌارا ڪيا ويا آهن. پهرين ڇاپي ۾ ته ضميمي ۾ ڏنل نالن وارن نثر نگارن مان ڪن جي تصنيفن کي آڏو رکي، انهن جو احوال متن ۾ ڏنو وڃي، پر پوءِ ائين نه ڪري سگهيس. جيتوڻيڪ انهيءَ لاءِ ادارهٔ 'زيب ادبي مرڪز' ڪافي زور پڻ ڀريو هو. بهرحال پنهنجي وس آهر هرڪا ڪوشش ڪري، سنڌي نثر جي انهن خدمتگارن کي شامل ڪيو ويو آهي، جيڪي پنهنجو وارو وڄائي ويا.

مون کي اميد آهي ته هي ڪتاب شاگرد طبقي لاءِ گهڻي قدر مددگار ثابت ٿيندو.

١٥- آگسٽ ١٩٧٧ع

ڊاڪٽر غلام علي الانا

# ٻيءَ ڇاپي جا پيش لفظ

”سنڌي ادب جي تاريخ“ اڃا نامڪمل آهي؛ بلڪ ائين ڪٿي چئجي تہ ”سنڌي ادب جي تاريخ“ تي اڃا تائين تحقيقي ڪم گهٽ ڪونہ ٿيو آهي. هن ڏس ۾ خانبهادر ميمڻ مرحوم ۽ لطف الله بدوي صاحب ابتدائي قدم کنيو آهي، ۽ اڄايلن جي اڄ ڪي پاڻ اٿاريو آهي.

سنڌ جي ادبي تاريخ، انٽر ڪان وٺي ايم.اي. تائين پڙهائي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح اديب، اديب عالم ۽ فاضل توڙي P.C.S. ۽ C.S.S. جي امتحانن لاءِ سنڌي نصاب ۾ ادبي تاريخ جي مطالعي کي لازمي قرار ڏنو ويو آهي. پر سنڌي ادب جي هيستائين لکيل تاريخن جو جڏهن مطالعو ڪجي ٿو تڏهن مايوسي وٺيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ ادب جي تاريخ مان مراد فقط سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ورتي ويئي آهي، ۽ ان ۾ نثر واري حصي کي شامل نہ ڪيو ويو آهي. جيتوڻيڪ خانبهادر ميمڻ صاحب پنهنجي ڪتاب، ”سنڌ جي ادبي تاريخ ياڳي ڀڱي“ ۾ انگريزن جي ابتدائي زماني واري سنڌي نثر، ۽ مرزا قليچ بيگ، ڪوڙيمل ۽ ڪيولرام جي نثر نويسيءَ بابت ذڪر ڪيو آهي، پر ان کي هر حالت ۾ نثر جي تاريخ چئي نٿو سگهجي. مذڪور ڪتاب کان سواءِ هوندئن تہ ڪيترائي مضمون ۽ مقالا توڙي ڪتاب ملن ٿا جن ۾ ڪنهن نہ ڪنهن نثر نويس جو ذڪر ٿيل آهي پر انهن مڙني نثر نويسن جي ادبي خدمتن کي گڏ ڪري، سنڌي ادب جي نثر واري حصي ۾ انهن جي ڪيل خدمتن جي باري ۾ وضاحت سان لکڻ جي ڪنهن بہ صاحب تڪليف ڪانہ ورتي آهي. هيءَ پهريون ئي ڪتاب آهي جنهن ۾ پهريون ڀيرو هيترن ڀارن، يعني ٢٨ مشهور نثر نويسن جي حالات زندگي، ادبي خدمتن ۽ سندن مشهور ڪتابن جو تعارف ڪرايو ويو آهي، ۽ انهن تي

روشني وڌي ويئي آهي. اهوئي سبب آهي جو هن ڪتاب جو
ڳالهو "سنڌي نثر جي تاريخ" رکيو ويو آهي.

هن ڪتاب کي ادبي ميدان ۾ آڻڻ لاءِ جن ڳالهين
مون کي شوق ڏياريو، يا اُهين ڪٿي چنجي ته مون کي سنڌي نثر
تي لکڻ جو شوق ڏڌهن ٿيو جڏهن سيد وقار عظيم جي ڪتاب
"داستان سے افسانے تک" جو مطالعو ڪيم(١). ١٩٥٤ع ۾
ٺٽي جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول کي خيرباد چئي، پنهنجي
عزيز دوست محترم امام بخش ملاڻي (هن وقت جونيئر ليڪچرر
شعبهٔ اسلاميات سنڌ يونيورسٽي) کان موڪلائي، ٺٽي مان روانو
ٿيس، ۽ ١٦- آگسٽ ١٩٥٤ع ۾ سٽي ڪاليج حيدرآباد ۾ ليڪچرر
جي حيثيت ۾ مقرر ٿيس. هوئڻ ته ايم. اي. ۾ پروفيسر
محبوب علي چنه ۽ محترم علي نواز جتوئي جهڙن جفاڪش ۽
محبوب استادن جي رنگ ۾ ڪافي رڱجي چڪو هوس، ويتر
سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سنڌ جي برک عالم ۽ محقق، ڊاڪٽر نبي بخش
خان بلوچ، پنهنجي استادانه رندي سان منهنجي علمي چاڻ کي
سنواري ٺوٺون ڊول ڏنو، پر محترم عبدالرحيم ڏيٺي جهڙي خاموش
۽ خود دار ۽ قابل شخص جي رهبريءَ ۾، سٽي ڪاليج ۾ هن
ڪتاب ۾ ڪم آندل مضمون لکڻ شروع ڪيم. ڪاليج ۾ شاگردن
لاءِ نوٽس ڪڍڻا پوندا هئا. مون کي نثر سان اڳيئي دلچسپي
هئي، پر هاڻ وڌيڪ علمي ڪم ڪرڻ جو چاهه ٿيو. جنوري
١٩٥٨ع ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ مون کي ليڪچرر
جي حيثيت ۾ کنيو ويو. مون کي سنڌي شعبي ۾ عموماً ۽
ادب جي هن حصي ۾ خصوصاً محنت ڪرڻ ۽ ڪم ڪرڻ جو
سونهري وجهه مليو. رجب علي دائود پوٽي، عبدالجبار جوڻيجي،
حميد سنڌي ۽ محترمه ممتاز عباسيءَ جهڙن قابل ۽ محنتي شاگردن
جي موجودگيءَ ڪري، مون کي به سخت محنت ڪرڻي پوندي
هئي، ۽ نوٽس ڪڍڻا پوندا هئا. هر سال جي نئين مطالعي، ذهن

(١) سيد وقار عظيم: ''داستان سے افسانے تک''، اردو مرڪز گنپت روڊ،
لاهور، ١٩٦٠ع.

۽ علم ۾ اضافو آندو، جنهن ڪري پنهنجن ڪڍيل نوٽس ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪرڻا پوندا هئا. هي ئي زمانو (١٩٦٠ع) هو جنهن ۾ وقار عظيم جو مذڪور ڪتاب پڙهڻ جو اتفاق ٿيو. هن ڪتاب جي پڙهڻ کان پوء مون فيصلو ڪيو ته پنهنجن نوٽس کي سنواري سڌاري ڪتابي صورت ۾ ڇپائي ظاهر ڪريان.

هن ڪتاب جي ڇپائڻ جو ٻيو سبب هو: سنڌي ادبي بورڊ جي ٽماهي رسالي مهراڻ جو 'سوانح حيات نمبر'. مذڪور نمبر ۾، سنڌ جي ملوڪن سان گڏ، ڪن اهڙن ماڻهن کي به نمائندگي ڏني ويئي آهي جن سان ڪي ته ادبي، سياسي، سماجي، توڙي ٻين ميدانن ۾ ياد ڪين هئا. سنڌ جا ٻيا اديب ته ٺهيو پر مذڪور نمبر ۾ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جهڙيءَ هستيءَ کي به نمائندگي نه ڏيڻ (١) جو سبب رسالي جا منتظمين ئي بهتر ڄاڻندا هوندا. نه فقط ايترو پر ڪنهن به سنڌي هندو اديب، عالم، سماجي ڪارڪن، سنت ۽ مهاپرش جي سوانح به شامل نه ڪئي ويئي آهي، تنهن جو ڪارڻ به بورڊ وارن کي ئي معلوم هوندو. مون کي رشي ڏيارام گدو مل، ساڌو نولراء، ساڌو واسواڻي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جهڙن تعليمي ماهرن، سماجي ڪارڪنن، اديبن ۽ عالمن توڙي ڇيتمل پرسرام گلراجاڻي جهڙن مهاپرشن جهڙا هندو سنڌ ۾ ٿورا سڄهن. منهنجيءَ دل ۾ انهن لاء عزت، احترام ۽ پيار آهي. مون سواء ڪنهن مذهبي، نظرياتي يا سياسي ڀيد ڀاوَ جي، سنڌ جي برک هندو ۽ مسلم نثر نويسن جو احوال گڏ ڪري، هن ڪتاب جو مسودو تيار ڪيو.

تنهن وچ ۾ مون کي منهنجي مرشد مهربان سيدنا و مولانا شاهه ڪريم الحسيني آغا خان چوٿين پنهنجيءَ ڪرم بخشش سان اعلیٰ تعليم واسطي برطانيه روانو ڪيو. پنهنجي مرشد ۽ امام جي دعائن، ۽ رب پاڪ جي نوازش سان، لنڊن يونيورسٽيءَ مان، لسانيات ۾ ايم.اي. جي ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوء، آگسٽ

(١) ڏسو ٽماهي ”مهراڻ“ جو سوانح حيات نمبر، حيدرآباد، ١٩٥٧ع

١٩٦٣ع ۾ وطن وري، پهرين ڀيرين پنهنجن ايم.اي. (فائنل) ۽ بي.اي. جي شاگردن لاءِ ”سنڌي صورتخطي“ ۽ ”منتخب ديوان فاضل“ ڪتاب لکي ڇپايم، ۽ پوءِ ”سنڌيءَ جو صوتياتي نظام“ ڪتاب لکي پورو ڪيم. جو عنقريب پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچي ويندو. ان کان پوءِ هن ڪتاب ۾ هٿ ڳنڊيم. رڪيل مسودي ۾ نئين سر سڌارا ۽ واڌارا ڪري، محترم محمد ابراهيم جويي، ۽ پنهنجي دوست ۽ سنڌ جي برک اديب محترم شمشيرالحيدريءَ کي نظر مان ڪڍڻ لاءِ ڏنم. شمشير ته پنهنجي هميشه جي هير موجب نه فقط ڪتي ڪتي درستيون ڪري ڏنيون، پر سڄو ڪتاب ايڊٽ به ڪري ڏنو.

هن ڪتاب جي اهميت، پڙهندڙ پاڻ محسوس ڪري سگهن ٿا. هيءُ پهريون ئي ڪتاب آهي جنهن ۾ سنڌيءَ جي قابل ۽ مشهور نثر نويسن جي زندگيءَ جي احوال سان گڏ سندن ادبي خدمتن کي گڏ ڪري، انهن تي روشني وڌي ويئي آهي. شروع ۾ جامع مقدمو ڏنو ويو آهي، جو پنهنجي سر نثر واري حصي ۾ هڪ قيمتي اضافو آهي؛ ڇاڪاڻ ته هن مقدمي ۾ نه صرف نثر جي ابتدا ۽ ارتقا تي روشني وڌي ويئي آهي، پر زماني ۽ ماحول توڙي سياسي ۽ سماجي اثرن جي ڪري، سنڌي نثر ۾ جيڪي اهم ۽ مکيه تبديليون آيون آهن، تن جو وضاحتي بيان ۽ تبصرو به ڪيو ويو آهي. سنڌي نثر جي موضوعن، خوبين، سرچشمن، ادبي ادارن، توڙي سنڌي نثر جي قسمن، صنفن، عبارتن، تي ڪيل بحث هن ڏس ۾ هڪ نئون ۽ بي‌بها اضافو آهي. مسجع ۽ مقفيٰ نثر جي وصف تي چندچاڻ کان سواءِ، ادب جي نون قدرن ۽ نون اصولن جي روشنيءَ ۾ سنڌي نثر جي ارتقا جو جائزو ورتو ويو آهي، ۽ نثر جي موضوعن ۽ خوبين تي طويل بحث ڪيو ويو آهي. اجا به بهتر ٿئي ها جو جيڪر سنڌي نثر جي صنفن ـــ ناول، ڊراما، افسانا ۽ مضمون ـــ جو مطالعو به درج ڪجي ها، پر انهن صنفن جي مطالعي بابت هڪ

ڌار ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي. اميد ته ڪو صاحب سنڌي ادب جي نثر واري حصي جو اهو خال به پري ڇڏيندو.

هن ڪتاب ۾ صرف انهن نثر نويسن جو تعارف ڪرايو ويو آهي جيڪي پنهنجو وارو وڄائي ويا. انهن مان پنهنجيءَ پسند جي ٢٨ نثر نويسن جي ادبي خدمتن جو جائزو پيش ڪيو اٿم؛ باقي حن جي ادبي خدمتن تي لکڻ جي منشا هئم، انهن جا نالا، سندن تصنيفن سميت ضميمي ۾ ڏنا اٿم. آءٌ ڪو برک نثر نويس يا نقاد نه آهيان. هيءَ محنت منهنجي سڪ جو ثمر آهي، جا پنهنجن پيارن شاگردن جي محبت جي ڪري، ۽ ڪين ڪاميابيءَ سان آڪري پار پوڻ لاءِ، مدد ۽ وسيلي طور ڪم آڻڻ لاءِ ڪئي ويئي آهي. مون کي اميد آهي ته سنڌي ادب جا سڄڻ هن محنت جو قدر ڪندا. اميد ته هي ڪتاب شاگردن، اديبن، عالمن، صحافين توڙي استادن وٽ پسند پوندو.

هن ڪتاب جي مسودي تيار ڪرڻ، ۽ ان ۾ درستيون ڪرڻ ۾، منهنجي دوست ۽ سنڌ جي مايه‌ناز نوجوان اديب، محترم شمشيرالحيدريءَ جو وڏو هٿ آهي. آءٌ سندس گهڻو شڪرگذار آهيان.

مون کي خوشي تڏهن ٿيندي جڏهن ڪو صاحب سنڌي نثر جي صنفن جو مڪمل مطالعو، ڪتابي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪندو. سنڌي نثر جي هيءَ 'پهرين ۽ ابتدائي تاريخ' آهي. ان ۾ ڪيتريون ئي اوڻايون رهجي ويون هونديون. اگر سندس سڄڻ مون کي انهن اوڻاين کان واقف ڪندو ته آءٌ سندس شڪرگذار رهندس.

سنڌي زبان جو فدائي
خواجه غلام علي الانا
اسسٽنٽ ڊائريڪٽر
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي سنڌيونيورسٽي

حيدرآباد سنڌ
مئي، ١٩٦٦ع

# سنڌي نثر جي اوسر

زبان انسان ذات لاءِ اهڙو اوزار آهي، جو هو پنهنجي سڀني سرگرمين ۾ استعمال ڪري ٿو. جيئن ڪنهن هنر يا فن لاءِ عالمن ڪي خاص اصول ۽ قانون بنايا آهن، تيئن زبان جي استعمال جا به آداب ۽ قانون آهن. هر انسان جي زبان ٻن صورتن ۾ استعمال ٿي سگهي ٿي، هڪ نثر ۽ ٻيو نظم. ٻنهي جي ذريعي انسان پنهنجي جبلتن کي ظاهر ڪري ٿو.

(الف) نثر جي وصف.

جڏهن دل جي اُمنگن جو اثر ٻين تائين پهچي ته ادب جي اُن حصي کي ''نظم'' چئبو؛ پر جڏهن دماغ جي خيالات جو اثر ٻين تائين پهچي، ته اُهڙي اثر کي ''نثر'' چئبو. جيئن ته خيالن جي قوّت دائما ڪم ڪندي ٿي رهي، تنهنڪري هرهڪ زبان جو وڏو حصو نثر جو ئي لازمي آهي. انهيءَ جو سبب هيءُ به آهي ته ''شاعر'' پنهنجي جذبي کي هڪ مصرع ۾ به بيان ڪري سگهي ٿو، پر ''ناثر'' کي هڪ خيال ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪيترائي صفحا لکڻا پون ٿا؛ تنهنڪري ادب جو گهڻو حصو هميشه نثر جو هئڻ گهرجي. مٿين سببن جي ڪري چئي سگهبو ته ڪنهن به زبان جو نهڻ يا ڍهڻ، گهڻي ڀاڱي نثر جي پاڪيزگيءَ تي منحصر آهي. جيڪڏهن ڪنهن قوم جو تخيل پاڪ نه آهي ته پوءِ اهڙيءَ قوم کي ڪابه وصف بلند ڪري نه سگهندي، ڇاڪاڻ ته خيالن جي ظاهر ڪرڻ جو وسيلو نثر ئي آهي.

(ب) سنڌي نثر جي ابتدا.

اها حقيقت اڃا تحقيق طلب آهي ته سنڌي زبان ۾ نثرنويسيءَ جي ابتدا ڪڏهن ٿي، ۽ ڪنهن ڪئي؟ غالباً سنڌي نثر جي ابتدا سومرن جي دور (١٠٥١ع) کان اڳ ٿي چڪي هئي. انهيءَ ڏس ۾ ڪي

تاريخي ثبوت به ملن ٿا، جن مان معلوم ٿو ٿئي ته ۲۷۰ھ (۸۸۳ع) ۾، سنڌ جي هڪ راجا، عبدالله بن عمر هباريءَ واليءِ منصوره، ڏانهن لکي موڪليو ته اسلام جي عقيدن ۽ تعليم تي سنڌي زبان ۾، ڏانهنس ڪتاب لکرائي موڪلي. عبدالله اهو ڪم هڪ عراقي عالم جي سپرد ڪيو، جيڪو اصل ۾ عراق جو باشندو هو، جنهن جي پرورش منصوره ۾ ٿي هئي. آن ڪي سنڌي زبان خواه ٻين مقامي زبانن ۾ ڪمال حاصل هو. زبان جو شاعر ۽ نثر نويس هو (۱). انهيءَ عالم، عبدالله جي فرمائش هو سنڌي تي، هندو راجا لاءِ، اسلامي عقيدن تي هڪ ڪتاب سنڌي نظم ۾ تصنيف ڪيو. راجا اهو ڪتاب پڙهي نه فقط اسلام کان متاثر ٿيو، پر خود مصنف جي علمي مرتبي جو به مٿس ايترو ته اثر ٿيو، جو هن عبدالله ڏانهن لکي موڪليو ته انهيءَ مصنف کي سندس دربار ۾ موڪليو وڃي (۲). ساڳئي صاحب راجا جي فرمائش تي قرآن پاڪ جو به سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جنهن کي راجا روزانو پڙهندو هو. هڪ دفعي سوره ياسين جي هڪ آيت جو جڏهن هن کي ترجمو پڙهايو ويو، تڏهن هو تخت تان يڪدم هيٺ لهي آيو، ۽ پيو دفعو ترجمو پڙهي، ٻه - ٽي قدم اڳتي وڌي، زمين تي سجدي ۾ ڪري پيو. سجدي جي دوران ايترو ته رنو جو سندس ڳل ۽ آلي مٽيءَ سان پرجي پيا. گهڻيءَ دير کان پوءِ جڏهن سجدي مان اٿيو، تڏهن بلند آواز ۾، بي اختيار سندس زبان مان نڪتو: ”بيشڪ اهو ئي رب معبود آهي، جيڪو ازلي ۽ ابدي آهي(۳)“. هن مان ظاهر آهي ته سنڌي زبان ۾ نثر خواه نظم ۾، ڪتابن لکڻ جو رواج گهڻو اڳاٽو آهي. ليڪن اها خبر پئجي نه سگهي آهي ته آن وقت جي نثر جو نمونو ڪهڙو هو، يا سنڌي زبان جي عبارت ڪهڙي هئي؟ البت ايترو ثبوت ملي ٿو ته سنڌي زبان ايتريقدر ته مقبول هئي، جو خود

(۱) سيد حسام الدين شاهه راشدي: مقالو ”منصوره جي تاريخ جو هڪ باب“، ٽماهي مهراڻ، نمبر ۱، جلد ۱۰، حيدرآباد، ۱۹۶۰ع.

(۲) ايضاً، ۽ پڻ ڏسو: گنگا رام سمرات: مقالو ”سنڌ جا قديم شاعر ۽ عالم“، نئين زندگي، جنوري ۱۹۵۸ع، ص ۱۲.

(۳) حوالو ۱

پاھريان ساڻھو بہ سنڌي زبان چاڻن تہ فقط ضروري سمجھندا ھئا، پر آن ۾ ايترو تہ ڪمال حاصل ڪري چڪا ھئا، جو بنا ڪنھن تڪليف جي، نثر خواھ نظم لکي ويندا ھئا.

عربن جي آمد وقت چچ نامي ۾ بيان ڪيل راجا ڏاھر جا خط ثابت ڪن ٿا تہ سنڌ ۾ نثر لکڻ جو رواج ھو. اھڙيءَ طرح اگر ڪوشش ڪجي تہ سومرن جي دور ۾ بہ ڪو نثر نويس ضرور ملي ويندو، ڇاڪاڻ تہ سومرن جو دور جنھن ۾ ”ليلا“ جھڙيون ماھ وش سورتون سنڌ ۾ سجھنديون ھيون، جنھن دور ۾ نہ فقط زالون حسن ڪان مشھور ھيون، پر ”چنيسر“ جھڙن حاڪمن جي حسن ۽ بھادريءَ جي ھاڪ، ڏيھ ڏانئين ڦھليل ھئي، جن تي ”ڪونروءَ“ جھڙيون ڪيتريون شھزاديون ڪن چڪن ٿي، پنھنجو ھرڪ ھاري ويٺيون ھيون. ھن دور ۾ نہ فقط عقل ۽ دماغ جي ڪري ”موسل“ ملڪن ۾ مشھور ھئي، پر ديس تان صدقي ٿيڻ لاءِ عزت، آبرو ۽ سر جي آڇ ڪرڻ نہ فقط مردن جو سرڪ ھو، پر انھيءَ جي ”مونا وانا“ وانگر، دودي جي ڀيڻ ”ٻاگھل“ بہ، سنڌ تان پنھنجو پاڻ ڪي قربان ڪرڻ لاءِ تيار ھئي. اھڙي دور ۾ جيئن نظم ملي ٿو (١)، تيئن نثر بہ ضرور ھوندو؛ يا نثر ۾ اسلامي تعليم ۽ عقيدن بي لکيل، ڪي چيزون ضرور ھونديون، جن جي تحقيق ۽ ڳولا ڪرڻ ضروري آھ. ھن ڏس ۾ سومرن جي دور وارن ديني مبلغن ۽ مذھبي پرچارين جون سنڌي ٻوليءَ ۾ جوڙيل دعائون ۽ ڪن بزرگن جون چوٽيون ھن ... آھن.

ھن سلسلي ۾ اسماعيلي داعين جو جيئن شعري ادب ھٿ ... آھي، تيئن اسماعيلي جماعت وٽ پيڙھي پيڙھي اھڙو نثري مواد ... موجود رھند و آيو آھي، جيڪو صدين تائين سيني بسيني ھڪ بزرگ ... ٻئي بزرگ کي ملندو رھيو. انھيءَ مواد کي سيني ۾ آسانيءَ سان ... لاءِ آن کي مقفيٰ نثر جي صورت ڏني ويئي ھئي؛ بلڪل ائين جيئن ڳجھارتون پڇيندڙ سگھڙ لفظن جون لڙھين جون لڙھيون الف-ب وار ياد ڪندا آھن، ۽ جنھن وقت ڦورو ڦولھڻ ويھندا آھن، تنھن وقت اھي ...

---

(١) غلام علي الانا: مقالو ”سومرن جي دور جي سنڌي شاعري“ ... مھراڻ، جلد ٩، نمبر ٢، حيدرآباد ١٩٦٠ع، ص ١٤٨.

ٻئي ڀنيان الف ــ ب وار چوندا ويندا آهن، جئن ته دريا جو بند ٽٽي پيو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظن يا فقرن جي ياد ڪرڻ جو اهو طريقو بلڪل قديم ٿو نظر اچي.

اسماعيلي بزرگن به نون اسماعيلي مسلمن کي ديني ادب يا دعائون ياد ڪرڻ لاءِ اهوئي پراڻو طريقو ورتو. ۽ ڪين مقامي ٻوليءَ ۾، ۽ مقفيٰ نثر ۾ دعائون جوڙي ڏنائون ته جيئن عمر رسيده ماڻهو به آهي آسانيءَ سان ياد ڪري سگهن. انهن دعائن مان ڪي نمونې طور هت ڏجن ٿيون:

( i ) يا شاه! حق تون، پاڪ تون، دانا تون، بينا تون، اول تون آخر تون، ظاهر تون باطن تون، پيدا تون پنها تون ...... الخ.

( ii ) يا شاه! آتر پورب دکشڻ پشچم، چار ڏسيون چار اوڏسيون، چار کاڻيون، چار واڻيون، چار ڪتاب چار ڪلمہ، چار جڳ چار ويد ...... الخ.

اهي دعائون مقفيٰ ۽ آسان نثر ۾ آهن.

اهڙيءَ طرح سومرن جي دور ۾ نثر ۾ هڪ اهڙو ڀاڪو به هت آيو آهي جنهن نثر جي تاريخ ۾ نئون باب کوليو آهي. اهو ڀاڪو آهي:

”يا شيخ لوقا، دين دنيا جا ڏونڪا“

هي ڀاڪو سيد جميعل شاه ڏاتار گرناري (وفات ۱۲۴۴=۵۹۲هه) جنهن جي درگاهه پير پٺي بزرگ جي درگاهه جي سامهون، اولهه طرف آهي، آن جي فرزند سيد شهاب‌الدين بلقب شاه لوقو ڏانهن منسوب آهي (۱). هيءُ ڀاڪو سنڌي نثر ۾ خاص اهميت وارو آهي ۽ سومرن جي دور جو ٽيڪيو وڃي ٿو.

اهڙيءَ طرح پير پٺي بزرگ ڏانهن منسوب هڪ چوٽي پڻ آهي. هيءَ چوٽي به نثر جي سلسلي ۾ ابتدائي اهڃاڻ ۽ سومرن جي دور جي هٿ بيبها سوکڙي آهي. اها چوٽي آهي:-

پيلا پير پٺا، هڪ مٺا هڪ ٽٺا

(۱) ڏسو: جميعل شاه ڏاتار گرناريءَ جي سوانح عمري، فارسيءَ ۾ قلمي ملڪيت سجاده نشين درگاه جميعل شاه ڏاتار گرناري.

هيءَ چوڻي شعر جي مصرع نه پر مسجع نثر جو هڪ جملو آهي.
سومرن جي دور وارين ڳاهن، دوهن، ۽ سورٺن جو جڏهن جائزو
ونجي ٿو تڏهن معلوم ٿو ٿئي ته انهن ۾ به ڪيترائي اهڙا ”چرڻ“
آهن، جن جي نحوي سٽاءَ نثري جملن ۽ فقرن جي نحوي سٽاءَ جهڙي
آهي. اها سٽاءَ نثر جو نمونو آهي. نحوي سٽاءَ جي لحاظ سان آهي نثري
جملا هي آهن:

پين سيني ڏنيون، ڏني نه ڏونگر راءِ،
اڻ ڏنين آڏو ٿئي، ڏنيون ڏئي ڪياءِ،
لوڙهيون لڪ مٿاءِ، تنهن مٿيري موٽائيون.

هن ڳاهه جي مصرعن جي هيٺين چرڻن کي نثري جملا چئي
سگهجي ٿو:

(i) پين سيني ڏنيون
(ii) تنهن مٿيري موٽائيون

اهڙيءَ طرح هن ڳالهه ۾ ڏسو:

اڙ آڏي هٿي ابڙي، نو چليون ڏهه لک،
گهوڙي ڪنڌ نه ڦيريو، ماري او خلق.

هن دوهي ۾ ”گهوڙي ڪنڌ نه ڦيريو“ چرڻ، نحوي اصولن موجب هڪ
نثري جملو آهي. ساڳيءَ طرح ”نو چليون ۽ ڏهه لک“ نثري فقرو آهي.
سمن ۽ ارغونن جي دور واريءَ شاعريءَ ۾ به ڪيترائي پهاڪا
۽ چوڻيون ملن ٿيون، جي نثر جي تاريخ واري باب ۾ مثال طور پيش
ڪري سگهجن ٿيون. پير حسام الدين شاهه راشدي، پير مراد شاهه جي
واتان اُچاريل هڪ سٽ ڏني آهي، جا پير صاحب جي راءِ موجب نثري
جملو آهي، جيڪو پير مراد شاهه، سندس ڏهٽي، سيد علي (ثاني) شيرازيءَ
جي ولادت جو ٻڌي بي اختيار ٿي اچاريو هو(١). آهو جملو هي آهي:

او ياءُ! رب ڏيئي وڏي چمارُ

هن ڪتاب ۾ فتح باغ ۽ جوڻ شهرن جي جاهه و جمال جي

---

(١) ”مڪلي نامه“، تصحيح و حواشي پير حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي
بورڊ، ١٩٦٧ع، ص ٦٩.

شاهدي ڏيندڙ هڪ چوڻيءَ تي بحث ڪرڻ به نهايت ضروري آهي. اهي
ٺٽي قديم شهر مرزا شاهه‌حسن ارغون جي دور ۾ پنهنجي شان شوڪت ۽
دلربائي جي ڪري ايترقدر ته مشهور هئا جو شهنشاهه همايون جلاوطنيءَ
واري زماني ۾ عمرڪوٽ مان اچي، جوڻ شهر جي ”آئينه باغ“ ۾ رهيو،
۽ اڪبر کي به گهرائي پاڻ وٽ آڻي رهايائين. نه فقط ايترو پر سندس
خواهش هئي ته سنڌ جو هي شاداب خطو هٿ ڪري، اتي ئي حياتيءَ
جا باقي ڏينهن گذاري. بهرحال فتح باغ ۽ جوڻ جا شهر شاداب ۽ آباد
هئا. انهن جي شادابيءَ جي ثابتي هيٺ ڏنل چوڻيءَ مان ملي ٿي، جا
اُن دور (ارغون دور ١٥٢١ع—١٥٥٥ع) جي نثر جو هڪ لاثاني مثال
آهي. اها چوڻي آهي:

نرت نوراني، نار نصرپور، ڦل فتح باغ،
هاي ڏسو جوڻ، جتي ڪپهه جو واپار.

هن دور ۾ ”قاضي قاضن“ جون ڪي فتوائون سنڌي نثر ۾ به
هونديون، جن جي تلاش جي ضرورت آهي.

سمن جي آخري زماني، ۽ ارغونن جي ابتدائي دور ۾، شاهه ڪريم
جي ملفوظات مان، انهيءَ زماني جي سنڌي نثر جا ثبوت ملن ٿا؛ پر جيئن
ته سنڌي زبان لاءِ ڪا مقرر صورتخطي ڪانه هئي، تنهن ڪري ”شاهه
ڪريم جا خطبا“ فارسيءَ ۾ (سندس ڪلام سان گڏ) لکيا ويا هئا، جي
مرزا قليچ بيگ ”رسالهٔ ڪريميءَ“ ۾ ڏنا آهن(١). جنهن جا ڪي مثال
هيٺ ڏجن ٿا:

١. هر ڪو پساهه هڪڙو قاصد آهي، جو گويا رب تائين نياپو
ٿو رساني، تنهن ڪري جي ڪنهن پساهه يا نفس فوت ڪيو، تنهن چڻ
ته خدا جو هڪڙو پيغام وڃايو. انهيءَ ڪري چوڻي آهي ته فوت‌الانفاس
قتل‌الانبيا، جنهن نفس فوت ڪيو تنهن ڄڻ ته نبين کي قتل ڪيو.
روح جي پڇا ٿيندي، عمر جو حساب دم تي آهي، ڏسو متان ڪو
دم ضايع ٿي وڃي.

(١) مرزا قليچ بيگ: ”رسالهٔ ڪريمي“، قيصريه پريس، حيدرآباد ١٩١٤ع،
ص ٣٢.

٢. طالب کي گهرجي تہ ڪماند وانگي هجي، جنهن جو ٻچڙ ڪم نہ ايندو آهي. تيئن اسانجي ننڍي وهي ۽ پيري ڪم جي ناهي. وچيون ڀاڱو ڪم جو آهي، يعني تہ جوانيءَ جو وقت توبهہ ۽ عبادت جي لاءِ آهي. طالب کي بہ انهيءَ وقت ۾ اها لذت حاصل ڪرڻ گهرجي.

٣. نياز ڪنڌڙ ،اٺهو، ميويدار وڻ وانگي آهي، جو ميوو بہ ڏئي ۽ چانوَ بہ ڪري، ۽ مغرور ۽ متڪبر ماڻهو، ڪجيءَ وانگي آهي، جا سيني وڻن مان قد ۾ ڊگهي آهي، مگر جهڙو قد اٿس، اوترو نڪو ميوو ڏئي، نڪا چانوَ ڪري.

هن دور جو سڀ کان وڏو نثر نويس، مخدوم جعفر بوبڪائي (وفات ٩٩٨هہ/١٥٨٩ع) هو، جنهن طلاق جي مسئلن تي عربيءَ ۾ ”حل العقود في طلاق السنود“، يعني ”طلاق جي واسطي جيڪي مسئلا آهن، تن کي حل ڪرڻ جا مسئلا“، نالي ڪتاب لکيو. هن ڪتاب ۾ ڪي سنڌي جملا بہ ڏنل آهن. مخدوم صاحب کان پوءِ، ڏيڍ سو سالن جي عرصي ۾، ممڪن آهي تہ ادب جي هن حصي ۾ ڪن سهڻن سندرو پڌو هجي، پر هيل تائين ڪوبہ اهڙو ثبوت ملي نہ سگهيو آهي، جنهن کي دليل طور پيش ڪري سگهجي. شايد ڪن بزرگن جي ملفوظات مان مان اهڙو مواد ملي سگهي.

هن دور جي هڪ قديم ناگري رسم الخط ۾ لکيل قلمي نسخي مان سنڌي نثر جا مثال مليا آهن. اهي مثال نئين زندگي رسالي جي جنوري ١٩٧١ع واري پرچي ۾ هڪ مضمون ۾ ٢٣ صفحي تي ڏسي سگهجن ٿا. اهو مضمون محترم سراج الحق ميمڻ جو لکيل آهي. سراج صاحب برٽش ميوزيم ۾ پروٿو ناگري ۽ ناگري رسم الخطن ۾ رکيل سنڌي ٻوليءَ جا قلمي نسخا ڏٺا، پڙهيا ۽ انهن جون مائڪرو فلمون ٺهرايون. انهن نسخن مان هڪ ۾ سنبت ١٧١٠ (١٦٥٠ع) ۾ لکيل هڪ ڪاپاڙو ڏنل آهي. هي ڪاپاڙو لطيف سائينءَ جي وفات کان هڪ سئو سال اڳ جو لکيل آهي. مذڪور ڪاپاڙو نئين زندگي رسالي مان نقل ڪري ڏجي ٿو(١):

(١) هن مثال لاءِ آءٌ محترم سراج الحق ميمڻ جو شڪرگذار آهيان.

”سنبت ۱۷۱۰: ورک ناريءَ (نهاريءَ) چنڊ، گروار (خميس) ڏهاڙي اکر ڪيا: ننگر ساموئيءَ پيتري ڏنک نامي لهاڻي سورجيءَ پرڻياڻيءَ لهڻا: اڌارڻک نامي ڀاڻيي راسل تورسياڻيءَ ڪني روپيا ۱۰۰ انگين اکرين سو ايڪوترا: پورا: ڪرا: آڪڙا: حال چڪي (سڪي) جا: شاهجاڻي: وهاج (وياج) سان: ڦهاج ماس پريت (در مهيني) ايڪ ايڪوترا ورتي ڏيندو: ڏيندي هر هج (هجت) ڪانه ڪندو: ناري ني (ڏسي ڪري = نهاري) ڪاڀاڙو لکيو: ديس پرديس سهي (صحيح) جڏهن سورجي پرڻياڻي گهرندو تڏهن راسل تورسياڻي ڀري جباب (جواب) ڪندو: آجر (عذر) ۽ مالو دير) نہ ڪندو: پيرو ما سڌ هي ڪاڀاڙو انگي آڌارو نيائين:

سهي (صحيح): پيو آجر (عذر) ڪونہ ڪندو: مت راسل تورسياڻي جما (جمع) ٿيا. اکر سهي: رهئين ايڪوتر سو: وهاج (وياج) پڻ ايڪوتر“.

ڪاڀاڙي جو اهو نمونو اڄ بہ خواجن، واڻين ۽ ميمڻن وٽ رائج آهي.

ارغونن کان پوءِ ڪلهوڙن جي دور ۾ آخوند عزيزالله (۱۷۴۹ع) جو نالو ملي ٿو. آخوند عزيزالله قرآن شريف جو سنڌي نثر ۾ ترجمو ڪيو (۱). سندس عبارت جا ڪي مثال ڏجن ٿا:

> ”اي مومنا همراهي وٺو مجهه مشڪلين سان صبر ۽ نماز. تحقيق خدا سان صبر ڪندڙ آهي، ۽ م چو واسطي تن جي، جي ڪسن ٿا منجهه وات خدا جي، اوہ مئل نہ آهين: بلڪ اهي جيئرا آهين پر نٿا ڄاڻو آهين. ۽ آزمايون ٿا آن ڪي سان ٿولن ڪنان خوف ۽ ڏکن بکن.“

حقيقت ۾ هيءَ عبارت سنڌي نحو موجب نہ آهي، پر قرآن پاڪ جو هوبهو ترجمو، ۽ عربي نحو جو هڪ مثال آهي. بهرحال هت بحث سنڌي نثر تي آهي، تنهن ڪري هن ڪي سنڌي نثر جو هڪ نمونو چئي سگهجي ٿو.

---

(۱) محمد صديق ميمڻ: ”سنڌ جي ادبي تاريخ ڀاڱو پهريون“، حيدرآباد ۱۹۵۳ع، ص ۲۰۶.

هن دور ۾ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ (وفات ١٧٧٨ع) جا به سنڌي نثر ۾ گفتا حاصل ٿيا آهن، جن مان خبر پوي ٿي ته انگريزي دور کان هڪ سو ورهيه اڳ، بزرگن جا نثري مقولا قلمبند ڪيا ويندا هئا. هيٺ گرهوڙي صاحب جا ڪي قول ڏجن ٿا، جيڪي سنڌي نثر جي آڳاٽي نشاني آهن(١):

١- ٽڪ ڏنگڙي هلي، ڪڙا ٻاشي جهلي.

٢- راڻي راو سان رچي، ابو ڀائن رُي اچي.

٣- ڪافر ڪفر کان آڪار، ڪارو ڪڏهه ڏوئي آجار.

٤- ملون بهشت ڏي هلاءِ، چتون ٻاڙهي ڀرو جاءِ.

٥- ملون ڪيئن بهشت ۾ اچي، ڪُوئي سير سون سين نچي.

٦- ٻه ڀياچون پرچاءِ، ٽلهو سهرلو گهڙاءِ، وڏو ڪوهڙو ڪٽاءِ.

٧- رزق ڪنهن ڀر اچي، جيئن مينهڙو وسي.

ٽالپر حڪمرانن جي زماني ۾ به، نثر نويسن ڪي شهپارا ڇڏيا هوندا، جن ڪي ڳولي هٿ ڪرڻ کپي. هن سلسلي ۾ برٽن پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ ڪجهه روشني وڌي آهي. هن صاحب نثر جي جن ڪتابن جا نالا ڏنا آهن، آهي هي آهن(٢):- سيف‌الملوڪ، حڪايات‌الصالحين ۽ سؤ مسئلا.

هن دور ۾ 'خليفي محمود نظاماڻي' جو به نالو اچي ٿو. خليفي صاحب جي تصنيف 'مجمع‌الفيوضات' ۾، سنڌي نثر جو هيٺيون جملو ملي ٿو:

"ڏڌو ڪجي، ڏيکر ڪجي، هو نه پڄي ته ٻاڻ اٽي پڄجي"(٣).

ڏيهي حاڪمن جي حڪومت ختم ٿيڻ کان پوءِ، سنڌ پنهنجي آزادي وڃائي ويٺي، ليڪن علمي ۽ ادبي خيال کان انگريزن جو دور سنڌي

---

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: مقالو "قديم سنڌي نثر"، ماهوار سنڌو، آڪٽوبر، ١٩٣٤ع، ص ٢٩٩.

(2) Burton, R.F; "Sindh and Races that inhabit the Valley of River Indus", 1851, P.89.

(٣) مخدوم محمد زمان طالب‌المولیٰ: "ڪافي"، بزم طالب‌المولیٰ، هالا، ١٩٦٢ع، ص ١٥.

نثر لاءِ سونهري دور هو. هن دور ۾ سنڌي علم ادب کي فرش تان عرش تائين پهچايو ويو. هن نيڪ ڪم ۾ نه صرف ڌيهي ماڻهن خاص حصو ورتو پر حڪمران طبقي جيڪا دلچسپي ورتي ۽ سرجوشي ڪئي، سا وسارڻ جوڳي نه آهي. هن پوري دور جي ڇنڊ ڇاڻ لاءِ، ان کي ننڍن ننڍن دورن ۾ ورهايو ويو آهي:

## (١) ننڍيرام دور

سنڌ جي فتح کان اٺ ورهيه پوءِ، 'سر بارٽل فريئر' جي ڪوشش سان ۽ 'مسٽر ايلس' جي رهبريءَ هيٺ، مخدوم ابوالحسن واريءَ سنڌيءَ کي سنواري سڌاري، سنڌيءَ ٻوليءَ لاءِ خاص صورتخطي مقرر ڪئي ويئي. ان وقت جو سنڌي ادب گهڻو ڪري مذهبي هو، جو ملڪ جي وڌندڙ علمي ۽ ادبي ضرورتن کي سُنهن ڏيئي نٿي سگهيو. يورپي عملدارن، انهن ڳالهين کي سمجهي، سنڌي زبان ۾ نظم ۽ نثر جا ڪتاب تيار ڪرائڻ شروع ڪيا.

هن ڪم ۾ 'مسٽر ٽرومپ' نمايان بهرو ورتو. هن شاهه لطيف جو رسالو، گورنمينٽ آف انڊيا جي خرچ سان، جرمنيءَ جي ليپزگ شهر مان ڇپائي، سنڌ ۾ آندو. انهيءَ کانسواءِ، سنڌي زبان جو گرامر به ٺاهيائين. ساڳيءَ طرح ڪئپٽن اسٽئڪ به سنڌي گرامر جوڙيو، جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ 'راءِ ڏياچ ۽ سورٺ' جي ڳالهه ديونا گري صورتخطيءَ ۾ شامل ڪئي اٿس. حاصل مطلب ته هن نئين دور جي شروعات نثر سان ٿي. انگريز سرڪار سنڌي ادب جي کوٽ کي محسوس ڪندي انگريزي، پارسي ۽ عربي ڪتابن جا ترجما ڪرائڻ شروع ڪيا، ۽ مصنفن، مؤلفن ۽ مترجمن لاءِ انعام مقرر ڪيا. گويا، 'فورٽ وليئم ڪاليج' وانگر جيئن 'ڊاڪٽر جان گل ڪرائيٽس' اردوءَ جي ڪميءَ کي محسوس ڪري، ڪن اديبن کي گهرائي، ڪتاب مرتب ڪرايا، تيئن سنڌي ادب جي ترقيءَ لاءِ 'بارٽل فريئر' خاص آنس ڏيکاريو.

هن زماني ۾، ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر، 'مسٽر پريڊيءَ' هڪ اسڪول کوليو، جنهن ۾ عيسائي مذهب جي تعليم مفت ڏني ويندي

هئي. ١٨٥٢ع کان ١٨٥٦ع تائين، اهو اسڪول هڪ لوڪل ڪميٽيءَ جي هٿ ۾ هو. ١٨٥٣ع ۾ هن شرط تي چرچ مشن جي حوالي ڪيو ويو ته 'بائيبل' ضرور پڙهايو ويندو.

ٻئي پاسي انگريزن جا ديني ڪم ڪندڙ مبلغ، پنهنجيءَ تبليغ ۾ مشغول رهيا. سيرامپور جي پادرين ''گاسپل آف سينٽ مٿيوز'' جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اُن جو نئون ترجمو 'ڪئپٽن جارج اسٽئڪ' ڪيو، جو ديوناگري خط ۾ ١٨٥٠ع ۾ ڇپيو. اُن کان پوءِ ''گاسپل آف سينٽ جان' جو ترجمو مسٽر 'برنس' ١٨٥٣ع ۾ عربي-سنڌي صورتخطي ۾ ڪيو. مذڪور بائيبل ۾ ڪم آندل نثر جي عبارت جا ڪي مثال هيٺينءَ ريت آهن:

''ڇاڪاڻ ته خداءِ جهان کي اهڙو پيار ڪيو پنهنجو
هڪڙوني ڄڻيل پٽ ڏنائين جيڪو ڪو تهن تي ويساهه
آڻي سو ڇٽ نه ٿئي ويتر هميشه جئڻ لهي (١)''.

١٨٩٠ع ۾ لنڊن ۾ بائيبل جو نئون ڇاپو ڇپيو، اُن جو نمونو هي آهي:

نئون عَهدنامو

سنڌيءَ ميں

لنڊن شهر منجهه

ڇپيو ١٨٩٠ع

بابُل ۾ لڏڻ وڃڻ کان پوءِ يڪُنيا کان سلئيئل ڄائو ۽ سالٿيئل کان زرُّو بابُل ڄائو زرُّو بابل کان ابئودُ ڄائو ۽ ابئودُ کان ايلياقيمُ ڄائو.

---

هاڻي يسوعَ مسيح جو جَنمُ هيئڙيءَ طرح ٿيئو ته جڏهن هُنجي ماءُ مريم جو مڱڻو يُوسف سان ٿيئو هو پر ايان پاڻ ۾ گڏُ نه ٿيا هُئا ته پڌرو ٿيو جو هيءَ روح القُدس مان پيٽ سان ٿيي آهي.

مٿين مثال مان ظاهر آهي ته هن وقت سنڌي ڇاپي جي هاڻوڪن اکرن کي مختلف نموني لکيو ويندو هو، جنهن ڪري 'ڇ' بدران 'چ' 'ٽ' بدران 'ٿ' ۽ 'ٺ'، 'ڏ' جي مٿان چار نڀڪا، 'ڻ' جي بدران 'ت'

(1) The Principles of National India, 1896, P.100.

لکي، مٿان ليڪ ڏئي ڏيندا هئا. ازانسواءِ جملن جي ترڪيب به درست نه لکي اٿن. مثلاً: تهه جيڪو ڪو تهه تي ويساهه آڻي.

هن دور جي شروعات ۾، سنڌي نثر کي پڪي پاءَ تي آڻڻ ۽ لفظن جي اُچارن کي پختي ڪرڻ لاءِ، زبرن، زيرن ۽ اعرابن جو دستور قائم رکيو ويو.

انهيءَ کانسواءِ ڪمشنر جي پراڻي رڪارڊ آفيس ۾ رکيل فائيلن ۾ ۱۸۵۱ع کان سنڌيءَ ۾ لکت جا نمونا ملن ٿا، جن مان هڪ جي تصوير ضميمي ”الف“ ۾ ڏني وئي آهي.

حڪومت طرفان، سنڌي ادب کي وڌائڻ ۽ ترقي ڏيارڻ واري تحريڪ، سنڌي مصنفن ۾ فطري طور پنهنجي ادب کي اُجاگر ڪرڻ لاءِ چاهه جاڳايو. انهن ۾ ديوان نند يرام، آڏارام، پريداس، قاضي غلام علي، سيد ميران محمد شاهه اول، آخوند عبدالرحيم، مرزا علي رضا، مرزا صادق علي بيگ ۽ ديوان ڪيولرام خاص طور پرک هئا. ديوان نند يرام جو نالو الهن سيني ۾ اڳيان اڳيان هو. انهن بزرگن هر موضوع تي خاص طور تاريخ، وياڪرڻ، حساب، جاگرافي، آلجبرا، علم بدن ۽ منطق تي ڪتاب تيار ڪيا.

ديوان صاحب نه صرف درسي ڪتاب لکيا پر ان سان گڏ ”تاريخ معصوميءَ“ جهڙي مشهور ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري چڱو نالو ڪيو. ان کانسواءِ پين به ڪيترن ئي هندو ۽ مسلمان اديبن جا نالا ملن ٿا، جن سنڌي نثر نويسيءَ ۾ گهڻي ڪوشش ڪئي، ۽ خاص طور درسي ڪتاب لکيائون. مطلب ته، پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي راءِ موجب، سنڌ جي ابتدائي نثر واري دور کي ”وندر ۽ سکيا وارو دور“ چئي سگهجي ٿو (۱).

هن دور ۾ ڪيترائي قصا ۽ ڪهاڻيون لکيون ويئيون. انهيءَ ڏس ۾ سڀ کان پهرين ڪهاڻي ”راءِ ڏياچ ۽ سورٺ“ هئي، جا ڪئپٽن ’جارج

---

(۱) پروفيسر منگهارام ملڪاڻي: مقالو، ”سنڌي ڪهاڻيءَ جي هڪ صدي“، ماهوار ”سنڌو“، آڪٽوبر ۱۹۵۴ع، ص ۱۴.

اسٽڪ' واري ''سنڌي گرامر'' ۾، ديوناگري خط ۾ ، ضميمي طور ڏنل آهي(۱). هن ڪهاڻيءَ مان سنڌي نثر جي مڪمل اڇي ٿي.

۱۸۵۳ع ۾، سنڌي صورتخطي سرڪاري طور منظور ٿيڻ کان پوءِ، تعليم کاتي جي سهاري هيٺ ڪي درسي ڪتاب لکيا ويا. اصليت جي اڻاٺ ڪري، ٻين ٻولين مان قصا ڪهاڻيون ۽ مضمون ترجمو ڪيا ويا. هن دور جو انگريزيءَ مان ترجمو ٿيل سڀ کان ڀهريون دلچسپ ڪتاب ''ايسپ جون آکاڻيون'' هو، جو ديوان ننديرام ۱۸۴۴ع ۾ لکي تيار ڪيو. اهڙيءَ طرح، ''ڀنيي زميندار جي ڳالهه''، ''سڌا توري ۽ ڪڌا توري جي ڳالهه'' ۽ ''مفيدالصبيان'' جهڙا اخلاق آموز ڪتاب به هن دور ۾ لکيا ويا، جن ۾ ڪي اصلوڪا به آهن.

## (۲) قليچ دور

۱۸۶۴ع کان وٺي ۱۹۱۰ع واري زماني ۾، سر سيد احمد خان جي تحريڪ جو اثر، برصغير جي ٻين خطن وانگر، سنڌ تي به گهڻو ٿيو. انهيءَ اثر جو نتيجو اهو نڪتو جو ڪيترين ئي اخبارون ۽ رسالا ميدان ۾ آيا. سنڌ ۾ ''انجمن محمدي'' (Sind Mohmmadan Association) قائم ٿي، جنهن جي زيراهتمام، ۱۸۷۵ع ۾، ڪراچيءَ مان هفتيوار ''معاون'' اخبار جاري ٿي. ۱۸۸۱ع ۾، ''معين الاسلام'' نالي اخبار ڪيدي ويئي. ۱۸۸۲ع ۾، سنڌ سرڪار به تعليم کاتي طرفان ''سنڌ سڌار'' نالي اخبار شروع ڪئي. مرزا صادق علي بيگ ۽ ساڌو هيرانند هن اخبار جا ايڊيٽر مقرر ٿيا(۲). ٻن سالن کان پوءِ يعني ۱۸۸۴ع ۾، اها اخبار ''سنڌسڀا'' نالي هڪ ادبي جماعت جي حوالي ڪئي ويئي، جنهن جا باني ساڌو هيرانند ۽ پيا صاحب هئا. هن اخبار سنڌي ادب جي گهڻي قدر خدمت ڪئي. نظم توڙي نثر جي اشاعت ۾ هن اخبار وڏو ڪم ڪيو. هن اخبار جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته ان وقت شاعرن، سنڌ ۾ عروضي شاعريءَ کي ترقي وٺائڻ لاءِ گهڻي ڪوشش پئي ڪئي. هن اخبار ۾

---

(1) George Stack, "A Grammar of the Sindhi Language", American Mission Press, Bombay, 1853, Appendix.

(۲) ڪريم بخش خالد: ''سنڌي صحافت''، سکر، ۱۹۵۵ع، ص ۱۱۵.

آخوند محمد قاسم هالائي، فاضل شاهه، غلام محمد شاهه ''گدا''، مير علي نواز علوي، مشتاق متعلوي، حافظ حامد ٽکڙائي، محمد ابراهيم صوفي هالائي ۽ ٻين شاعرن جا شعر ڇپيا هئا. ١٨٨٥ع کان ماستر هريسنگ سکر واري ۽ ١٨٨٦ع کان مسٽر پوڪرداس شڪارپور واري، ڪتابن ڇپائڻ جو سلسلو جاري ڪيو(١)، جنهن ڪري اديبن ۽ ليکڪن جو حوصلو وڌي ويو. هن ڏس ۾ اسڪولن ۽ مدرسن به شوق ڏيکاريو.

١٨٩٠ع ڌاري، ساڌو هيرانند، ''سنڌ سڀا'' وارن کان الڳ ٿي، ساڌو نولراءِ، بولچند ڪوڏومل ۽ ديوان ڏيارام گدومل سان گڏجي ''سڌار سڀا'' قائم ڪئي، ۽ ان جي زيرسايه ''سرسوتي'' نالي هڪ ماهوار مخزن جاري ڪيائون، جنهن ۾ سماجي، اخلاقي، تعليمي ۽ مذهبي مضمون ۽ مقالا شايع ٿيندا هئا. ساڳيءَ طرح، هن دور ۾ ''پربات'' (١٨٩١ع)، ''جوت'' (١٨٩٦ع)، ''الحق'' (١٩٠٠ع)، جهڙا رسالا ۽ اخبارون نڪتيون، جن ۾ سنڌي قوميت، سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان لاءِ پرچار ٿيندو هو.

هيءُ اهو دور هو، جنهن ۾ سنڌ ۽ سنڌيت جي وڌي لهر پيدا ٿي چڪي هئي، جنهن ڪري سنڌي ساهت ۽ زبان کي نئين تقويت حاصل ٿي ۽ ماڻهن ۾ سنڌي زبان ۾ ڇپيل علم ادب پڙهڻ جو چاهه وڌيو. ڪيترن هندن توڙي مسلمانن، سون جي تعداد ۾ ڪتاب لکي، سنڌي نثر لاءِ گهڻي قدر شوق وڌايو. ڪيترائي ڪتاب انگريزي، فارسي، هندي، اردو ۽ بينگالي زبانن تان سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيا. هن دور جي وڏن بانيڪارن، ۽ نثر کي نئين راهه تي آڻڻ وارن ۾، مرزا قليچ بيگ ۽ شمس الدين ''بلبل'' سڀ کان اڳرا هئا. ''بلبل'' صاحب ''آفتاب'' (سکر)، ''الحق'' (سکر) ۽ ''معاون'' (ڪراچي) اخبارن جي ذريعي سنڌي نثر ۾ نئين جان پيدا ڪئي. موجوده سنڌي ادب ۽ سنڌي عبارت ٺاهڻ ۾ ''بلبل'' جو وڏو هٿ هو(٢). موجوده سليس نثر نويسيءَ جو رنگ، اول مرحوم

(١) شهاڻي م.ج.: ''سنڌيءَ جو رهبر''، دي ايجوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني، ڪراچي، ١٩٣٧ع، ص ٢٧.

(٢) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل: ''بلبل سنڌ''، سلسله اشاعت ''جميعت الشعراءِ سنڌ''، حيدرآباد، ١٩٥١ع، ص ١٤.

”بلبل“ اختيار ڪيو، جو خاص ڪري اخباري دنيا لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيو. ”بلبل“ کان اڳ سنڌي نثر نويسيءَ جو نمونو، مقفيٰ ۽ مسجع عبارت ۾ رائج هو. اهو نمونو صرف فارسي زبان ۾ ڪامل دستگاهه رکڻ وارا لکي سگهندا هئا، باقي سيڪڙات يا ٿورو پڙهيل گهڻي دقت محسوس ڪندا هئا. ”بلبل“ مرحوم نه فقط اهو نمونو ايجاد ڪيو، پر اُن کي پنهنجيءَ خدا داد قابليت ۽ قلمي طاقت سان نهايت بلند سرتبي تي پهچايائين، جنهن ڪري سنڌي نثر لکڻ هر ڪنهن لاءِ آسان ٿي پيو. ”بلبل“ پنهنجي قلم ذريعي مسلمانن کي صحيح واٽ تي هلڻ ۽ پنهنجي بهبوديءَ ۽ ڀلائيءَ لاءِ سوچڻ تي آماده ڪيو. هو حقيقت نگار هو. سندس تصنيفن ۾ سنڌ جي تمدن ۽ معاشري، عوام جي جذبن ۽ خيالن، مختلف ڌنڌن وارن ماڻهن جون صحيح ۽ زنده تصويرون نظر اچن ٿيون.

هن زماني جي نثر نويسن ۾ مرزا قليچ بيگ جو ثاني ڪونه ٿيو. مرزا صاحب نثر جي هر شعبي ۾ ترجمن ۽ تصنيفن کي پيش ڪرڻ جو خاص قصد ڪيو هو. سنڌيءَ ۾ ناول ۽ ناٽڪ جي شروعات هن ئي دور ۾ ٿي. انهن صنفن جو باني مرزا صاحب ئي هو. ان کان سواءِ لغت، صرف ۽ نحو، علم منطق، علم طب، علم معاشرت، اخلاقيات ۽ فلسفي تي به ڪتاب تيار ٿيا. ڪهاڻيون، قصا ۽ اخلاقي مضمون لکيا ويا. دينيات تي پڻ ڪتابن لکڻ جون مسلسل ڪوششون شروع ٿيون، جن ۾ مرزا صاحب نمايان حصو ورتو. انهيءَ ڪري، ائين چوڻ ۾ وڏائي نه ٿيندو ته ننديرام ۽ آڏارام جي سنڌي هڪ خاص نموني جي هئي، جنهن کي ڪوڙيمل ۽ مرزا صادق علي بيگ سڌاري، متاخرين نثر نويسن لاءِ دڳ گهڙيو، ۽ انهيءَ دڳ کي شاهراهه بنائڻ وارو، آفتاب ادب، مرزا قليچ بيگ هو. مرزا صاحب شيڪسپيئر جي ڊرامن کي سنڌي نثر ۾ ترجمو ڪري، مڪالمه نويسيءَ جو باب کوليو. ساڳيءَ طرح هن بزرگ، ١٨٧٩ع ۾ بيڪن جي فلسفيانه مضمونن کي سنڌي ويس ۾ آڻي، سنڌي نثر جي صنف ۾ مضمون نويسيءَ جو معيار بلند ڪيو.

انهيءَ ساڳئي زماني ۾ ديوان ڪوڙيمل ۽ ديوان ڪيولرام جون خدمتون به ساراهه جوڳيون آهن. انهن ٻنهي صاحبن به ڪيترائي ڪتاب

لکيا، جن مان ڪي طبعزاد هئا. هن دور ۾ ديوان تهلرام گدومل ۽ ديوان ٻولچند ڪوڏومل جون محنتون به خاص اهميت رکن ٿيون. ٻنهي بزرگن جا مضمون ''سرسوتي'' مخزن ۾ ڇپيا هئا، جي پوءِ ڪاڪي ڀيرومل گڏ ڪري، ١٩٣٠ع ۾، ''هيري جو ڪٺيون'' نالي ڪتاب جي صورت ۾ ڇاپايا.

ساڳئي دور ۾ قصي نويسيءَ به ترقي ڪئي. آخوند لطف الله جو ''گل خندان'' هن دور جي پيداوار آهي. انهيءَ کان سواءِ سوڀراج ڏاسواڻيءَ جو ''سپا جو سينگار'' به هن ئي زماني (١٨٩۴ع) ۾ ترجمو ٿيو، ۽ حاجي امام بخش ''خادم''، پنهنجن قصن ۾ مسجع نثر ڪم آڻي، پنهنجيءَ عبارت ۾ رنگيني پيدا ڪئي. هن ئي دور ۾، ١٨٩۴ع ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي ڪن شاگردن ''اميچوئر ڊراماٽڪ سوسائٽيءَ'' جو بنياد وڌو(١).

١٩٠۵ع ۾ بينگال جي ورهاڱي جي هلچل شروع ٿي. قوميت جي تحريڪ جي اثر هيٺ، گهڻي تعداد ۾ اخبارون ۽ رسالا نڪتا، ۽ ساڻهن ۾ نثر پڙهڻ جو شوق وڌڻ لڳو. هن سياسي بيداريءَ واري زماني ۾ ''ماتا''، ''بهار اخلاق'' (١٩٠٦ع) ۽ پيون اخبارون نڪتيون جن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. هن دور جي مکيه بانيڪارن ۾ ڄيٺمل پرسرام، لالچند امرڏنومل، ليلارام پريمچند، ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، ميلارام منگترام واسواڻي، محمد هاشم ''مخلص''، سيد قاضي اسدالله شاهه ''فدا''، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولانا دين محمد ''وفائي'' ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

١٩١٣ع ۾، ''اميچوئر ڊراماٽڪ سوسائٽيءَ'' جو ٻيهر بنياد پيو، جنهن جي سرپرستيءَ هيٺ ڪيترائي ڊراما ڇپيا. ١٩١۴ع ۾، ڄيٺمل پرسرام ۽ لالچند امرڏنيمل ڄڳتياڻيءَ ''سنڌي ساهت سوسائٽيءَ'' جو بنياد رکيو. هن سوسائٽيءَ طرفان ماهوار رسالن جو سلسلو شروع ٿيو. انهن ۾ زياد تر آهي ڪهاڻيون ڇپيون هيون، جن ۾ سماجي اوڻاين جي آپتار ڪيل

(١) شهاڻي م.ج.: ''سنڌيءَ جو رهبر''، ص ٢٧.

هوندي هئي. هن اداري ١٩٢٠ع تائين سنڌي علم ادب جي خدمت ڪئي ۽ ڪيترائي سماجي، معاشرتي ۽ اخلاقي ناول، مضمون، ڪهاڻيون ۽ ناٽڪ ڇاپائي پڌرا ڪيا. هن اداري جي ليکڪن ۾ لالچند امر ڏنومل، پرنسپال ٻولچند ڏيارام، پرمانند ميوارام، تيجومل شهاڻي، ليلارام ولايتراءِ ۽ چيتمل پرسرام جا نالا بيان ڪرڻ جي لائق آهن.

١٩١٦ع ۾، ''هوم رول'' تحريڪ جي اثر ڪري، روزانه اخبارون جاري ٿيون. ان وقت جي مشهور بيباڪ ليکڪ چيتمل پرسرام، ١٩١٧ع ۾، حيدرآباد مان ''هندواسي'' اخبار ڪڍي. پر انگريز حڪومت جي قدم کڻڻ سبب آن جو نالو بدلائي، ''ڀارتواسي'' رکيائين. هن اخبار به سنڌي نثر جي چڱي خدمت ڪئي. آن ۾ ڪيترين ئي ڪهاڻيون ۽ مضمون ڇپيا. انهن ۾ ''گونگي ڪنوار'' ۽ ''بن ديوي'' ڪهاڻيون مشهور آهن. ساڳئي زماني ۾، مولانا دين محمد ''وفائي''، لاڙڪاڻي مان ١٩١٨ع ۾ ''الڪاشف'' نالي مذهبي رسالو جاري ڪيو؛ ۽ حافظ حيات شاهه، حيدرآباد مان، ١٩١٩ع ۾، ''الحافظ'' نالي رسالو ڪڍيو. انهن رسالن طرفان ڪيل خدمت به ناقابل فراموش آهي.

جهڙيءَ طرح هندوستان ۾ شروع ڪيل علیگڙهه تحريڪ جي اثر ڪري سنڌ ۾ ''الحق'' ۽ ''آفتاب'' اخبارن انهيءَ تحريڪ کي تقويت پهچائي، تهڙيءَ طرح خلافت تحريڪ ۽ ٻين تحريڪن جڏهن سنڌ ۾ زور ورتو، تڏهن انهن کي تقويت پهچائڻ لاءِ به ڪيترين نيون اخبارون نڪتيون (١).

١٩١٧ع ۾، حيدرآباد مان، غلام محمد ڀرڳڙيءَ ''الامين'' اخبار شروع ڪرائي، جا مسز اني بيسنٽ جي ''هوم رول'' ۽ ''ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ'' جي تحريڪن جي اصولن ۽ نظرين موجب هلندي هئي. هن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ محمد هاشم ''مخلص'' ايڊيٽريءَ جا فرائض بجا آندا. اهڙيءَ طرح ''الامين'' ۽ ''ڀارتواسي'' اخبارون ساڳين نظرين تي قائم هيون. سنڌ جي مسلمانن مان مرحوم ''بلبل'' ۽ سيد الهندي شاهه،

(١) ڪريم بخش خالد: ''سنڌي صحافت''، ص ١٤٠.

انهيءَ تحريڪ جي سخت مخالفت ڪئي. ''بلبل'' مرحوم پنهنجي ڪتاب ''جام جم'' (ص ٥٦) ۾ لکي ٿو:

''خدا ڪي ڏانهن آهي ته مسلمانن جي حال تي ڪرم رحم ڪري. اسان جو اهو مطلب نه آهي ته مسلمان اصل پوليٽيڪل ميدان تي نه اچن، ۽ ماٺ ڪري سمهي پون. نه نه، بيشڪ هو واسطو رکن، ۽ شڌمد سان حصو وٺن. مگر جدا ڪانه پنهنجا قومي، مذهبي ۽ ملڪي حق گهرن: محڪوم قوم جي غلاميءَ ڪان آزاديءَ جا ▬ پڇائين. اسان جي قوميت سپني ڪان مٿي هئڻ گهرجي. هندن ڪان صدبار وڌيڪ اسان جا پوليٽيڪل حق آهن'' (١).

١٩٢٠ع تائين، سنڌي نثر ۽ سنڌي علم ادب جي حالت ڪافي حد تائين اُميدافزا بنجي ويئي. ساڳئي سال ''نئين سنڌي لئبرريءَ'' طرفان پنجاهہ کن نوان ۽ معياري ڪتاب ڇاپايا ويا، جي مختلف خيالي ۽ علمي مضمونن تي مشتمل هئا. هن اداري جو باني ڄيٺمل پرسرام هو. سنڌي علم ادب جي هن سچڻ پيو به ادارو قائم ڪيو. جنهن ڪي ''سستو عمدو ساهت مالا'' نالو ڏنائين. انهن پنهي ادارن ڄيٺمل، مرزا قليچ بيگ، ليلا رام ولايتراءِ، شيوا رام لالا ۽ ٻين اديبن جا ڪتاب ڇاپايا. حاصل مطلب ته هن عرصي تائين ناٽڪ، ناول، ڪهاڻي، مضمون ۽ ٻين صنفن ۾، ترجمن توڙي تصنيفن ڪري، نثر ويو هيڪاري سائيدار ٿيندو.

١٩٢٢ع ڪان پوءِ دنيا جون حالتون ڪافي بدلجي چڪيون هيون. خلافت تحريڪ ۽ ٻي مها ڀاري لڙائيءَ جي تيارين ڪري، سماجي حالتون بدليل هيون. انهيءَ جو اثر نه فقط هندستان تي ٿيو، پر سنڌ به پاڻ بچائي نه سگهي، انهيءَ ڪان متاثر ٿي، سنڌ ۾ هندن توڙي مسلمانن ڪيترائي رسالا ۽ اخبارون ڪڍيون. ١٩٢٣ع ۾ مولانا دين محمد 'وفائيءَ' لاڙڪاڻي مان مذهبي، علمي ۽ تاريخي رسالو، ''توحيد'' ڪڍيو. ساڳئي سال، ''سنڌ زميندار'' نالي سه‌روزه اخبار نڪتي. هن اخبار جي ايڊيٽرن ▬ عبدالوهاب، پير علي محمد شاهه راشدي ۽ آغا نظر علي جا نالا اهم

(١) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل: ''بلبل سنڌ''، سلسلہ اشاعت ''جمعيت‌الشعراء سنڌ''، حيدرآباد، ١٩٥١ع، ص 'ش'.

آهن. ساڳئي سال ميرپورخاص مان، محمد هاشم 'مخلص' هفتيوار ''مسلمان'' اخبار جاري ڪئي. ازانسواءِ پيون به ڪيتريون ئي اخبارون ۽ رسالا، هندن توڙي مسلمانن ڪڍيا، جن ۾ ''الحقيقت''، ''نومسلم''، ''صداقت اسلام'' وغيره اخبارون شامل آهن. ١٩٢٣ع ۾ مولانا خليق مورائيءَ ''ترقي'' رسالو ڪڍيو. ١٩٢٤ع ۾ عيدن مل سينگهراج ۽ لالچند آوتراءِ آڏوانيءَ جي ايڊيٽريءَ هيٺ رسالو ''غنچهٔ اميد'' نڪتو. هي رسالو ١٩٤٧ع تائين هليو. حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ ١٩٢٥ع ۾ ''الجامع'' رسالو ڪڍيو. ديوان چيتمل پرسرام گلراجاڻيءَ ١٩٢٤ع ۾ ''روح رهاڻ'' رسالو ڪڍيو. ١٩٢٧ع ۾ مولوي دين محمد 'وفائيءَ' هفتيوار اخبار ''الحزب'' جاري ڪئي جنهن جو ايڊيٽر پير علي محمد شاهه راشدي هو. ١٩٣٠ع ۾ سکر مان ''المنار'' اخبار، ۽ ١٩٢٤ع ۾ ساڳئي شهر مان، ''ستاره سنڌ'' اخبار ڪڍيائين. انهن کان سواءِ ''مرغ فلڪ'' اخبار، مولوي نورمحمد نظامانيءَ جي ''طيراً ابابيل'' اخبار، ''نور- اسلام''، ''مسلمان'' ۽ ''الاصلاح'' هن دور جون قابل ذڪر اخبارون آهن. الاصلاح جو ايڊيٽر حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هو، ۽ نائب ايڊيٽر شيخ عبدالله ''عبد'' هو. هنن اخبارن ۾ ادبي، اخلاقي، تحقيقاتي ۽ مذاهبي مضمون توڙي مسافرين جا احوال ڇپبا هئا، جي خيال جي پختگيءَ، فصاحت، بلاغت، زبان جي رواني ۽ شسته عبارت جي لحاظ کان پنهنجو مٽ پاڻ هئا.

ساڳيءَ تحريڪ جي اثر کان، ''گرسنگت''، ''سندر ساهتيه''، سک نرنڪٽ، ''مسلم ادبي سوسائٽي''، ''رتن''، ''ڪهاڻي''، ''پارت جيون''، ''ڪوڙومل ساهتيه منڊل''، ''آشا ساهتيه منڊل'' ۽ ''رابندر ناٿ ٽئگور لئبرري ۽ ڊراماٽڪ سوسائٽي''(١) جهڙا ادارا هن ئي زماني ۾ آيا، جن ۾ ميلارام منگترام واسواڻي، محمد صديق ميمڻ، چوهڙمل، پارومل، جڳت آڏواڻي، هريسندر ۽ ديو سيڻي خاص ڪارڪن هئا.

هن دور ۾ ڪيترائي صاحب سنڌي علم ادب جي نثر داريءَ شاهراهه کي گهڙڻ ۾ مصروف هئا. ڊاڪٽر گربخشاڻي ـ هم جي رسالي

(١) هيءَ منڊلي ڊراما اسٽيج تي ڪري ڏيکاريندي هئي، پر ادبي ادارو نه هو. ڊراما جي شوق کي هن اداري وڌايو.

تي تحقيق ڪري رهيو هو. پيرومل، روچيرام، پروفيسر اجواڻي ۽ آسانند ماستورل، سضمونن ۽ سيلي نثر ڪي ڦهلائي رهيا هئا. ٻئي پاسي ڄيٺمل پرسرام، لالچند امر ڏنو مل، ڊاڪٽر دائود پوٽو، حڪيم آغا صوفي، عثمان علي انصاري، احمد چاڳلا، قريشي فتح محمد ڪهڙائي، محمد صالح پٽي، خانچند دريائي، سيلارام واسواڻي، پروفيسر ڀمپاڻي، پرمانند ميوارام، نارائڻداس ملڪاڻي، منگها رام ملڪاڻي، مرزا نادر بيگ، منوهر داس ڪوڙومل، علي خان، ابڙو، محمد صديق 'مسافر'، محمد صديق ميمڻ، محمد هاشم 'مخلص'، رام پنجواڻي ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي، پنهنجيءَ پچنديءَ آهر قلم هلائي رهيا هئا. انهن مان ڪيترن طبعزاد ڪتاب به لکيا، جي اصليت، پختگيءَ ۽ حسن بيانيءَ جي ڪري پنهنجو مٽ پاڻ آهن. پرمانند ميوارام ۽ لالچند امر ڏني مل جي سهڪ، سوادي ۽ چيدي سنڌي، پيرومل ۽ منوهرداس ڪوڙي مل جي عام فهم زبان، توڙي گربخشاڻي، عثمان علي انصاري ۽ دائود پوٽي جي لغوي ساهي واري گفتار، سنڌي نثر ۾ رنگيني ۽ سونهن پيدا ڪئي. ڀمپاڻي، دريائي ۽ چاڳلا جديد افسانوي ادب جا بانيڪار ليکيا وڃن ٿا. هنن جي لکيتن ۾ اصليت، حسن انتظام، سلاست ۽ رواني جام آهي. هو ماحول جو عڪس پنهنجي بهترين اسلوب ذريعي پيش ڪن ٿا. هنن جا ڪردار عوام جا پنهنجا ۽ عوام مان آهن. آهي عوام جي مسئلن جي نمائندگي ڪن ٿا، ۽ سنڌ جي ماحول ۽ فضا جو نقشو پيش ڪن ٿا. هن دور جون خاص صنفون ناول، ڊراما ۽ افسانا آهن، جن ۾ سنڌ جي سماجي ۽ گهرو زندگيءَ جا نقش آهن.

هن دور جي افسانہ نگارن ۾ پير حسام الدين شاهہ راشدي، عثمان علي انصاري، محمد صالح پٽي، شيخ عبدالله 'عبد'، محمد عثمان ڏيپلائي، محمد عيسيٰ نظاماڻي، ساقي سجاولي، نادر بيگ مرزا، لطف الله بدوي، امر لعل هڱوراڻي، منگهارام ملڪاڻي، شيوا رام لالا، سائينداد سولنگي، شيخ عبدالستار، سرائي آسيد علي ۽ محمد خان غنيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. آنهن ۾ پير حسام الدين جو افسانو ''انارڪلي''، عبدالله 'عبد' جو ''اسڪول ماسترياڻي''، لطف الله 'بدويءَ' جو ''غربيت''، هڱوراڻيءَ جو ''دو عبدالرحمان''، عثمان علي انصاريءَ جو ''سلمل جو چولو'' ۽ مرزا

نادر بيگ جو ”سوهڻي“ هن دور جا نمائندا افسانا آهن. هن دور ۾ ڪيترائي بنگالي، هندي ۽ گجراتي ٻولين جا افسانا سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيا.

اهڙيءَ طرح ڪيترائي ڊراما پڻ هن دور ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيا. مرزا قليچ بيگ، ”ڪنگ ليئر“ جو ”شاهه ايليا“ جي نالي سان، ”مرچنٽ آف وينس“ جو ”حسنا دلدار“ جي نالي سان، ”سمبيلائين“ جو ”شمشاد سرجان“ جي نالي سان، ”ٽو جينٽلمين آف ويرونا“ جو ”عزيز شريف“ جي نالي سان، ”روميو جوليئٽ“ جو ”گلزار- گلباز“ جي نالي سان، ”هئمليٽ“، جو ”شهزادو بهرام“ جي نالي سان، ۽ ”مارنگ انڊ نائيٽ“ کي ”فيروز دل‌افروز“ جي نالي سان ترجمو ڪيو. اهڙيءَ طرح ديوان ڀاڳچند، ديوان پيرومل، آسانند مامتورا، احمد چاڳلا، خانچند دريائي ۽ ٻين جي ڊرامن جو مختصر جائزو هنريت آهي:

| | |
|---|---|
| ديوان ڀاڳچند | ”آٿيلو“ جو ترجمو ڪيو. |
| ديوان پيرومل | ”ڪنگ جان“ جو ترجمو ڪيو. |
| تيرٿ وسنت | ”ڪلوپيٽرا“ جو ”ملڪه“ جي عنوان سان ترجمو ڪيو. |
| آسانند مامتورا | ”پوسٽ آفيس“ (ٽئگور جو لکيل) جو ”ڊاڪ گهر“ جي عنوان سان ترجمو ڪيو. |
| احمد چاڳلا | ”گوسٽ“ جو ”ڀوت“ جي نالي سان ترجمو ڪيو. سندس ٻيو ترجمو ٿيل ڊرامو ”خوني“ آهي. |
| خانچند دريائي | ”پلرز آف سوسائٽيءَ“ جو ترجمو ”ملڪ جا مدبر“ جي عنوان سان ڪيو. |
| — | ”ميٽرلنڪ“ جو ترجمو ”ديش تان صدقي“ جي عنوان سان ڪيو. |
| — | ”ساروز آف سٽن“ جو ترجمو ”انسان کي شيطان“ جي عنوان سان ڪيائين. |
| — | ”ايسٽلين“ جو ترجمو ”غلط فهميءَ“ جي عنوان سان ڪيائين. |
| شيواسنگ هريسنگ اجواڻي | ”پزرو“ جو ”ڪنشٽ“ جي عنوان سان ترجمو ڪيو. |
| آغا غلام نبي | ”دنيا دورنگي عرف عشق نيرنگي“ |

عثمان علي انصاري (i) ”نو جينٽلمين آف ويرونا“ جو ”گمراهه دوست“ جي عنوان سان ترجمو ڪيو. (ii) ”جرم وفا“.

محمد عثمان ڏيپلائي ”نورجهان جو پٽ“ ۽ ”سچائي سوڙي“.

تيجومل شاهاڻي ”پرتاب سنگ“.

لالچند امر ڏنومل جڳتياڻي (i) ”نقد رقم“ (ii) ”پارت چاوا آٽ آئي جا ڳ“.

ليکراج ’عزيز‘ (i) ”غريبان مار“ (ii) ”اجيت سنگ“.

ڪشنچند ’بيوس‘ (i) ”خوبصورت بلا“ (ii) ”سورداس هرشچندر“ (iii) ”پرت پوچارڻ“ (vi) ”هار جيت“ (v) اندلٺ“.

اهڙيءَ طرح وڌيڪ فهرست ڪتاب اندر ڏنل مواد ۾ ڏسي سگهجي ٿي، جيڪا هر مصنف جي ادبي خدمتن سان ڪڏ ڏني ويئي آهي.

هن دور ۾ بيشمار ناول به لکيا ويا. انهن مان ڪي ناول هي هئا:

رتن ساهت منڊليءَ طرفان ڇپايل:-

(i) آزاديءَ جا اپاسڪ
(ii) پريت جا گيت (ٽئگور جو ترجمو)
(iii) بال چندر ” ” ”
(iv) نرويما ديوي (سماجي ناول)
(v) امرت جهڙا مٺا پول
(vi) چندر شيکر (تاريخي ناول)

سندر ساهتيه حيدرآباد جا ڇپايل:-

(i) تارا سندري ميلارام واسواڻي
(ii) پرستان جو شهزادو ” ”
(iii) چنبيليءَ جي سڳنڌ ” ”
(iv) منورما ” ”
(v) هار جيت ” ”

آشا ساهت منڊل ڪراچيءَ جا ڇپايل:-

(i) سدا سهاڳڻ ديو سياڻي

(ii) گورا — گل ڪرپالاڻي
(iii) ڪومل ڪمل — آسانند ماستورا
(v) جيون ڪلا — چوهڙ هندوجا
(v) جڙتو شهزادو — محمد صديق ميمڻ
(iv) زندگيءَ جو پهريون سفر — ” ” ”

اهڙيءَ طرح محمد عثمان ڏيپلائيءَ، برڪت علي ”آزاد“ ۽ ٻين جي ناولن جو ذڪر ديوان سنگهارام ملڪاڻي پنهنجي ڪتاب ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ۽ محمد اسماعيل عرسانيءَ ”سنڌي ڊراما ۽ ناول“ ۾ ڪيو آهي.

## (٣) قومي بيداريءَ وارو زمانو

١٩٤٠ع ۾ سنڌ ۾ مسلم ليگ جو بنياد پيو، ۽ ١٩٤٢ع ۾، ڪانگريس طرفان، انگريزن خلاف، ”ڪئٽ انڊيا“ جي تحريڪ هلائي ويئي. ڪانگريس ’اکنڊ ڀارت‘ ۽ مسلم ليگ ’پاڪستان‘ جو مطالبو ڪيو. انهن ٻنهي تحريڪن جو سنڌ جي سياسي توڙي ادبي دنيا تي گهڻو اثر ٿيو. ڪانگريس جي حمايت ۾ سموريون هندو اخبارون هيون، جن ۾ ”سنسار سماچار“، ”هندستان“، ”هندو“، ”هندو سنسار“، ”هندواسي“، ”قرباني“، ”سوراڄ“ ۽ قوم پرست مسلمانن جون اخبارون، ”آزاد“ وغيره هيون. مسلم ليگ جو آواز روزانه ”الوحيد“ (١٩٢٠ع) ۽ ٻين هفتيوار اخبارن بلند ڪيو. انهن اخبارن ۾ سياسي، راڄنيتي ۽ سماجي مضمون ڇپجڻ لڳا. ١٩٤٠ع کان ١٩٤٧ع جي ستن سالن واري عرصي ۾، قومي بيداري، سماج جي اڻگهڙن رسمن ۽ رواجن توڙي عام ماڻهن جي زندگيءَ سان واسطو رکندڙ ضروري ڳالهين جو عڪس ادب ۾ گهڻو نظر اچي ٿو. اتي، لئي ۽ اهڙي سان واسطيدار عنوانن تي قلم آرائي ڪئي ويئي. هن ڏس ۾ ڪيترائي افسانا لکيا ويا.

هن دور جي، افسانه نگارن ۾ سائينداد سولنگي، شيخ عبدالستار، شيخ اياز، اياز قادري، گوبند پنجابي، گوبند مالهي، آنند گولاڻي، سگڻ

---

(١) محمد اسماعيل عرساڻي: ”سنڌي ڊراما ۽ ناول“ ١٩٥٥ع، ص ١٥١

آهوجا، دلدار حسين شاهه موسوي، آتم، تيرٿ وسنت، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ ڪرشن ڪنوائي خاص نامور افسانہ نگار آهن. هنن جي افسانن ۾ غريبن جي مسئلن جو ذڪر آهي. هن دور ۾ غيرملڪي افسانہ نگارن جهڙوڪ: موپاسان ۽ چيخوف جا افسانہ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيا.

هن دور ۾ طبعزاد افسانا پڻ لکيا ويا. هن زماني ۾ آزاديءَ جي تحريڪ به زور هئي، جنهن جو اثر سنڌ جي اديبن تي به ٿيو. ادب جا موضوع بدلجي ويا، جنهن ڪري سنڌي افسانا نئين رنگ ۾ لکجڻ لڳا.

هن دور جي نوجوانن افسانہ نويسن جي افسانن ۾ آزاديءَ جو پرچار ظاهرظهور نظر اچي ٿو. هن دور جي تخليقي ڪهاڻين ڪي ادبي منڊلين گهڻو زور وٺايو. انهن ۾ ”باغي ساهت منڊلي“، ”زندگي پبليڪيشن“ ۽ ”آزاد سلسلو“ خاص هئا. ”اڳتي قدم“، ”نئين دنيا“ ۽ ”مهراڻ“ هن دور جا مشهور رسالا هئا، جن ۾ ادبي، اخلاقي بيداريءَ وارا افسانا وغيره ڇپبا هئا. هن دور ۾ ”پنهل ڪان پوءِ“، ”سفيد وحشي“، ”ڊاڪ بنگلو“ ۽ ”ٻلو دادا“ نالي افسانن جا مجموعا ڇپجي ظاهر ٿيا.

هن دور جي ناولن ۽ ڊرامن جو ذڪر اندر مواد ۾ ڪيل آهي.

## (٤) پاڪستاني دور

هندستان جي ورهاڱي سان، هندو اديبن جي لڏ پلاڻ ڪان پوءِ، ائين ٿي سمجهيو ويو ته سنڌي ادب پوين پساهن ۾ اچي ويندو. ان وقت سنڌ سرڪار طرفان نڪرندڙ ”مهراڻ“ رسالو به بند ٿي ويو. سنڌي ڪتابن جي هر طرف اٿاٽ ٿي ويئي، ايتريقدر جو مهراڻ رسالو به بازار ۾ ملڻ مشڪل ٿي پيو. پر ڌڻيءَ جي فضل سان، سنڌي ادب جي سڪل نديءَ ۾ ادبي ڌارا وري موٽ ڪاڌي، ۽ ادبي آبيارن جي ڪوشش سان مرجهايل چمن وري سائو ٿيڻ لڳو. هن ڏس ۾ ڏيهلاڻي صاحب وڏي همت ڪري پنهنجا ڪتابڙا جاري ڪيا. گذريل سالن اندر سنڌ ۾ ادبي سرگرميون وري زور شور سان چالو ٿيون. وقت جي ضرورت مطابق، ادبي انجمنون ۽ علمي ادارا سنڌي زبان جي حفاظت ڪرڻ ۽ سنڌي ادب کي وڌائڻ ۾ مشغول رهيا ۽ هيٺيون پروگرام انهن ادارن جي اهم اصولن ۾ شامل رهيو:

(الف) سنڌي تهذيب، تمدن ۽ ثقافت تي فخر وٺي ۽ انهن جي مختلف شعبن جي چڱيءَ طرح پرورش ڪرڻ.

( ب ) سنڌ جي تاريخ جي اتهاس جو اڀياس ڪرڻ ۽ ماڻهن ۾ مطالعي ۽ ذاتي طور تحقيقات ڪرڻ جو شوق جاڳائڻ.

( ٻ ) مشاعرن، مباحثن، ثقافتي نمائشن ذريعي، قوم جي ذهن ۽ ذوق جو معيار بلند ڪرڻ.

( ڀ ) سنڌي اديبن جي همت‌افزائي ڪرڻ.

( ت ) سنڌي مخطوطات، نادر مطبوعات، نوان طبعزاد ڪتاب ۽ ترجما شايع ڪري، بنا ڪنهن تجارتي فائدي جي گهٽ قيمت تي مهيا ڪري ڏيڻ.

( ٿ ) لئبررين ۽ ادبي ڪلاس قائم ڪري، اديبن توڙي عوام لاءِ مطالعي جون سهوليتون فراهم ڪرڻ وغيره.

هن ڏس ۾ سڀ کان پهريون قدم خانبهادر ميمڻ کنيو. هن صاحب شاهه جي رسالي جو بمبئيءَ وارو ڇاپو ڇپائي پڌرو ڪيو. حيدرآباد جي يوسف برادرس وارن مرزا قليچ بيگ وارو نسخو، آزاد بڪ ڊيپوءَ شهوانيءَ جو رسالو، ڏيپلائيءَ ۽ بشير احمد وري پنهنجا نوان ڇاپا ڇپايا. پراڻا ڇاپخانا وري آر-ايچ-احمد اينڊ برادرس، يوسف برادرس حيدرآباد وارن چالو ڪيا. ان کان سواءِ آزاد بڪ ڊيپو حيدرآباد، ايجوڪيشن بڪ ڊيپو حيدرآباد، ماڊرن سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچي، فردوس پبليڪيشن هالا، رفيق پبليڪيشن هالا، عباسي بڪ ڊيپو ڪراچي ۽ ٻين ادارن، انفرادي طور، سنڌ جي ڪيترن اديبن ۽ عالمن، جهڙوڪ: علامه آءِ. آءِ. قاضي، ڊاڪٽر دائود پوٽي، مخدوم طالب المولىٰ، پير حسام الدين راشديءَ، مولانا غلام مصطفىٰ قاسميءَ، الحاج سيد غلام مصطفىٰ شاهه، ڊاڪٽر نبي‌بخش‌خان بلوچ، محبوب علي چنا، آغا تاج محمد، محمد عثمان ڏيپلائيءَ، مولانا غلام محمد گراميءَ، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، مخدوم محمد صالح ڀٽي، عطا حسين شاهه موسوي، محمد صديق مسافر، غلام محمد شهوانيءَ، محمد اسماعيل عرسانيءَ، خانبهادر محمد صديق ميمڻ، الله‌بچايو سمي، ڪريم بخش چنا، محمد ابراهيم جويي ۽ ٻين سان متعارف ڪرايو.

هن دور ۾ علامه قاضيءَ جون فلسفي واريون تقريرون ڪافي اهميت رکن ٿيون. ڊاڪٽر دائود پوٽو آسان ۽ سلوڻي سنڌيءَ جو حامي هو، ۽ آن ڏس ۾ پرچار ڪندو رهيو. عثمان علي انصاريءَ حڪايت نويسيءَ جو دلڪش نمونو اختيار ڪيو، جنهن جو مثال سندس ننڍڙي ڪتاب ”پنج“ ۾ ملي ٿو. هن دور ۾ ڊاڪٽر بلوچ سنڌي ادب، ثقافت ۽ لغت ۾ تحقيقي مواد پيش ڪري، پنهنجو خاص مقام پيدا ڪيو. هن صاحب پنهنجن تحقيقي مضمونن ۽ مقالن سان، سنڌي ادب ۾ هڪ نئون باب کوليو. ”پيلاين جا پول“ ۾ ڊاڪٽر صاحب عوامي شاعريءَ تي بينظير مقدمو لکي، پرلطف طرز تحرير ۽ هڪ نئين عبارت جو مثال پيش ڪيو. مخدوم طالب المولىٰ، مذهبي ادب ۾ اضافو ڪيو. ”اسلامي تصوف“ ۽ ”امام غزالي جا خطوط“، سندس انهيءَ سلسلي جون بهترين تصنيفون آهن. مخدوم صاحب ”ڪافيءَ“ تي پڻ تحقيق ڪئي. ”ڪافيءَ“ جي چند چاڻ سندن لاثاني خدمت آهي. آغا تاج محمد صاحب روزانه زندگي ۽ روزانه ماحول واريءَ زبان ۾، اخلاقي اصولن جي سکيا ڏيڻ جو خواهشمند هو. الله بچائي سمي، محمد اسماعيل عرسانيءَ وري ”سير ڪوهستان“ ۽ ”سير ريگستان“ لکڻ سان، سنڌ جي انهن خطن جو سير ڪرايو آهي، جيڪي عام شهري ماڻهن جي نظرن کان دور آهن. انهي صاحبن پنهنجين تصنيفن ۾ نيٺ سنڌي لفظ ۽ مقامي اصطلاح، پهاڪا ۽ محاورا ڪم آڻي، سنڌي ادب ۽ لغت ۾ اضافو ڪيو. هن ڏس ۾ الحاج سيد غلام مصطفىٰ شاهه جو ”سير و سفر“ ▪ لاثاني ڪتاب آهي. ڊاڪٽر علي احمد قاضي ۽ محمد حسين ترڪ، ڏار ڏار، علم بدن ۽ اقتصاديات تي ڪتاب لکي، انگريزي لفظن جا سنڌي لفظ ڏيئي، هن ڏس ۾ نئون قدم کنيو.

هن دور ۾ ڏيپلائي صاحب جو قلم به تيز هليو. هن صاحب ڪيترائي ناول لکيا. زنده اديبن ۾ ڏيپلائي صاحب جيترا ڪتاب اجا تائين ڪوبه لکي ڪونه سگهيو آهي. سنڌي قوميت جي مسئلي تي لکڻ ڪري هن بزرگ کي جيل به موڪليو ويو. جتي حر تحريڪ تي سانگهڙ جي عنوان سان تمام ضخيم ناول لکيائين. هن ناول سان سنڌي جي مردن ته خير پر عورتن جي همت ۽ جرئت جا ڪئين مثال ملن ٿا.

هن دور جي نقادن ۾، ڊاڪٽر دائودپوٽي، پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، غلام محمد شهوائي، محمد صديق ميمڻ، مولانا غلام محمد گرامي، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، لطف الله بدوي، عبدالحليم ’جوش‘ ۽ ٻين صاحبن جا نالا شامل ڪري سگهجن ٿا.

نوجوان آسرندڙ نثر نويسن ۾، جمال ابڙو، امر جليل، سراج الحق، غلام رباني، عبدالغفور انصاري، رسول بخش پليجو، نجم عباسي، شمشيرالحيدري، بشير موريائي، ع. ق. شيخ، حافظ شاهه حسيني، آغا سليم، رشيد ڀٽي، علي احمد بروهي، شيخ حفيظ، مقبول صديقي، مراد علي ’اختر‘، خواجه سليم، عبدالجبار ’شام‘، مقبول ڀٽي، ابن الياس سومرو، حيدر شاهه، ناصر مورائي، حميد سنڌي، نسيم کرل، ظفر حسن، علي بابا، طارق اشرف، منير سنڌي، اقبال جتوئي، عبدالقادر جوڻيجو، مشتاق شورو، رشيد ڀٽي، ثريا ياسمين، زينت چنا، ثميره زرين، ماهتاب محبوب ۽ رشيده حجاب جا نالا قابل ذڪر آهن.

هن دور ۾ سنڌي ڪهاڻي ڪمال تي پهتي آهي. هن دور جو افسانو اسان جي ادب جو بيحد قيمتي سرمايو آهي. هن دور جي افسانن ۾ ڪڏهن زميندارن جي ظلم ته ڪڏهن سرمايداري ۽ جاگيرداري نظام جي خلاف ڪات ڪهاڙا کنيا ويا آهن، ته ڪڏهن وري غريبن جي آهن ۽ دانهن جو نقشو چٽيو ويو آهي. هن دور جي افسانن ۽ افسانوي ادب ۾ سنڌي ماحول ۽ سنڌي زندگيءَ جي جهلڪ گهڻي قدر نظر ٿي اچي، جن جي مطالعي سان هن خطي جي اهم خصوصيت ۽ ان جي فطري سياسي، تاريخي، قومي، سماجي ۽ اقتصادي لاڙن جو پتو پوي ٿو.

هن دور ۾ افسانن جا ڪيترائي مجموعا ڇپجي پڌرا ٿيا. انهن ۾ ”پشو پاشا“، ”نئون آفق“، ”داستان غم“، ”ڪراچيءَ جون راتيون“، ”چور“، ”زندگيءَ جي راهه تي“، ”تباهي“، ”گلبدن“، ”پڪ ۽ بيڪاري“، ”سوکڙي“، ”آباڻو گهر“، ”عورت“، ”سيمي“، ”حسرت زده موت“، ”هڪ ندي ۽ ڪنارا“، ”ڪم چور“، ”گل ۽ سکڙيون“، ”ڪروڙپتي“، ”آب حيات“، ”شبنم شبنم ڪنول ڪنول“، ”چوٽيهون در“، ”دل جي دنيا“، ”رات جا نيڻ“، ”پهريون قدم“، ”پيو قدم“، ”جڏهن سان نه هوندس“،

”طوفان جي تمنا“، ”گيت آچايل مورن جا“، ”چانديءَ جون تارون“، ”چنبڙ جا تمنائي“، ”عبرتڪده سنڌ“، ”گهڙي گهڙي هڪ گهاءُ“، ”اي درد هلي آءُ“، ”نئين سنڌ“، ”پرهه ڪان پهرين“ خاص مشهور آهن.

هن دور ۾ ناولٽ ۽ ناول به تمام گهڻا لکيا ويا ۽ ترجمو ڪيا ويا. انهن ۾ به سنڌي معاشري ۽ سنڌي سماج جي جهلڪ نظر اچي ٿي. انهن ۾ به سنڌي ماحول جو مطالعو ۽ سنڌي زندگيءَ جو عڪس نظر اچي ٿو. اهڙيءَ طرح ڪي ڊراما به لکيا ويا. انهن مان ڪن مکيه ناولن ۽ ڊرامن جا نالا هي آهن:

## ناول

| نمبر | عنوان | ليکڪ |
|---|---|---|
| ١. | ڪاروان زندگي | انجم هالائي |
| ٢. | آواره | انور هالائي |
| ٣. | سانگهڙ | محمد عثمان ڏيپلائي |
| ٤. | آمڙ (ترجمو) | ” ” ” |
| ٥. | زوال (ترجمو) | خادم قاضي |
| ٦. | سونهن جي ديوي (ترجمو) | ” ” |
| ٧. | پيار (ترجمو) | ” ” |
| ٨. | عذرا (ترجمو) | ولهرام ولڀ |
| ٩. | ڪلب ۽ گهر | منظور احمد عرسائي |
| ١٠. | مجاهد (ترجمو) | ” ” ” |
| ١١. | عاشي (ترجمو) | فضل احمد بچاڻي |
| ١٢. | سوريءَ آ سينگار | عبدالجبار جوڻيجو |
| ١٣. | درياءَ جي ڪپ تي | گل نصرپور |
| ١٤. | سورج شاخون ڪيئون | محمدعلي پٺاڻ |
| ١٥. | روشنيءَ جي تلاش | آغا سليم |
| ١٦. | شڪسته زندگي | بادام ناتوان |
| ١٧. | شام و سحر | منصور ويراڳي |

| | | |
|---|---|---|
| ١٨. | عورت ۽ سماج (ناولٽ) | مير محمد نظاماڻي |
| ١٩. | جنسار | قاضي فيض محمد |
| ٢٠. | ٻولي | شيخ محمد حسين |
| ٢١. | راڻي | ” ” ” |
| ٢٢. | سلطانه بيگم | سيد حافظ شاهه ’حافظ‘ |
| ٢٣. | لاش | غلام علي الانا |

## ڊراما

| نمبر | عنوان | ليکڪ |
|---|---|---|
| ١. | ٻاچا ۽ ٻڙلاء | رسول بخش ’خمار‘ |
| ٢. | سچا سيج پلنگ | چنا شبير ’ناز‘ |
| ٣. | دولهه دريا خان | ” ” ” |
| ٤. | ويٺي رات وهامي | ” ” ” |
| ٥. | دلين ديپ جلايا | ” ” ” |
| ٦. | مئڪبيٿ (ترجمو) | حبيب مرزا |
| ٧. | شڪنتلا | رشيد احمد لاشاري |
| ٨. | جڏهن جهونا ڳڙهه جهرندو | ظهور انصاري |
| ٩. | عاشق زهر پياڪ | رشيد ڀٽي |
| ١٠. | ڊزن ڊائيلاگ | محمد اسماعيل عرساڻي |
| ١١. | بد نصيب ٽري | ” ” ” |
| ١٢. | شاهدي | محمد عثمان ڏيپلائي |
| ١٣. | نجومي | ” ” ” |
| ١٤. | واپيڙو | ” ” ” |
| ١٥. | کهوکهو چواڻ | محمد سومار شيخ |
| ١٦. | ڪلوپٽرا (ترجمو) | حبيب بخاري |
| ١٧. | رڃ جا راهي | علي بابا (ريڊيو) |
| ١٨. | گل چنو گرنار جو | آغا سليم (ريڊيو) |
| ١٩. | دريا توتي دانهن | آمر جليل (ريڊيو) |

| | | |
|---|---|---|
| ٢٠. | تمو ڀڻ | علي بابا (ريڊيو) |
| ٢١. | غازي صلاح الدين | ” ” ” |
| ٢٢. | گلن جهڙا گهاءَ | آغا سليم (ريڊيو) |
| ٢٣. | نئين منزل | رشيد صابر (ريڊيو) |
| ٢٤. | آخري رات | ممتاز مرزا (ريڊيو) |
| ٢٥. | دودو چنيسر | آغا سليم (سهڻي) اسٽيج |
| ٢٦. | دولهه دريا خان | ” ” ” |
| ٢٧. | گونگي زال (ترجمو) | الله بچايو لغاري |
| ٢٨. | سونهن ۽ سوداءُ | ” ” |
| ٢٩. | هُو | منظور نقوي |
| ٣٠. | پوت | ” ” |

هن نئين دور ۾، سنڌي مختصر افساني کي وڌڻ ۽ ويجهڻ جو خاص طور وجهه مليو آهي، ڇاڪاڻ ته ورهاڱي کان پوءِ ملڪ جي معاملن ۽ مسئلن ۾ گهڻي تبديلي آئي آهي. ماڻهن جي سمجهه ۽ فهم نئون رخ اختيار ڪيو آهي، ۽ ڪيترائي سماجي ۽ معاشرتي مسئلا سوچ جو موضوع بنيل آهن. ڪيترين ئي پراڻين رسمون، جيڪي ناسور جهڙو روڳ بنجي چڪيون هيون، سي ختم ٿي رهيون آهن، ۽ زماني جون نئيون تقاضائون آسري رهيون آهن. سنڌي اديب به زندگيءَ جي نون قدرن سان واقف ٿي رهيا آهن. اِها حقيقت قابل قبول آهي ته افسانہ نگار اديبن، پين صنفن جي اديبن سان گڏ، پنهنجي قلم جي قوت ذريعي، سنڌ جي عوام ۾ ڪافي حد تائين ذهني انقلاب ۽ جاڳرتا آندي آهي.

افساني جي صنف، آزاديءَ کان پوءِ گهڻي مقبوليت حاصل ڪئي آهي. عوام جي سهڪار توڙي قدرشناسيءَ ڪري، ڪيترن ئي افسانہ نگارن پنهنجا نوان تجربا شروع ڪيا آهن، ۽ نئيون راهون ڀڻ تلاش ڪيون اٿن، جن ۾ هو گهڻي قدر ڪامياب ٿيا آهن. هن دور جو سنڌي افسانو يورپ جي هر سڌريل زبان جي افساني سان همسري ڪري سگهي ٿو.

حاصل مقصد ته هن دور جي ادب ۾ ڪڏهن زميندارن جي ظلم خلاف ته ڪڏهن سرمائيداري ۽ جاگيرداري نظام جي خلاف ڪات ڪهاڙا

ڪنيا ويا آهن، ته ڪڏهن وري غريبن جي آهن ۽ دانهن جو نقشو چٽيو ويو آهي. وڏي ڳالهه هيءَ آهي ته هن دؤر جي ادب ۾ سنڌي ماحول ۽ سنڌي زندگيءَ جي جهلڪ، گهڻي قدر نظر اچي ٿي، جنهن جي مطالعي سان هن علائقي جي اهم فطري خصوصيت، ۽ ان جي سياسي، تاريخي، قومي، سماجي ۽ اقتصادي لاڙن جو پتو پوي ٿو.

موجوده دؤر جي ماحول ۽ ترقي پسند ادب جو ڪيترين خواتين ليکڪن تي به اثر پيو آهي. اهڙن پينرن ۾ بيگم زينت چنا، شمس صديقي، ثريا ياسمين، ثميره زرين، ڊاڪٽر رشيده حجاب، رشيده بلوچ، جميلا نرگس، ماهتاب محبوب، سحر امداد، تنوير جوڻيجو، درشهوار سيد، فهميده ميمڻ، ثريا سنڌي، شبنم موتي ۽ قمر واحد جا نالا ذڪر جي لائق آهن. انهن خاص طرح پنهنجين ڪهاڻين ۽ افسانن ۾ عورتن جون گهرجون، تڪليفون، سماج ۾ عورت جي حيثيت ۽ عورت جي گهرو مسئلن ۽ اخلاقي پهلوئن تي ڪافي ڪجهه لکيو آهي.

افسانوي ادب کان سواءِ هن جديد دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ جي نثر واري حصي ۾ جديد تحقيق جي اصولن موجب تمام سٺا مقالا به لکيا ويا آهن، ۽ ناياب ڪتاب ايڊٽ ڪيا ويا آهن. جن جا مقالا سنڌي زبان کي معياري زبانن جي صف ۾ ويهارين ٿا. پراڻن ۽ تجربيڪار محققن ۾ پير حسام الدين راشديءَ جو نالو سيني ۾ ڀرين وٺي سگهجي ٿو. پير صاحب مقالن کانسواءِ "مڪلي نامه" ۽ "تحفة الڪرام" جهڙن ناياب ڪتابن تي نئين سر نظر وجهي، فارسي ۽ عربيءَ جا ڊار ڊار ڪتاب ڏسي، انهن ۾ سنڌ جي تاريخ جي شوقينن کي ايترو ته مواد ڏنو آهي، جو سنڌ وارا سنڌس هميشه ٿورائتا رهندا. پير صاحب هنن ڪتابن جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي قومي ۽ سياسي تاريخ کي نئين رنگ ۾ پيش ڪيو آهي. اهي ڪتاب پڙهڻ تي مدار رکن ٿا.

ديني ادب جي سلسلي ۾ مولانا غلام مصطفیٰ قاسمي صاحب جا مقالا اعلیٰ معيار وارا آهن. "اٿين زندگي" ۽ ماهي "الرحيم" رسالي ۾ سندس لکيل مقالا سنڌي ادب جي هن حصي جي هڪ لاثاني تاريخ آهن.

مضمون نگاريءَ ۾ الحاج پروفيسر سيد غلام مصطفیٰ شاهه سنڌي ادب

ڪي نثون موڙ ڏنو آهي، سندس مضمون ''استاد''، ''ڪتاب'' ۽ ''عروج و زوال ۽ آسيدن پريا بادل'' بهترين مضمونن جا نمونا آهن.

لوڪ ادب جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جون خدمتون به وسارڻ جهڙيون نه آهن. هن حصي ۾ ڊاڪٽر صاحب سنڌي لوڪ ادب ۽ لوڪ گيتن جي اهميت کان سنڌ وارن کي واقف ڪيو آهي. هر ڪتاب جي منڍ ۾ لکيل مهاڳ اعليٰ معيار وارو آهي. هن ڏس ۾ مناظرا، مولود، لوڪ ڪهاڻيون، ڳيچ، لوڪ گيت، ڍولا مارو، ليلا چنيسر، جي مهاڳ ۾ ڊاڪٽر صاحب جي وسيع مطالعي جو ثبوت ملي ٿو.

اهڙيءَ طرح لطف الله بدوي مرحوم جا مقالا، احسان احمد بدويءَ مرحوم جا مقالا، مولانا غلام محمد گراميءَ جا مقالا، ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جا مقالا، سراج جا مقالا، محرم خان جا مقالا، عبدالجبار جوڻيجي جا مقالا، مير حاجي محمد بخش ٽالپر جا مقالا، حاجي شير محمد نظامانيءَ جا مقالا، ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌيءَ جا مقالا، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جا مقالا، حامد علي خانانيءَ جا مقالا، شمس الدين عرسانيءَ جا مقالا، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل جا مقالا، مرزا اجمل بيگ جا مقالا ۽ الهداد بوهيوءَ جا مقالا، هن دور جا معياري مقالا آهن.

## (٥) سنڌي نثر جا سرچشما

ورهاڱي کان پوءِ آهستي آهستي، ڪيترائي اشاعتي ادارا وجود ۾ آيا آهن، جيڪي نثر جي مختلف شاخن ۾ مسلسل اضافو آڻي رهيا آهن، انهن ۾ ڪي سرڪاري يا نيم سرڪاري ادارا آهن، ۽ باقي گهڻو ڪري انفرادي ڪوشش سان يا خانگي ادبي جماعتن جي سهاري سان ڪم ڪري رهيا آهن. ڪيترائي مثلا ادارا جيڪي ورهاڱي کان پوءِ جلد وجود ۾ آيا، انهن مان ڪي ادارا اڃا به خدمت ڪري رهيا آهن ۽ ڪي ختم ٿي ويا آهن. اڳيئن ٿوري هاڻوڪن مڙني ادارن جو تفصيل تمام طويل ٿيندو، تنهن ڪري مکيه مکيه ادارن جو مختصر احوال ڏجي ٿو:

## (الف) سنڌي ادبي بورڊ:

سنڌي زبان جو هيءُ سڀ کان وڏو علمي، ادبي ۽ ثقافتي ادارو آهي، جيڪو پاڪستان ٿيڻ کان اڳ، تڏهوڪيءَ سنڌ سرڪار جي سرپرستيءَ سان برپا ٿيو، پر اُن جي اشاعتي پروگرام ورهاڱي کان پوءِ، ١٩٥٤—١٩٥٥ع کان وٺي عمل ۾ آيو. اهڙيءَ طرح، گذريل سالن اندر هي عظيم ادارو ٽن سون کان وڌيڪ تعداد ۾ چونڊ ڪتاب شايع ڪري چڪو آهي. ورهاڱي کان اڳ، ''سنڌي ساهت مرڪزي صلاحڪار بورڊ'' جي نالي سان هن اداري پاران ماهوار رسالو ''سهراڻ'' شايع ٿيندو هو، جيڪو 'بورڊ' جي نئين دور ۾، ١٩٥٥ع کان وٺي، هر ٽئين ٽئين مهيني شايع ٿيندو رهي ٿو. پهرئين دور ۾، مرحوم عثمان علي انصاري بورڊ جو سيڪريٽري هو، ۽ پين سکيه ڪم ڪندڙن ۾ سرگواسي لالچند امرڏنو مل، مرحوم مولوي دين محمد 'وفائي'، مرحوم دائودپوٽو صاحب، مرحوم سيد ميران محمد شاهه ۽ پروفيسر هرومل سدارنگاڻي هئا. اُن وقت هيٺيان ڪتاب پڻ شايع ٿيا: (١) طلسم، (٢) ابيات سسئي، (٣) سير ڪوهستان، (٤) بدنصيب ٿري، (٥) ادبي انتخاب، (٦) شاهه جي ورسي ۽ (٧) محمد رسول الله. ١٩٤٧ع ۾، ورهاڱي کان پوءِ، ڪن مکيه هندو ڪارڪنن جي لڏي وڃڻ سان، بورڊ عملي طرح ڪجهه وقت لاءِ ختم ٿي ويو. پر جلدئي ١٩٥١ع ۾، پاڪستان سرڪار جي مالي مدد سان، اهو ادارو نئين سر ''سنڌي ادبي بورڊ'' جي نالي سان ڪم ڪرڻ لڳو.

سنڌي ادبي بورڊ وٽ، سنڌي ادب ۽ زبان جي سلسلي ۾، ڪيترين جامع رٿائون آهن، جن تي درجي بدرجي باضابطي عمل ڪيو پيو وڃي. اُنهن سان سنڌ جي مڪمل تاريخ، سنڌي لوڪ ادب، سنڌي ٻوليءَ جي جامع لغات ۽ شاهه جي ڪلام جي تحقيق جهڙيون رٿائون مکيه آهن. انهيءَ سلسلي ۾، سمورين رٿائن هيٺ، مختلف مرحلن تي ڪم ٿي چڪو آهي. تاريخ تي ٻه انگريزي ۽ ٻه اردوءَ ۾ ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن، جن سان ٻه سنڌيءَ ۾ آندا ويا آهن ۽ باقي پيا ٻه سنڌيءَ ۾ آندا ويندا. تاريخ جي رٿا هيٺ، سمورا ڪتاب، سنڌيءَ سان گڏ، انگريزي ۽ اردوءَ ۾ پڻ شايع ڪرڻا آهن. سنڌ تي فارسي زبان ۾

لکيل تاريخون مڪلي نامو، تحفةالڪرام، تاريخ معصومي، چچ نامو، ترخان نامو ۽ ٻيا ڇپجي چڪا آهن. لوڪ ادب جي جملي چاليهن جلدن مان، هن وقت ۳۷ ڪن ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن ۽ باقي ڇپائيءَ هيٺ آهن. اهڙيءَ ريت، شاهه جي ڪلام جو هڪ نسخو سنڌيءَ ۾ ۽ انتخاب انگريزيءَ ۾ ڇپايا ويا آهن. ادبي بورڊ گھڻو ڪري سنڌيءَ جي سمورن بنيادي شاعرن جو ڪلام شايع ڪري چڪو آهي. جيتري قدر نثر جو تعلق آهي، خالص علمي ۽ تاريخي تصنيفن کان سواءِ، افسانا، ناٽڪ، ناول ۽ ٻين مختلف صنفن ۾ بورڊ ڪيترائي قيمتي، ضخيم ۽ مفيد ڪتاب، اصلوڪا توڙي ترجمو ٿيل، شايع ڪري چڪو آهي. بورڊ جي ڇپايل ڪتابن سنڌي نثر ۾ تمام گھڻو اضافو ڪيو آهي ۽ سنڌي عبارت ۾ ڪافي وسعت آئي آهي. بورڊ جي رسالي ''مهراڻ'' به انهيءَ سلسلي ۾ گھڻو ڪم ڪيو آهي.

## (ب) انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي:

هيءُ علمي ادارو، سنڌ يونيورسٽيءَ جي نگرانيءَ هيٺ، ۱۹۶۳ع ۾ قائم ٿيو. پهرين ان جو نالو ''سنڌي اڪيڊمي'' رکيو ويو هو، پر ۱۹۶۶ع ۾ آن جي پروگرامن ۾ وسعت آئي، آن کي ''انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي'' جو نالو ڏنو ويو.

هن اداري جون رٿائون هاڻ علمي صورت ۾ نروار ٿي رهيون آهن. علمي ۽ ثقافتي لحاظ کان، سنڌي ادبي بورڊ کي ڇڏيندي، هي سڀ کان اهم ۽ خاص ادارو آهي، جنهن جي پروگرامن جو دائرو بيحد وسيع آهي. مختصر طرح هن انسٽيٽيوٽ جا ڪم هن ريت آهن:

(۱) سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل، سنڌ جي علم ادب، تاريخ ۽ تمدن سان تعلق رکندڙ، هر قسم جا ڪتاب، ڇپيل توڙي قلمي، گڏ ڪرڻ. انهيءَ سلسلي ۾ هن اداري ۾ هڪ وڏي لئبرري قائم ڪئي ويئي آهي. انهن ۾ مختلف صنفن، موضوعن ۽ زبانن جا ڪتاب شامل آهن.

(۲) هڪ مرڪزي ثقافتي ميوزيم قائم ڪيو ويندو، جنهن ۾ سنڌ جا ڇپيل اڻ ڇپيل نقشا، اڻ لڀ ڪتابن جا عڪس ۽ مائڪرو فلمون، هر ميدان جي ڏٺل توڙي موجود اهم شخصيتن جون تصويرون رکيون

ويندي. هن حصي ۾ سنڌ جا مختلف لباس، رهڻي ڪهڻيءَ جو سامان وغيره گڏ ڪيو ويندو. هن حصي ۾ آواز جي لائبرري به قائم ڪئي ويئي آهي، جنهن ۾ بزرگن جي آواز جا رڪارڊ، سنڌي راڳ ۽ سنڌي راڳيندڙن توڙي سازن ۽ سازيندڙن جا يادگار رڪارڊ، سنڌي لباس، ڀرت، اوزارن، ٿانون، گهرو هنرن ۽ ٻين مڙني ثقافتي اهميتن جون مثالي شيون موجود رکيون وينديون.

(٣) تصنيف ۽ ترجمو ڪيل ڪتابن جو اشاعتي سلسلو جاري رکڻ:- هن پروگرام ۾ قديم تاريخي مآخذن، اهم علمي تحقيقي تصنيفن سان گڏ، جديد ادب جي اشاعت به شامل آهي. هيستائين هن اداري طرفان ٣٧ ڪتاب ڇپايا ويا آهن.

(٤) ڪتابي نمائشون، ادبي ڪانفرنسون، راڳ جون محفلون، ڊراما ۽ ٻيا ثقافتي ميڙ ڪرڻ.

مٿين ڳالهين کي ڏسندي، چئي سگهجي ٿو ته جيڪڏهن رٿيل پروگرام کي، سليقي سان عمل ۾ آندو ويو ته هيءُ انسٽيٽيوٽ، لاشڪ ته سنڌي ٻوليءَ ۽ ثقافت جو مرڪزي نشان بڻجي ويندو.

## (ب) شاهه وليءَ الله اڪيڊمي، حيدرآباد:-

هي ادارو وسيع پيماني تي اشاعتي پروگرام رکي ٿو، ۽ امام الهند، شاهه ولي الله رحہ جي تعليمات تي علمي ۽ تحقيقاتي ڪم ڪرڻ سندس مقصد آهي. انهيءَ سلسلي ۾، سنڌي توڙي انگريزي ۽ اردوءَ ۾ ڪتاب شايع ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي. سنڌي ۾ هن اداري طرفان ١٩٦٦ع کان ”الرحيم“ نالي سماهي رسالو جاري ڪيو ويو آهي، هن اداري سنڌي زبان ۾ ڪافي ڪتاب ميدان ۾ آندا آهن.

## (پ) پاڪستان سرڪار جو اشاعتي کاتو:-

سرڪار جي هن اشاعتي شعبي طرفان سڀني پاڪستاني ٻولين ۾ رسالا جاري ڪيل آهن ۽ انهن جو ادبي مواد ڪتابي صورت ۾ به شايع ڪيو وڃي ٿو. سنڌيءَ ۾ ماهوار رسالو ”نئين زندگيءَ“ آڪٽوبر ١٩٤٨ع کان شايع ٿي رهيو آهي ۽ ڪجهه سالن کان هن رسالي جو چونڊ مواد ڪتابي صورت ۾ پيش ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ (i) مهراڻ جون

سوجون، (ii) مهراڻ جا موتي، (iii) مهراڻ جا ماڻڪ، (iv) مهراڻ جون ڇوليون، (v) شاعرن جو سرتاج، (vi) سچل سرمست، (vii) پڳنر پري آڪاس، (viii) سنڌي افسانا هيستائين شايع ٿي چڪا آهن.

### (ت) سنڌي ادبي سوسائٽي، ڪراچي:-

ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم جي سعيي سان هي ادارو ١٩٥١ع ۾ برپا ٿيو. ڊاڪٽر صاحب ”گل خندان“ ۽ ”ڪلام گرهوڙي“ هن سوسائٽيءَ طرفان ڇپائي شايع ڪيا. ڪافي پوءِ مرحوم سيد ميران محمد شاهه هن سوسائٽيءَ جو روح روان هو ۽ ان وقت ڊاڪٽر صاحب مرحوم جي خود نوشت سوانح عمري، ”منهنجي آتم ڪهاڻي“، شايع ڪئي ويئي. هن وقت بيگم خديجه دائودپوٽه ان جي نگران آهي، جنهن سوسائٽيءَ طرفان عورتن جو ماهوار رسالو ”اديون“ ١٩٦٦ع کان جاري ڪيو آهي، ۽ ڪاميابيءَ سان هلائي رهي آهي.

### (ٿ) جمعيت الشعراء سنڌ:-

سنڌي شاعرن جي هيءَ جهوني جماعت آهي، جنهن ڪنهن وقت ۾ چڱي علمي خدمت ڪئي ۽ ڪي قابل قدر تصنيفون به شايع ڪيون، پر جلد ئي ان جو اشاعتي سلسلو ختم ٿي ويو. ”رهنماء شاعري“ ٽي ڀاڱا ۽ ”بلبل سنڌ“ هن اداري جا اهم ڪتاب آهن.

### (ٽ) مهراڻ پبلشنگ ڪمپني:-

هن اداري ... جي بزرگ اديب ۽ اهل قلم، مولانا دين محمد ’وفائي‘ جو ڪتاب ”لطف اللطيف“ شايع ڪيو، جو شاهه لطيف تي هڪ اهم تصنيف آهي. شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب هن اداري جو روح روان هو. هن وقت اهو ڪتاب ٻيهر ڪراچيءَ سان ”وفائي پبليڪشن“ پاران ڇپائي شايع ڪيو ويو آهي.

### (ث) انجمن علم و ادب، هالا:-

جناب مخدوم محمد زمان ”طالب المولا“ جي سرپرستيءَ ۾ هن اداري طرفان اڳي ماهوار ”فردوس“ رسالو نڪرندڙ هو، جنهن نمايان ادبي خدمت سرانجام ڏني. هن وقت اهو ادارو ختم ٿي چڪو آهي.

## ( ث ) سنڌي سڌار سوسائٽي، لاڙڪاڻو:-

هن جماعت پاران ''اديب سنڌ'' رسالو نڪرندو هو، جنهن ۾ ادب ۽ فن بابت معلوماتي ۽ تنقيدي مضمون ۽ مقالا شايع ٿيندا هئا. هن وقت اهو ادارو ختم ٿي ويو آهي.

## ( پ ) سنڌي ادبي سنگت:-

سنڌ ۾ جي جديد ادبي شاعرن ۽ اديبن جي هن تنظيم جي مختلف شهرن ۾ قائم ڪيل شاخن طرفان، وقت بوقت ڪتابي سلسلا هلايا وڃن ٿا. ڪراچي، سکر، جهول، نوابشاهه وغيره شاخن ڪجهه ڪتاب ڇپائي شايع ڪيا آهن.

## ( ج ) اداره آواز ادب، حيدرآباد:-

هي خالص اشاعتي ادارو هو، هن اداري نثر جي مختلف صنفن ۾ ڪافي ڪتاب ڇپايا. هاڻ هي ادارو بند ٿي چڪو آهي.

## ( ج ) اداره ادب نو، حيدرآباد:-

هي به هڪ خاص اشاعتي ادارو آهي، جنهن افسانن جا ڪجهه مجموعا شايع ڪيا آهن.

## ( ڃ ) جيلاني پبليڪيشنس، بدين:-

هن اداري جو پهرين ''لطيف پبليڪيشن'' نالو هو. هن اداري ڪافي ڪتاب ڇپايا آهن. ''بدين پبليڪيشن'' ۽ ''ساگر پبليڪيشن'' جي نالي سان ڪجهه ڪتاب ڇپايا، ۽ پوءِ ''جيلاني پبليڪيشن'' جي نالي ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. هن اداري افسانن جا ٻه مجموعا ڇپايا آهن. ''انڌيرو ۽ اجالو'' ۽ ''تنهنجون ڳالهيون سڄڻ''. هن اداري چاليهارو ڪتاب ڇپايا آهن.

## ( ڃ ) سنڌي ڊراما پبليڪيشن، حيدرآباد:-

هي ادارو صرف سنڌي ڊرامن جي اشاعت جو مقصد رکي ٿو، ۽ هيستائين پنج ڊراما ڪتابي صورت ۾ شايع ڪري چڪو آهي.

## ( ڄ ) سنڌي ادب گهر، ڪراچي:-

هن اداري طرفان پروفيسر نارائڻداس ميوارام ڀمياڻي صاحب جو مشهور ناول، ''غريبن جو ورثو'' ۽ انگريزيءَ ۾ هالڪين صاحب جي

”وائيٽ پرافيٽ“ جو سنڌي ترجمو، هيرانند سوڀراج ميرچنداڻي صاحب ”انصاف“ جي نالي سان ڪيل، ڇپايا ويا آهن.

**( ح ) ادارهٔ انسانيت حيدرآباد:-**

هي ادارو ڊيلاڻي صاحب قائم ڪيو. هن اداري ”پيغام لطيف“، ”ڏکڻ مان ٿو سج اڀري“، ”چار داڻا“، ”ڪنول ڪلي“، ”راحت ڀري ڀري زندگي چمڪندڙ زندگي“، ”هاريءَ جي سجاڳي“ ۽ ٻيا ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪيا.

**( خ ) اسلاميہ دارالاشاعت حيدرآباد:-**

هي ادارو بہ ڊيلاڻي صاحب قائم ڪيو. هن اداري طرفان ”انور پاشا“، ”١٨٥٧ع“، ”جهاني گڏي“، ”ڊاڪٽر“ (ناٽڪ)، ”ڏڪار“ (ناٽڪ) ۽ ٻيا ڪتاب ڇپايا ويا.

**( د ) زندگي پبليڪيشن، حيدرآباد:-**

هن اداري طرفان ماهوار ”روح رهاڻ“ رسالو نڪرندو هو ۽ جديد افسانن جا ٻہ مجموعا، ”پشو پاشا“ ۽ ”آبحيات“، ۽ ٻہ ناول، ”راتيون جاڳن جي“ ۽ ”اداس واديون“، بہ شايع ٿيا. هي ادارو پوءِ بند ٿي ويو.

**( ڌ ) ادبيات پبليڪيشن، حيدرآباد:-**

هي ادارو هاڻ ختم ٿي چڪو آهي ۽ ان جو پهريون ڪتاب مشهور فرينچ اديب، البيئر ڪاميو، جي ناول ”فال“ جو سنڌي ترجمو ”زوال“ جي نالي سان شايع ٿيو آهي.

**( ڏ ) ادارهٔ سنڌي ادب، ٽنڊو محمد خان:-**

هن اداري گهڻي خدمت ڪئي ۽ ڪافي تعداد ۾ اصلوڪا ۽ ترجمو ڪيل ڪتاب شايع ڪيا.

**( ڊ ) سنڌي زبان پبليڪيشن، حيدرآباد:-**

هي ادارو لسانيات جي شاخ ۾ پنهنجو پهريون ڪتاب، ”سنڌي صورتخطي“ شايع ڪري چڪو آهي، ۽ سندس ٻي اشاعت هيءُ ڪتاب ”سنڌي نثر جي تاريخ“ آهي، ۽ ٽين اشاعت ”ادبي اوسر“ آهن.

**( ڍ ) اسماعليہ ائسوسيئيشن، ڪراچي، پاڪستان:-**

هيءَ اسماعيلي فرقي جي تنظيم آهي، جنهن جي طرفان امام الزمان

ڇپا پاڪ ارشاد سنڌيءَ ۾ ماهوار ”فرمان بلين“ جي عنوان سان شايع ٿيندا آهن، ۽ ڪيترائي مذهبي ڪتاب به ڇپايا ويا آهن. اداري طرفان اسماعيلي عقيدي جي اثناعشري امام، سر سلطان محمد شاهه آغا خان ٽئين جي ”خود نوشت سوانح عمري“ ۽ ”تاريخ امامت“ مکيه ڪتاب شايع ڪيل آهن. اهڙا ڏهاڪو کن ڪتاب هن اداري ڇپايا آهن.

## (ذ) انجمن اماميه، سنڌ، حيدرآباد:-

هيءَ اثناعشري شيعه فرقي جي تنظيم آهي، جنهن جي طرفان هفتيوار اخبار ”پنجتن“ نڪرندڙ آهي، ۽ مذهبي ڪتاب پڻ شايع ڪيا ويندا آهن.

## (ر) حبيب پبليڪيشن، سکر:-

هيءَ ادارو ۱۹۴۸ع کان ۱۹۵۰ع تائين، ۽ ابتدائي سال هلي، ختم ٿي ويو. هر ان وچ ۾ ڪي چڱا ڪتاب شايع ڪري سگهيو. جهڙوڪ: شيخ اياز جا افسانا، شيخ اياز جا نظم، وغيره.

## (ڙ) سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ:-

هي ادارو تازو قائم ٿيو آهي. هن وقت تائين هن اداري ٽن سو کان مٿي نصابي ڪتاب ڇپايا آهن.

## (ز) شاهه لطيف ثقافتي مرڪز:-

هيءَ ادارو لطيف سائينءَ جي سوانح ۽ ڪلام جي سلسلي ۾ ڪتاب ڇپائيندو رهيو آهي. هن اداري طرفان پندرهن کن ڪتاب ڇپايا ويا آهن.

## (س) زيب ادبي مرڪز:-

هن اداري طرفان اڄ تائين ويهارو ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. ڪجهه جا نالا هيءَ آهن: ٻاڏو سوئي سنڌي ٻهلاين جا ٻول، لاڙ جي لغت، سنڌي ٻوليءَ جو بنياد، خواب ناما، ادب ۽ تنقيد، وڇون وسڻ آئيون، سُرَ ڏهر، عبرت ڪده، پٿر تي لڪير، ماڻو جي ملڪ ۾، غريبن جو وارث، اڪانامڪس پارٽ پهريون ۽ ٻيو.

مٿين ادارن کان علاوه سنڌي رائيٽرز ڪوآپريٽو سوسائٽي، عباسي ڪتب خانا، سنڌ سائنس سوسائٽي، سنڌي اڪيڊميءَ طرفان وڏي خدمت ڪئي وئي آهي. اهڙيءَ طرح ڪيترائي ڪتاب انفرادي طرح شايع ٿيا آهن، جيڪي معيار توڙي تعداد جي لحاظ کان ڪافي اهميت وارا آهن.

مثال طور ڊاڪٽر نبي‌بخش خان بلوچ جو ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“، شيخ اياز جو ڪتاب ”جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاڙي“، اياز قادريءَ ٻي افسانن جو مجموعو ”بلو دادا“ وغيره.

مختلف شهرن ۾ ڪتابن جو ڪاروبار ڪندڙ وڏا ناشر ٻي تجارتي نوعيت جي تصنيفن سان گڏ، ادبي‌مواد جا ڪتاب به شايع ڪري رهيا آهن. اُنهن ۾ حيدرآباد جا آر. ايچ. احمد برادرس، آر. ايم. فتح برادرس، دين دنيا بڪ ڊيو، آزاد بڪ ڊيو، ايجوڪيشنل بڪ‌ڊيو، زيب ادبي مرڪز، سنڌي اڪيڊمي وغيره، مکيه ڪاروباري ادارا آهن.

گهڻوڪري سڀني شهرن جي ڪاليجن ۾، ۽ سنڌيونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾، سنڌي ادبي مجلسون يا سوسائٽيون قائم ڪيل آهن، جن سان ڪي ٻنهنجون ساليانيون مخزنون ته ڪي ڪتاب شايع ڪن ٿيون.

سنڌي ڪتابن جي اشاعت جي سلسلي ۾ سرڪاري، نيم‌سرڪاري، جماعتي توڙي انفرادي ڪوشش سان جيڪو ذخيرو موجود ٿي چڪو آهي، يا ٿي رهيو آهي، تنهن جو تفصيل بهرحال تمام طويل آهي، ۽ مٿي رکيو مختصر نمونو چند نالا ڳڻايا ويا آهن، جن سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌي ادب جي ميدان ۾ خاطرخواهه اضافو اچي رهيو آهي. شعر کان علاوه افسانو، ناول، ناٽڪ، تنقيد، تاريخ، لسانيات، لوڪ ادب ۽ ٻين اڪيچار صنفن ۽ موضوعن ۾ سنڌي نثر جو ذخيرو ڏينهون ڏينهن وڌندو رهي ٿو.

## (٦) سنڌي نثر جون خصوصيتون:

نثر ۽ نظم ۾ لفظي ويهڪ، مضمون ۽ اصليت جي لحاظ کان بنيادي فرق آهي. شعر ۾ موزونيت سان گڏ، آهي خيال ۽ جذبا ظاهر ڪري سگهجن ٿا، جي ٻنهنجي سونهن، ترنم ۽ بيساختگيءَ جي ڪري، پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ جي جذبن کي متاثر ڪن ٿا. اُن جي مکيه خاصيت آهي نازڪ خيالي ۽ جذبي جي اُڌل، جيڪا تمام اختصار سان لفظن ۾ ادا ٿئي ٿي. اُن جهڙ ڀيٽ ۾، نثر ۾ بيان ۽ تفصيل جي گنجائش ٿئي ٿي، جنهن ڪري ان ۾ شعر جو وزن نه پيدا ٿئي. تنهن هوندي ۽ نثر ۾

خيال جي بلنديءَ ۽ عبارت جي رنگيني ان حد تائين پيدا ٿي سگهي ٿي جو اها انساني جذبي کي شعر وانگي ئي متاثر ڪري ٿي، ۽ اهڙي نثر جون حدون شعر سان وڃيو ملن. اهڙيءَ حالت ۾، وزن جي خصوصيت کان سواءِ، نثر ۽ نظم جو ڪوبه فرق ڪو نظر اچي. نثر جي اها اعلى لياقت آهي، جنهن اجڪلهه ان جي ارتقا اچي پيئي آهي. ان قسم جي ادبي نثر کان علاوه، نثر جا ڪيترائي ڪشادا ميدان آهن، ۽ مختلف ضرورتن جي بنياد تي، عبارت آرائيءَ جا مختلف اسلوب قائم ٿي ويا آهن. نظم جي مقابلي ۾، نثر لکڻ ڪري به آسان آهي، جو نظم ۾ عروض يا چند جي قاعدن جي پابندي ڪرڻي پوي ٿي، پر نثر ۾ اها پابندي ڪانهي، جنهن ڪري معمولي استعداد وارو به نثر ۾ آسانيءَ سان دلي مفهوم ادا ڪري سگهي ٿو. هيءَ هڪ مڃيل حقيقت آهي ته ڪنهن به ٻوليءَ جي علمي ۽ ادبي سرمايي جو اندازو، ان ٻوليءَ جي نثر ۾ لکيل ڪتابن جي موجودات مان لڳايو ويندو آهي. دنيا ۾ انيڪ علم آهن، ۽ انهن جي مڪمل ڄاڻ لاءِ شعر وارو اختصار نه، بلڪ نثر وارو تفصيل درڪار آهي. عام ڳالهين کي چڱيءَ طرح بيان ڪرڻ ۽ سمجهائڻ، ۽ عقل جي مدد سان حياتيءَ جي مختلف پاسن کي جاچڻ لاءِ نثر ئي زياده ڪارگر آهي. لکندڙ پنهنجي مشاهدي ۽ مطالعي جو ڀرپور ۽ مدلل عڪس، پڙهندڙن جي دماغ تي نثر جي وسيلي ئي آڇلي ٿو سگهي.

ڪنهن به زبان جي نثر جي خصوصيتن جي بيان کان اڳ، ان زبان جي خصوصيتن کي جاچڻ گهرجي ته آيا اهڙي قسم جو نثر پيدا ڪندڙ زبان اهڙيون خصوصيتون پاڻ ۾ رکي ٿي يا نه؟ ڪنهن به قوم يا ملڪ جي علم ادب، ان جي خوبين ۽ ڪماليت جي معلوم ڪرڻ جو وسيلو ٻولي ئي آهي. انهيءَ سبب کان، اول ڏسڻ گهرجي ته سنڌي زبان انهن خصوصيتن جي مالڪ آهي يا نه، جن جي بنا تي ان کي هڪ ادبي زبان شمار ڪري سگهجي.

انهيءَ سوال جي جواب لاءِ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو دليل ڪافي وزندار آهي، جنهن ۾ پاڻ ڄاڻايو اٿس:

”سنڌي هڪ سهڻي، سندر ۽ سلوڻي ٻولي آهي. منجهس هڪ

معنيٰ لاءِ گهڻا لفظ، ۽ هڪ لفظ جون گهڻيون معنائون موجود آهن. منجهس جذبن جي اظهار جا اسباب ۽ اوزار به چڱا چوکا لين ٿا. سنڌي صلح ڪُل، صلح پسند، ملنسار ۽ هر دلعزيز زبان آهي. هن آسپاس ۽ آڙي پاڙي سان هميشه چڱو رهاڻو آهي، ۽ سهڻو سلوڪ رکيو آهي. منجهس عربي، فارسي ۽ بيشمار ترڪي لفظ پيل آهن، جي اصل سڃاڻڻ ۾ نٿا اچن ته آهي ڪي ڌاريا لفظ آهن.

”سنڌي ڪافي ڪشادي زبان آهي. هوءَ هر ڪنهن علم جي ترجمي لاءِ تيار آهي. هن ۾ علمي، فلسفي، منطقي، حڪمتي، ڪيميائي ۽ سائنسي اصطلاح موجود ٿي سگهن ٿا. حاصل مطلب ته سنڌي هڪ ڪشادي ۽ ادبي زبان آهي. انهيءَ ڪري سنڌي زبان ۾ لکيل نثر به خوبين کان خالي نه هوندو. غم، خوشي، جوش ۽ ڪاوڙ واريءَ حالت ۾ اهڙو ئي مضمون ڪم آيل هوندو، جنهن کوبه غيرسوزون لفظ استعمال ٿيل نه هوندو. جنگ جي بيان ۾، جنگ سان لاڳاپو رکندڙ ڳالهين جو ذڪر هوندو ۽ بهادريءَ واري انداز ۾ هوندو. تاريخي مضمون جي حالت ۾ پوليءَ کان تاريخي انداز بيان وارو ڪم ورتو ويو هوندو، ۽ نه شاعرانه انداز ۾ تاريخ جو وستار ڪيو. سياسي مضمون جي حالت ۾، سنجيده ۽ مُدبرانه طرز تحرير هوندي، ۽ نه ظريفانه انداز“ (۱).

سنڌي نثر انهن سڀني خوبين کان، جيڪي مٿي بيان ڪيون ويئيون آهن، خالي نه آهي. سليس لفظ، جيڪي نثر جي مضمون کي زور ٿا وٺائين، ۽ اصطلاح، پهاڪا، چوڻيون، تشبيهون، استعارا، ڪنايا، خيال جي بلندي، اصليت، فطرت نگاري، روح ۽ جذبو، جي نثر جي سينگار جا سامان آهن، تن سان سنڌي نثر مالامال آهي.

---

(۱) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي: ”آفتاب ادب“، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ۱۹۵۱ع، ص ۲۱.

سنڌي نثر ۾ هر قسم جو مضمون لکي سگهجي ٿو، ۽ منجهس هر طرز جو مواد ملي ٿو. ناول ۽ ڊراما، قصا ۽ ڪهاڻيون، سائنس، حڪمت، فلسفي ۽ تاريخ جا دفتر، سلوڪ ۽ معرفت جا بيان، لغت ۽ لسانيات جا قاعدا، انشاپردازيءَ جا شهڪار، واپاري قبوليتون ۽ قانوني دستاويز، سياسي ۽ سرڪاري معاملا بندين، ڪورٽن جا فيصلا ۽ رودادون، هنر ۽ حرفت، تعليم ۽ تربيت، تحقيق ۽ معلومات جا تفصيل مطلب ته سنڌي نثر ۾ علم ۽ بيان جي هر ڪا شاخ موجود آهي. هن ڏس ۾ هزارين ڪتاب ترجمو، تاليف ۽ تصنيف ڪيا ويا آهن. دنيا جي بهترين تصنيفن ۽ بهترين مصنفن کي سنڌيءَ ۾ متعارف ڪرايو ويو آهي. انگريزي، روسي، فرينچ، جرمن، عربي، فارسي، ترڪي، هندي، اردو، بنگالي، سنسڪرت، گجراتي ۽ ٻين زبانن ۾ لکيل اعليٰ پايي جا ڪتاب سنڌي زبان جو ويس اختيار ڪري چڪا آهن. مها ڀارت، رامائڻ، گيتا، انجيل، زبور، توريت ۽ قرآن شريف جهڙا عظيم ۽ مقدس ڪتاب سنڌي ترجمي ۾ اچي چڪا آهن. ٽالسٽاءِ، ڪاليداس، ٽئگور، حافظ، خيام ۽ روميءَ جهڙين عظيم مشرقي شخصيتن جي فڪر ۽ فلسفي تي سنڌيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب لکجي چڪا آهن. شيڪسپيئر، ڊانٽي، اسڪاٽ، ميري ڪاريلي، ڪانندائيل، ڊڪنس، ڪارلائل، ابسن ۽ ٻين عظيم مغربي دانشورن، اديبن، عالمن ۽ ماهرن جا فلسفيانہ خيال، افسانا، ناول، ڊراما ۽ مضمون سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن. افلاطون ۽ ارسطوءَ کان وٺي، بيڪن، جانسن، غزالي، شاهه وليالله ۽ ٻين مفڪرن جا خيال سنڌيءَ ۾ سمائجي چڪا آهن. حاصل مطلب ته دنيا جي مشهور ٻولين ۽ نامور اديبن جون بهترين تصنيفون، ترجمو ٿي سنڌي علم ادب جو حصو بنجي ويئيون آهن.

ناول، ڊرامي، افساني ۽ ٻين صنفن کان سواءِ، مذهبيات، اخلاقيات، سياسيات، اقتصاديات، معاشيات، وغيره تي به سنڌيءَ ۾ مستند مواد ملي ٿو. قرآن پاڪ جو ڀريون ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪيو ويو هو. ديني بزرگن ۽ اڪابرن جا احوال توڙي پيغمبرن جا حالات سنڌي نثر ۾ آندا ويا آهن. پيغمبر اسلام صہ کان وٺي حضرت عيسيٰ، حضرت موسيٰ، حضرت ابراهيم ۽ ٻين پيغمبرن سميت خلفاءِ راشدين، امامن ۽ اصحابن جا احوال به سنڌي

نثر ۾ اچي چڪا آهن. مطلب ته سنڌي نثر ۾ شري ڪرشن، شري رامچندر، مهاتما گوتم ٻڌ، گرونانڪ، ڪبير، رومي، سعدي، حافظ، بو علي سينا، ابن خلدون، امام غزالي، توڙي ٻين رشين، صوفين، حڪيمن ۽ شاعرن جي حياتين ۽ ڪارنامن جا بيان قلمبند ٿيل آهن.

سنڌي نثر جي تاريخي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته ٻين ٻولين جي نثر وانگر، سنڌي نثر ۾ به هر دور ۾ ڌار ڌار خصوصيتون نمايان ٿينديون رهيون آهن. ڪنهن دور ۾ وندر ۽ سکيا جو مقصد، ته ڪنهن دور ۾ اخلاق ۽ مذهب جو مقصد، ادب تي اثرانداز رهيو آهي. اها طئي شده حقيقت آهي ته علم ادب حياتيءَ جو تفسير آهي، زندگي هر زماني ۾ ماحول جي تقاضائن سان بدلبي پئي رهي آهي، ۽ ادب به ان سان گڏ ماحول ۽ زماني جي گهرجن آهر تبديل ٿيندو رهيو آهي. سنڌي نثر جون خصوصيتون، ان ڪري، موضوع ۽ زبان جي استعمال ۾ ڌار ڌار حيثيت رکن ٿيون، جن جو ذڪر اڳتي ايندو.

## (۷) موضوع:

سنڌي ادب ۾، ۱۸۷۹ع واريءَ زبردست هلچل کان پوءِ، نثر گهڻي انداز ۾ وجود ۾ آيو، ۽ عام ماڻهن جي رواجي زندگيءَ جو رنگ ادب جي اُفق تي چٽائيءَ سان ظاهر ٿيو. سماج جي اوڻاين، مذهبن جي غلط ڪارين ۽ ٻين اهڙين ڳالهين جو عڪس نثر ذريعي ناولن ۽ ڊرامن ۾ ظاهر ٿيڻ لڳو. اڳتي هلي، قومي سڌاري واريءَ تحريڪ (۱۹۰۵ع) جو ماحول سان گڏ، سنڌي ادب تي به اثر ٿيو. زندگيءَ جي ڪشمڪش وڌڻ لڳي، ۽ ماڻهن کي فرصت گهٽ ملڻ لڳي، جنهن ڪري ناول ۽ ڊرامي سان گڏ مختصر ڪهاڻيءَ کي وڌيڪ اهميت ملي. نوجوان اديب جيڪي اڳئين دور وارين ترجمو ڪيل توڙي اصلوڪين آکاڻين جو چڱو آزمودو پرائي چڪا هئا، سي هاڻي پنهنجن ذاتي تجربن ۽ مشاهدن کي ڪهاڻين ۾ پلٽائڻ لڳا. ان طرح ڪيترين ئي طبعزاد ڪهاڻيون لکيون ويئيون جي سادن، صاف ۽ زوردار لفظن، اصطلاحن ۽ ٻين خوبين جي لحاظ کان گهڻي قدر معياري هيون. هن دور جي ڪهاڻين

۾ مقامي رسمن ۽ رواجن کان سواءِ، زندگيءَ جي هر پهلوءَ جو عڪس پيش ڪيل آهي. سنجهن اصليت ۽ حقيقت جو بيان آهي. آنهن ۾ زندگيءَ لاءِ آتي، لئي ۽ اجهي جهڙين ضروري شين جو ذڪر گهٽو آهي. هن دور جي ڪهاڻيءَ ۾ مزدورن، هارين ۽ پين محنت ڪش ماڻهن سان خاص طور همدردي ڏيکاري ويئي آهي. ساڳئي زماني ۾، خلافت تحريڪ ۽ ٻيءَ عالمگير جنگ جي حالتن جو اثر هتي جي ملڪي ماحول سان گڏ علم ادب تي به ٿيو. آزاديءَ جي تحريڪ، قومي ۽ وطني جذبي، هندن جي اکنڊ ڀارت لاءِ ڪوشش، ۽ مسلمانن جي پاڪستان لاءِ جدوجهد، سنڌي ادب ۾ نوان موضوع، نوان قدر ۽ نئين نظر پيدا ڪئي. پر ساڳئي وقت، هندو مسلم اتحاد جي ڪوشش به، ادب جو وسيلو اختيار ڪيو. انهن مڙني تحريڪن جو عڪس ان وقت جي ڪهاڻين ۾ نظر اچي ٿو.

۱۹۴۰ع ۾ سنڌ ۾ مسلم ليگ جو بنياد پيو. ان کان پوءِ ترت يعني ۱۹۴۲ع ۾ ڪانگريس طرفان انگريزن خلاف ڪئٽ انڊيا جي تحريڪ هلائي ويئي. ڪانگريس 'اکنڊ ڀارت' ۽ مسلم ليگ 'پاڪستان' جو مطالبو ڪيو. انهن ٻنهي تحريڪن جو برصغير سان گڏ سنڌ جي سياسي، سماجي، توڙي ادبي دنيا تي گهٽو اثر ٿيو. ڪانگريس جي حمايت ۾ سمورِيون هندو اخبارون هيون، جن ۾ 'سنسار سماچار'، 'هندستان'، 'هندو'، 'هندو سنسار'، 'هندواسي'، 'قرباني' ۽ 'سوراج' هيون. مسلم ليگ جو آواز روزانه 'الوحيد' ۽ هفتيوار اخبارن بلند ڪيو. انهن اخبارن ۾ سياسي، سماجي ۽ راڄنيتي مضمون ڇپبا هئا. ۱۹۴۰ع کان وٺي ۱۹۴۷ع جي ستن سالن واري عرصي ۾ قومي بيداري، سماج جي اڻڳين رسمن ۽ رواجن توڙي عام ماڻهن جي روزانه زندگيءَ سان واسطو رکندڙ ضروري ڳالهين جو عڪس سنڌي ادب ۾ گهڻو نظر اچي ٿو. سماجي رسمن کان سواءِ آتي، لٽي ۽ اجهي سان واسطيدار عنوانن تي قلم آرائي ڪئي ويئي. هن زماني ۾ تيرٿ وسنت، امر لال هنگوراڻي، آسانند مامتورا، ڪرشن کٽواڻي، آتم، ڪيرت ٻاٻاڻي، شيخ اياز، اياز قادري، گوبند مالهي، آنند گولاڻي، سگن آهوجا، شيخ عبدالستار ۽ ٻيا ليکڪ موجود هئا، جن جون

ڪهاڻيون پڙهڻ سان بدن ۾ سيائو پهچيو وڃي. هن زماني ۾ نظم ۽ گيت سان گڏ ڪهاڻي، ناول ۽ ڊرامي تي گهڻو ڌيان ڏنو ويو. باغي ساهت منڊل، زندگي پبليڪيشن ۽ آزاد سلسلي طرفان ڪيترائي ڪتاب ڇپايا ويا. 'اڳتي قدم'، 'نئين دنيا' ۽ 'مهراڻ' هن دور جا مشهور رسالا هئا، جن ۾ ادبي، اخلاقي ۽ قومي بيداريءَ وارا مضمون ۽ ڪهاڻيون ڇپبيون هيون.

آزاديءَ (١٩٤٧ع) کان پوءِ سنڌي ادب ۾ انقلابي تبديليون آيون آهن. هن دور ۾ علم ادب جي هر موضوع تي طبع آزمائي ڪئي وئي آهي. هن دور ۾ پيدا ٿيل ادب ۾ موضوعن ۽ مضمونن ۾ وڏي ڦيرڦار آئي آهي. هندو ليکڪن، ناشرن، شاعرن، نثرنويسن، عالمن ۽ فاضلن جي لڏي وڃڻ ڪري، ۽ سنڌي زبان سان پرينديءَ ٿي ڪتربڻي واري روش ڪري، ۽ ٻاهران ايندڙ جن پاڻ کي فاتح پاڪستان ٿي سمجهيو. تن جي هلت ڪري سنڌي ادبين ۽ شاعرن وٽ جهڪڏهن ڪو سڀ کان اهم ۽ اتم مسئلو هو ته اهو هو سنڌي زبان جو مسئلو. ان کان پوءِ ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ جو مسئلو، ۽ ڪراچيءَ مان سنڌي زبان جي پاڙ پٽڻ جهڙا مسئلا. اهي مسئلا هر اديب، شاعر ۽ سجاڳ شخص جي نظر ۾ اهم مسئلا هئا. انهن مسئلن ڪانسواءِ قومي جاڳرتا، سماجي ۽ ملڪي، سياسي ۽ اقتصادي مسئلا سنڌ جي ادبين ۽ شاعرن جي ڪهاڻين، ناولن ۽ نظمن جو موضوع رهيا.

١٩٥٥ع ۾ ٻين صوبن سان گڏ سنڌ مٿان ون يونٽ زوريءَ مڙهيو ويو. سنڌ جي شاگردن طرفان سنڌ اسيمبليءَ جي ان جلاس جي ٻاهران مخالفت ۾ نعرا هنيا ويا، جنهن ۾ ون يونٽ بحال ڪرڻ لاءِ فيصلو ٿي رهيو هو شاگردن مٿان لٺيون وسايون ويئيون ۽ شاگردن کي گرفتار ڪري، پوليس لارين ۽ لارين ۾ چاڙهي، نئين باران جي ٻل جي ڀٽي پاسي لاهي ڇڏيو ويو.

ون يونٽ بحال ٿي ويو. انهيءَ فيصلي سنڌي زبان جي ليکڪن، شاعرن، عالمن ۽ فاضلن کي سجاڳ ڪيو. انهيءَ فيصلي سنڌي علم ادب جي تاريخ ۾ نئون انقلاب آندو. انهيءَ انقلاب ڪئين ڪهاڻيڪار، حقيقت نگار ۽ شاعر پيدا ڪيا. انهيءَ انقلاب سنڌي زبان ۽ ان جي

علم ادب کي اهڙيءَ منزل تي پهچايو، جتي هوئڻ جيڪر اسين ايتري ٿورڙي عرصي اندر مشڪل پهچي سگهون ها.

١٩٥٦ع ۾ ون يونٽ سرڪار جي آمرن جي سازش سان ڪراچي يونيورسٽي سان سنڌي ٻوليءَ کي ذريعه امتحان واري ٻولي طور ڪم آڻڻ جي منع ڪئي ويئي. هڪ ٻي ڌڪ سان ڪراچيءَ مان سنڌي اسڪول پڻ بند ڪيا ويا، ۽ جن ٻارن جي مادري زبان سنڌي هئي، تن جون مادري زبان ذريعي تعليم حاصل ڪرڻ واريون سهولتون بند ڪيون ويئيون. سنڌ جي سڄاڻ اديبن، شاعرن ۽ سڄاڻ سخنورن انهن فيصلن جي سخت مخالفت ڪئي. سنڌ جون اخبارون ۽ رسالا خاموش نه رهيا. ڪهاڻيڪارن انهيءَ موضوع تي ڪهاڻيون لکيون.

١٩٥٨ع ۾ ايوب خان جي مارشل‌لا باقي رهيل اميدون ۽ آسرا ختم ڪري ڇڏيا. غيرن طرفان لڳايل ١٩٤٢ع واري مارشل‌لا کان هي مارشل‌لا سنڌ لاءِ وڌيڪ سخت ۽ خطرناڪ هو.

١٩٤٢ع وارو مارشل‌لا حر تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ لڳايو ويو هو پر ايوب خان وارو مارشل‌لا آمريت جي سڪي ڄمائڻ لاءِ لڳايو ويو هو. هڪڙي فوجي آفيسر جي زباني حڪم تي سنڌي زبان جي غيرمادري زبان طور پڙهائي بند ڪئي ويئي. جيتوڻيڪ ان وقت ڪراچي ۽ ڪراچي ڪانسواءِ باقي سڄيءَ سنڌ جي نون سنڌين خوشيءَ ۽ چاهه سان سنڌي زبان سکڻ ٿي چاهي، جن جي ٻارن لاءِ سنڌي زبان جي سکيا لازمي هئي، ۽ ساڳئي وقت سنڌي مادري زبان وارن ٻارن لاءِ اردو زبان لازمي طور رائج ڪئي ويئي هئي. انهيءَ ڪانسواءِ ايوب خان طرفان مقرر ڪيل تعليمي ڪميشن پنهنجيءَ رپورٽ ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ انهن ٻارن لاءِ ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ تربيت ختم ڪري ڇڏي، جن جي مادري زبان سنڌي هئي. انهيءَ تي سڄيءَ سنڌ ۾ گوڙ مچي ويو. هر هنڌان آواز آٿيو. سنڌي زبان جي تحفظ لاءِ سنڌي زبان سوسائٽي ٺهي. اخبارن، ڪهاڻين، شعرن ذريعي تحريڪ هلي. نيٺ ١٩٦٢ع ۾ سنڌي زبان کي ساڳي حيثيت ڏني ويئي.

حاصل مطلب هي سڄو زمانو ويندي ١٩٦٨ع تائين مسئلن جو زمانو هو: گهڻن ئي اديبن جي تحرير ۽ تقرير تي بندش وڌي ويئي.

ڪيترائي رسالا ۽ ڪتاب ضبط ڪيا ويا، پر انهيءَ هوندي به ڪي ڪهاڻيڪار، ناول نگار ۽ شاعر لکندا رهيا. هنن روزمره جي مسئلن ۽ واقعن کي ڪهاڻين ۽ شعر ۾ موضوع طور بيان ڪيو. هنن شاگردن جي مسئلن، تعليم جي مسئلن، هارين ۽ مزدورن جي مسئلن، سنڌ ۾ پرساريت ۽ استحصال جهڙن مسئلن، ۽ سنڌي زبان جي مسئلن تي گهڻو ڪجهه لکيو. مطلب ته هن دور جو علم ادب سنڌي عوام جي مسئلن، ڏکن ۽ سورن جو هڪ رڪارڊ آهي. هن دور ۾ نه فقط موضوعن ۾ اضافو ٿيو، پر ساڳئي وقت نظم توڙي نثر ۾ نوان تجربا به ٿيا. هن دور ۾ سنڌ جي تاريخ جي ٻن دورن — سومرا ۽ سما دور— تي لکيل اسٽيج ڊراما پيش ڪيا ويا. انهن ڊرامن ۾ دودو وري سنڌ جي تاريخ ۾ پرگهٽ ٿيو؛ مائي ٻاگهل وري نئون جنم ورتو. 'دودو چنيسر' ۽ 'دولهه دريا خان' ڊرامن ۾ وارڪانڌارينڌڙ ۽ دل ڏارينڌڙ منظر ڏيکاري ڏسندڙن ۾ پنهنجن سورمن لاءِ عزت پيدا ڪئي ويئي.

مختصر هيئن چئبو ته ون يونٽ جي قيام (١٩٥٥ع) کان وٺي ١٩٧٠ع تائين سنڌ ۽ سنڌي ادب جي قسمت ۾ هڪ وڏو انقلاب اچي چڪو هو. هن انقلاب سنڌي جيون ۽ سنڌي زندگيءَ ۾ هڪ وڏي اٿل آڻي ڇڏي هئي. انهيءَ اٿل سنڌي زبان جي اديبن، شاعرن، دانشورن، عالمن توڙي فاضلن جي سوچ، سوچڻ جي رنگ ۽ ڍنگ ۾ به ڦيرو آندو هو.

زندگي ترقي پذير آهي. زندگي هڪ وهڪرو آهي جو هر چيز کي پوهاري سوهاري ڪٺي ويندو آهي. سنڌ جي ڪهاڻيڪارن، اديبن، شاعرن ۽ مفڪرن زندگيءَ جهڙي اٿاهه مهاساگر جي وهڪري جو، پون وگيانين وانگر سير ڪيو آهي، ۽ مطالعو ڪيو آهي. سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن، پنهنجي گهري سوچ، تيز فهم، وڏيءَ سمجهه ۽ مشاهدي واريءَ نظر سان سنڌي جيون جي هر پهلوءَ جو مطالعو ڪيو آهي، ۽ آن جو اپياس ڪيو آهي. هنن جي نظر ۾ زندگي هڪ پوٺو آهي، جتي هنن شهسوارن وانگر پيهي، آن جي ڏار ڏار حصن، رنگن، روپن، حادثن ۽ واقعن تي گهڻو ويچار ڪيو آهي، ۽ ويچار کي لفظن جو ويس وٺايو آهي. هنن ابهام ۽ فراريت کان پاسو ڪيو آهي. هنن اهڙن اهڙن نون نون، انوکن ۽ اڇوتن

موضوعن ۽ مسئلن تي لکيو آهي، جن کي پڙهي حيرت وٺيو وڃي. هنن علامتن ۽ اشارن ذريعي پنهنجن خيالن جي آڌار ڪئي آهي.

سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن پيٽ کي پنهنجو مسئلو ڪونہ بنايو آهي. هنن پيٽ پالڻ ۽ ڪمائيءَ خاطر ڪونہ لکيو آهي. هنن داد حاصل ڪرڻ لاءِ يا خوشامدڙين کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪونہ لکيو آهي. خوشامد ڪرڻ ۽ قصيده گوئي سنڌي اديبن ۽ شاعرن جي طبيعت جي خلاف آهي. هنن سماج سڌار بزرگن ۽ آدرشي انسانن وانگر مسئلن کي سڌارڻ ۽ سلجهائڻ خاطر، ماڻهن ۾ جاڳرتا آڻڻ خاطر، ماڻهن ۾ ذهني سجاڳي، اخلاقي همت ۽ جرئيت جو جذبو جاڳائڻ خاطر، اُستادن، رهبرن ۽ رهنمائن جهڙو ڪم ڪيو آهي. سنڌ جو اديب ۽ شاعر هن دور جو پرچارڪ، مبلغ ۽ درد رکندڙ داعي آهي. هو نعرا نٿو هڻي، دانهون نٿو ڪري. آن جي بدران هو نبض شناس حاذق حڪيم وانگر مرض سڃاڻي، آن جي نشاندهي ڪري ٿو، ۽ نسخو ڏسي ٿو.

سنڌ جو موجوده ادب سنڌ جي سماجي ۽ عوامي زندگيءَ جي عڪاسي آهي، ۽ آن جي چٽي تصوير آهي. سنڌ جو موجوده ادب سنڌ جي سماجي زندگيءَ جي تاريخ آهي. سنڌي زبان جو موجوده ادب سنڌ متعلق، سنڌ جي ماڻهن متعلق ۽ سنڌ جي ماڻهن جي روزمره جي مسئلن متعلق آهي.

هن دور جي مختصر سنڌي ڪهاڻيءَ پنهنجو مقام ۽ معيار قائم ڪيو آهي. اڄ جي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ عشق ۽ محبت جون ڳالهيون گهٽ ڏيون نظر اچن. اڄ جي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ عورت کي صنف نازڪ يا ماه وش مورت ۽ محبوب طور پيش نٿو ڪيو وڃي. اڄ جي افساني ۾ سنڌي زبان محبوب آهي. اڄ جي سنڌي افساني ۾ انقلاب جون ڳالهيون آهن، مزدورن ۽ محنت ڪش ماڻهن جو ذڪر آهي. اڄ جي سنڌي افساني ۾ بين الاقوامي مسئلن جو وستار آهي. اڄ جي سنڌي افساني ۾ حقيقي واقعن جو ذڪر آهي. اڄ جو سنڌي اديب بين الاقوامي ادب جو مطالعو ڪندڙ آهي، ۽ بين الاقوامي واقعن کان گهڻو متاثر آهي. انهيءَ ڏس ۾ هر مهيني ۾ ڪيتريون ئي پرڏيهي ڪهاڻيون سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿينديون رهنديون آهن. پرڏيهي ماڻ کي ترجمو ڪيا ويندا آهن.

موجوده وقت شعر ۽ ڪهاڻين، ڊرامن ۽ ناولن کانسواءِ تحقيقي ادب ۾ به گهڻي ترقي ٿي آهي. سنڌي ادب جي تاريخ، سنڌي تنقيدي ادب جي تاريخ، سنڌ جي سياسي تاريخ، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ تي جديد تحقيق جي طرز تي معلومات سان ڀريل مقالا لکيا ويا آهن. آزاديءَ کان اڳ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جديد اصولن موجب تحقيقي ادب جو بنياد وڌو. آزاديءَ کان پوءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي، سيد حسام الدين شاهه راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، سراج الحق ميمڻ، مولانا غلام محمد گرامي، ڊاڪٽر ممتاز حسن پٺاڻ، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ، محرم خان، حامد علي خانانيءَ ۽ ٻين عالمن جا مقالا ۽ تحقيقي مضمون سنڌ متعلق، سنڌ جي تاريخ متعلق ۽ سنڌي علم ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ متعلق چڱو مواد رکن ٿا. سيد حسام الدين راشديءَ سنڌ جي تاريخ کي نئون موڙ ڏنو آهي؛ آن کي قومي ورثي ۾ ويڙهي پڙهندڙن جي اکين اڳيان آندو اٿس. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جا مقالا سنڌ جي ديني ادب ۽ دينيات متعلق آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب لوڪ ادب جي مطالعي ذريعي سنڌ جي سماجي زندگيءَ ۽ سنڌ جي تمدن جي تاريخ جي مطالعي لاءِ نئين مواد طرف اشارا ۽ آهڃاڻ ڏنا آهن. سراج الحق ميمڻ سنڌي ٻولي ۽ آن جي بڻ بنياد جي سلسلي ۾ نئيون کوجنائون ۽ نوان نظريا بيان ڪيا آهن تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ جي باري ۾ ۽ آن جي تاريخ جي سلسلي ۾ ڪافي مواد ميسر ٿي چڪو آهي. هن سلسلي ۾ پروفيسر علي نواز جتوئيءَ جا مقالا پڻ پڙهڻ جوڳا آهن. اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر ممتاز حسن پٺاڻ، حامد علي خانانيءَ ۽ شمس الدين عرسانيءَ جا مقالا سنڌ جي تاريخ جي علم و ادب ۽ باري ۾ معياري مقالا آهن جن ۾ گهڻو ئي مواد مليو ٿو.

سيپٽمبر ۱۹۶۵ع ۾، هندستان جي پاڪستان تي اگرائيءَ واري حملي، سرزمين جي ٻين مجاهدن سان گڏ، سنڌ جي اديبن ۾ به جوش ۽ جذبو جاڳايو، جنهن جو اثر، شعر سان گڏ، نثر ۾ به ظاهر ٿيو. نوجوان اديبن زندگيءَ جي هر پهلوءَ جو گهرو مطالعو ڪيو آهي.

اهي حقيقت جو ٻاهريون روپ ڪونہ ٿا ڏسن، پر نهايت گهرائيءَ سان آن جو مطالعو ٿا ڪن ۽ ان کي کولي پڌرو ٿا ڪن. هن دور جو اديب انسان کي انسان ٿو سمجهي. انساني زندگي جي ڏکن سورن، آهن ۽ دانهن کي پڌي پريشان ٿو ٿئي. ان طرح، سنڌي ادب هن وقت عالمگير انساني قدرن تائين وسيع ٿي چڪو آهي، ۽ مقامي معاملن کان وٺي بين الاقوامي مسئلن تائين، سمورا موضوع ان جي دائري ۾ اچي ويا آهن.

## (۸) عبارت جون خوبيون:

اهم ۽ بامقصد موضوع سان گڏ، زبان جو صحيح ۽ فصيح استعمال، مضمون ۾ حُسن انتظام ۽ ترتيب، عبارت ۽ اسلوب جي رنگيني، خيالن جي بلندي، سليس ۽ عام فهم لفظن جو انتخاب، اصليت، فطرت نگاري، سيرت نگاري، صنايع ۽ بدايع جون مڙئي خوبيون سنڌي نثر ۾ موجود آهن. نثر جي مختلف صنفن جا ليکڪ پنهنجي ماحول جي عڪاسيءَ سان گڏ، پنهنجن پڙهندڙن جي ذوق ۽ پسند، ضرورت ۽ مفاد کان به آگاهہ ٿي چڪا آهن، تنهنڪري سندن تخليقن ۾ زبان ۽ عبارت جو ڪوبہ تڪلف ۽ الجهاءُ ڪونهي، ۽ انهن ۾ پڙهندڙن لاءِ سڌي اپيل موجود آهي. تنهن هوندي بہ، اسانجي ليکڪن فني تقاضائن کي هٿان نہ ڇڏيو آهي. بلڪ نوان تجربا ڪري، پنهنجي فن کي ماحول سان هم آهنگ ڪيو آهي.

## (۹) نثر جا قسم:

(الف) معنوي لحاظ کان، نثر ٻن قسمن جو ٿيندو آهي. هڪڙو اهو، جنهن ۾ لفظن جي سادگيءَ سان گڏ، سڌي سنواٽي طرز هوندي آهي، جملا ننڍا هوندا آهن، ۽ پڙهڻ سان ائين پيو معلوم ٿيندو آهي، ڄڻ تہ لکندڙ روبرو ويٺو ڳالهائي. اهڙي نثر کي محمد صديق 'مسافر' "سليس نثر" ٿو سڏي(۱). سندس خيال موجب هيءُ نثر علم بيان ۽

---

(۱) محمد صديق مسافر: "قرب قليچ"، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد ۱۹۲۶ع، ص ۱۵۸.

علم بديع جي اصولن موجب سينگاريل ۽ اعليٰ درجي جي فصاحت ۽ بلاغت وارو هوندو آهي. هن قسم جي نثر جو هڪ مثال هيءُ آهي:

”عورت جي هلچل جو مرڪز مقرر، محدود، لڪل، ڇپيل ۽ خيالن ۾ ڪٽل ٿو ٿئي. هوءَ پنهنجي پورن ۽ سورن جي ساٿي آهي، ۽ جيڪڏهن نه آهي ڏکن جي پوچارڻ ڏانهن ڏسن ته ڪيس ڪو آٿت ۽ آرام جو هنڌ ملي نٿو سگهي. سندس نصيب ڪي نينهن سان نوائي، هانو تي حيا سان هٿڙو گهمائي هٿ ڪري، پر جيڪڏهن سندس قرب ۾ ڪوتاهي ڪمي ٿي ته سندس دل فتح ٿيل قلعي وانگر ٿيو پوي، جنهن کي ڦري لٽي، ويران ڪري، جوڙا جوان ڦٽائي ڦٽي ڪيو ڇڏين. ڪٿهن آبدار اکيون جهڪيون ٿيو وڃن، ۽ ڪٿين ڪومل گل ڪومائيو پون. پر انهيءَ اجڙڻ جو انت، جيئن ڳيرو پنهنجا پر پاسن ۾ پيهائي پنهنجي جان کي جهوربندڙ ۽ ڦاڙيندڙ تکي تير کي لڪائيندو آهي، تيئن عورت جي عادت آهي ته دل جا درد ۽ دونهان لڪائيندي رهي، ۽ صبر ۽ سانت ۾ سور سهائيندي رهي.“

پيو قسم اهو ٿيندو آهي، جنهن ۾ لفظ ڏکيا، ثقيل ۽ رعبدار، جملا منجهائيندڙ ۽ غيرمعمولي طرح ڏکيا هوندا آهن، ۽ پڙهڻ وقت جيڪڏهن يڪخيال نه ويهبو ته مشڪل سان انهن جي معنيٰ سمجهڻ ۾ ايندي. هن قسم واري نثر کي مسافر صاحب ”دقيق“ نثر نالو ڏنو آهي(۱). پر هن نثر کي ’مغلق‘ نثر ڪوٺڻ وڌيڪ درست ٿيندو. هي نثر به سنڌيءَ ۾ جام ملي ٿو: مثال طور:

” آءٌ پنهنجو عنديو بي‌تحاشا ۽ بالاستقصا اوهان جي بالمشافہ بيان ڪري نٿو سگهان. منهنجو مضمون اگرچہ بلاغت مشحون ڪينهي، نڪي قبائح کان مُستثنيٰ ۽ قلزم نصائح جو درمڪنون آهي، ته به حتي‌الوسع سعي بليغ ڪري، اوهان جي خدمت وفيرالميمنت ۾ عرض رکان ٿو. توقع ته اوهين استحضار قلب سان منهنجي معروضات کي اصغاءِ ڪندا.“

(۱) محمد صديق مسافر: ”قرب قليچ“، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، ۱۹۰۰ع، ص ۱۵۸

ڪنهن دور ۾ ڀهريون نمونو، ته ڪنهن دور ۾ ٻيون نمونو، ماڻهن جي مزاج موافق هوندو آهي. اهوئي سبب آهي جو نثرنويس ڪي نه فقط سندس طبيعت مطابق لکڻو آهي، پر ساڳئي وقت ماڻهن جي مذاق ۽ ماحول جو به خيال رکڻو آهي. سنڌي نثر ۾ اهي سڀ خوبيون ملن ٿيون. البت ڪڏهن ڪڏهن سياسي حالتن جي ڪري، ته وري ڪڏهن مذهبي تعصب وچان هندن توڙي مسلمانن، عربيءَ ۽ سنسڪرت جي اوکن لفظن کي گهڻي قدر استعمال ڪري، نثر کي غيرفطري بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، نه ته سنڌي نثر ۾ ڪم آندل عبارت ۽ زبان انيڪ خوبين سان پريل آهي.

سنڌي نثر جي ارتقائي تاريخ تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته ابتدا کان وٺي سنڌي نثر ۾ زماني ۽ ماحول سان گڏ تبديليون اينديون رهيون آهن، ۽ خصوصاً عبارت ۾ حيرت‌انگيز ترقي ٿي آهي. اسماعيلي داعين جي جوڙيل دعائن، شاهڪريم جي خطبن، مخدوم گرهوڙيءَ جي قولن، توڙي انگريزن جي ابتدائي دور واريءَ عبارت ۽ طرز بيان کي جڏهن موجوده زماني واريءَ عبارت ۽ طرز بيان سان ڀيٽجي ٿو، تڏهن سنڌي نثر جي عبارت ۾ حيرت‌انگيز انقلاب محسوس ڪجي ٿو. صرف پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ئي ڏسبو ته سنڌي نثر جي عبارت ۾، پختگيءَ ۽ روانيءَ سان گڏ، ڪيتريون ئي نيون خصوصيتون نظر اچن ٿيون، جن جديد دور جي نثر کي گهڻي‌قدر سينگاريو آهي. هن دور جي نثر ۾، پين دورن جي ڀيٽ ۾، فصاحت زياده هئڻ سبب، ذوق جماليات ۽ چترائي زياده آهي. لفظن جي چونڊ، موزون گفتن جو انتخاب، جملن ۽ لفظن جي بيهڪ، انتخاب ۽ ترتيب، نثر کي اهو مرتبو بخشيو بيٺا آهن، جنهن لاءِ جديد دور جا نثرنويس مبارڪن جا مستحق آهن. هاڻوڪي دور جي عبارت انگريزن جي ابتدائي دور واريءَ عبارت سان ڀيٽڻ لاءِ، هيٺ ديوان ننديرام ۽ مخدوم امير احمد صاحب جي ''تاريخ معصوميءَ'' جي ترجمن مان، ساڳئي هنڌان، عبارت جو مثال ڏجي ٿو:

### ديوان ننديرام جي عبارت:-

''جڏهن حج اميرن جي ميلاپ سان گاديءَ تي ويٺو، تڏهن

دروازا خزاني جا آڇيائين، ڏاڻ جو سڏ وجهي، چڱن ۽ سڀني کي ڪوٺي، ڏاڻ ڏنائين. پاڻهن ۽ ٽوري جي ڦاهيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيائين، ۽ سهڻو سپاهين جو وڏاياءين، ۽ دل راڄن کان گهڻاياءين. ان ڪري ڪان ڏيهن ۽ وسندي ۽ جڳهي وسڻ ٿي، ۽ راڻيءَ کي پنهنجي ريت سان پرڻيو" (۱).

## مخدوم امير احمد صاحب جي عبارت:

"جڏهن اميرن جي اتفاق سان چڱو حڪومت جي تخت تي ويٺو ته خزاني جا دروازا کولي عام سخا جو اعلان ڪيائين، ۽ عام خاص ماڻهن کي بهرياب ڪري، پنهنجي احسان جي دام ۾ ڦاسائين. سپاهين جي پگهار وڌايائين، ۽ رعيت جي دل گهڻايائين. جنهنڪري ملڪ ۾ نئين قسم جي آبادي ۽ سيهڻ ٿي، پوءِ راڻيءَ کي پنهنجي دستور موجب نڪاح ۾ آندائين"(۲).

(ب) پروفيسر جهمٽمل ڀاونانيءَ سنڌي نثر کي ٻن دفعن ۾ تقسيم ڪيو آهي (۳): هڪ ڏالن وار، ۽ ٻيو مضمون وار.

**ڏالن وار:** هن نثر کي پروفيسر صاحب انهن ٽي چئن قسمن ۾ ورهايو آهي، جيڪي ڊاڪٽر 'خليل' صاحب جي ڪتاب ۾ ملن ٿا(۴). آهي آهن: نثر مرجز، نثر مقفيٰ، نثر مسجع ۽ نثر عاري. پر مرزا قليچ بيگ نثر جا ٽي قسم تسليم ٿو ڪري. آهي آهن: نثر مرجز، نثر مسجع، ۽ نثر عاري (۵). مرزا صاحب مسجع ۽ مقفيٰ کي هڪ ئي قسم ڪري

---

(۱) محمد صديق ميمڻ: "سنڌ جي ادبي تاريخ"، ڀاڱو پهريون، سنڌ يونيورسٽي پبليڪيشن، حيدرآباد، ۱۹۵۱ع، ص۳

(۲) مخدوم امير احمد: "تاريخ معصومي"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ۱۹۵۳ع، ص۱۷

(۳) پروفيسر جهمٽمل: مقالو 'ادبي نثر'، "مهراڻ" سماهي، جلد ۶، نمبر ۱-۲، حيدرآباد، ۱۹۵۷ع، ص ص ۲۸-۲۹

(۴) ڊاڪٽر محمد ابراهيم 'خليل': "ادب ۽ تنقيد"، "زيب ادبي مرڪز"، حيدرآباد، ۱۹۷۵ع، ص۴۲

(۵) مرزا قليچ بيگ: "علم بديع ۽ علم عروض"، ادارهٔ قليچ، حيدرآباد، ۱۹۵۰ع، ص۲

ٿو بيان ڪري(۱): جيتوڻيڪ اهي ٻئي ڌار ڌار قسم آهن. هيٺ هرهڪ قسم جو ڌار ڌار جائزو پيش ڪيو وڃي ٿو.

(i) **نثر مرجز:-** ڊاڪٽر خليل صاحب جي بيان موجب هيءُ اهو نثر آهي، جنهن ۾ فقرن جا مقابل لفظ هم‌وزن هجن، پر قافيا نہ رکندا هجن(۲). مرزا صاحب جي ڏنل وصف هن کان وڌيڪ درست آهي. مرزا صاحب لکي ٿو تہ ”مرجز يا وزن وارو نثر اهو آهي، جنهن ۾ فقرا فقرا ڪم آيل هجن، ۽ انهن مان ہر فقرا جي ڳڌ اچن ٿا، سي موافق، مقابل ۽ هموزن هجن، مگر همقافئي نہ هجن. مرجز نثر، نظم يا شعر ۾ اهو تفاوت آهي تہ شعر ۾ وزن ۽ قافيو ٻئي آهن، ۽ نثر جي هن قسم ۾ وزن آهي پر قافيو ڪونهي“(۳).

مثال۱: هنگامہ هستيءَ ڪيٖ، جي غور سان جاچيندين،
هر خشڪ و ترِ عالم صنعت جي تلاطم ۾،
جو ذرہ خاڪ آهي، يا قطرہ آب آهي،
حڪمت جو مرقعو ٿيو، جنهن تي قلم قدرت.

هن عبارت ڪي وزن آهي، پر قافيو ڪونهي.

مثال۲: مرزا قليچ بيگ هيٺيون مثال ڏنو آهي:

”سواءِ ذڪر قادر ڪارساز جي وقت وڃائڻ، ۽ سواءِ شغل خالق ڪردگار جي حياتي گذارڻ، نسورو نقصان آهي“(۴).

پروفيسر جهمٽمل، پروفيسر نانڪرام ٿڌاڻيءَ جي ترجمو ڪيل ”گيتا“ مان مرجز نثر جي مثال لاءِ هيٺيون ٻہ سٽون ڏنيون آهن (۵):

ڏسي ٿو آتما سڀ ۾، ڏسي ٿو آتما ۾ سڀ،
ڏسي هرهنڌ ساڳيو روپ، ساڌي يوگ ۾ جو من.

دراصل اهڙيءَ عبارت ڪي نثر ڪوٺڻ صحيح نہ ٿيندو، چاڪاڻ تہ اهو

---

(۱) مرزا قليچ بيگ: علم بديع و علم عروض، ص۲
(۲) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل: ”ادب ۽ تنقيد“، ص ۴۳
(۳) مرزا قليچ بيگ: ”علم بديع ۽ علم عروض“، ص۲
(۴) ايضاً
(۵) پروفيسر جهمٽمل: صفحي ۴۶ تي ڏنل حوالو ۲

هڪ نظماڻو ويس آهي، جو نظم کي ڀيرائي سگهجي ٿو، ۽ نه نثر کي.
جڏهن ڪا به عبارت ڪنهن وزن تي موزون چئي ويئي هجي، ته اهڙيءَ عبارت کي نثر ڪوٺڻ درست نه آهي؛ ان کي نظم جي دائري ۾ داخل ڪرڻ ئي درست ٿيندو. انهيءَ آڌار تي مرجز قسم واريءَ نثري عبارت کي نثر تسليم ڪري نٿو سگهجي؛ ڇو ته اها منظوم ۽ موزون عبارت آهي.
اهڙيءَ عبارت کي نظم چئبو، ۽ نه نثر.

(ii) **نثر مقفيٰ**:- هن نثر جي وصف بيان ڪندي، خليل صاحب لکي ٿو ته ”هيءَ اهو نثر آهي، جو مرجز جي برعڪس هجي يعني قافيو رکندو هجي“(١). سنڌ جا اڪثر اديب خليل صاحب جي انهيءَ راءِ سان ٻه اختلاف رکن ٿا. مرزا صاحب مقفيٰ کي مسجع نثر جي وصف هيٺ بيان ڪندي لکي ٿو: ”اصطلاحي معنيٰ موجب، مسجع نثر اهو آهي، جنهن جي فقرن جي پڇاڙيءَ جا لفظ هڪجهڙا اهجن، يعني جنهن کي قافيو هجي پر وزن جو ضرور ڪونهي. انهيءَ کي مقفيٰ به چون، يعني قافيه دار“(٢).

پروفيسر جهمٽمل جي راءِ هن ڏس ۾ زياده وزندار ٿي معلوم ٿئي.
هو لکي ٿو: ”اهو نثر جنهن جي جملن جا آخري لفظ هم قافيه هجن، سو ’نثر مسجع‘ سڏبو آهي، پر جنهن نثر جي جملن اندر لفظن جي وچ وچ ۾ تڪبندي ٿيندي آهي، ان کي ’مقفيٰ نثر‘ چئبو آهي“(٣). حقيقت ۾ پروفيسر صاحب جي وصف به چندچاڻ گهري ٿي، ۽ ساڳيءَ وصف کي هيٺين لفظن ۾ لکڻ سان مقفيٰ نثر جي وصف وڌيڪ صاف ۽ درست ٿي معلوم ٿئي: مقفيٰ نثر ان کي چئبو آهي، جنهن ۾ جملي ۾ هر لفظ کان پوءِ ساڳئي لفظ تي قافئي بندي ٿئي، يعني لفظ لفظ تي قافئي بندي ڪئي وڃي، ۽ نه فقري يا جملي جي پڇاڙيءَ واري لفظ تي. ”گل خندان“ ۾ ڪم آندل نثر زياده تر مسجع آهي، البت ڪٿي ڪٿي مقفيٰ نثر به ڪم آندل آهي. مقفيٰ نثر جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا.

---

(١) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل: ’ادب ۽ تنقيد“، ص ٣٤
(٢) مرزا قليچ بيگ: ”علم بديع ۽ علم عروض“، ص ٢٤
(٣) پروفيسر جهمٽمل: صفحي ٥٤ وارو حوالو، ٢

مثال۱: تنهن ڏينهن، بوقت نصف‌النهار، اخبار نامدار جي ديدار فرحت‌آثار کان پوءِ، روح جو طوطي، حجاب جي پردي مان آزادي حاصل ڪري، يڪدم سخن مرغزار ڏي آڏاڻو، ۽ وداد جي شمشاد تي ويهي، پنهنجي دوست دلارام خوشخرام بلبل نام جي احترام ۾ نغمه‌زن ٿيو. اُميد ته هي ڪج رفتار پنهنجي اخبار گوهربار جي ڪالم نگار عالم تي بيحجاب اڪتاب فرمائيندا، متان استطاب سمجهي ڪنهن عتاب جي خطاب سان مفت تاب فرمايو'' (۱).

مثال۲: ''دوست مهربان، قدردان، بلند مڪان، عاليشان، جبار خان، خوش هجو.''

هن نثر لاءِ مولانا گراميءَ جو رايو آهي ته ان ۾ ''ساڳئي قافئي وارا لفظ گهڻا هوندا آهن. هي نثر ڏاڍو ڏکيو آهي، خواه‌مخواه طبيعت تي گهڻو زور ڏيڻو پوي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن عبارت جو روح ختم ڪيو وڃي ٿو، ۽ رڳو لفظن جا هم قافئي پڇرا وڃي ٿا رهن'' (۲).

(iii) **مسجع نثر:-** هن نثر جي وصف جي باري ۾ ڊاڪٽر خليل صاحب لکي ٿو: ''نثر مسجع اهو نثر آهي، جنهن جي ٻنهي جملن جا لفظ وزن ۾ برابر هجن، ۽ پوئين حرف ۾ به موافق هجن: يعني پهرئين جملي جا سمورا لفظ، ٻئي جملي جي سمورن لفظن سان وزن ۽ حرف‌آخر ۾ موافقت رکندا هجن. اها صنعت نظم ۾ هوندي ته ان کي 'مرصع'، ۽ نثر ۾ هوندي ته ان کي 'مسجع' چوندا''(۳).

پروفيسر جهمٽمل مسجع نثر جي وصف بيان ڪندي لکي ٿو ته: ''جنهن نثر جي جملن جا آخري لفظ همقافئي هجن، تنهن نثر کي 'مسجع نثر' سڏبو آهي''(۴). مرزا قليچ بيگ مجسع ۽ مقفيٰ کي هڪ ئي قسم ٿو سمجهي، جيئن اڳ ۾ بيان ٿي چڪو آهي. مرزا صاحب جي

---

(۱) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل: ''بلبل سنڌ''، ''جمعيت‌الشعراء سنڌ''، حيدرآباد، ۱۹۵۱ع، ص۱۹

(۲) مولانا گرامي: ''ادبي اهڃاڻ''، حيدرآباد، ص۲

(۳) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل: ''ادب ۽ تنقيد''، ص۴۵

(۴) پروفيسر جهمٽمل: ۵۴ صفحي وارو حوالو، ۲

خيال موجب، ٻئي — مسجع ۽ مقفيٰ — قافيه دار نثر آهن. دراصل 'مسجع' نثر اهو آهي، جنهن ۾، جملن يا فقرن جي پڇاڙيءَ واري فعل يا لفظ تي قافئي بندي ڪئي وڃي، پر 'مقفيٰ' نثر ۾ فقري يا جملي ۾ لفظ لفظ تي، هڪٻئي پويان قافئي بندي ڪئي ويندي آهي. مسجع نثر جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

مثال ۱: شاهزاديءَ ماه طلعت غسل ڪري ڦٽي ڏني، اکين ۾ سرمون وڌائين، زيور پهريائين، ارغواني ويس جو جنسار ڪيائين، سڀ هارسينگار ڪيائين، آرسي ڪٽي پنهنجو منهن ڏٺائين. منهن ڏسندي ڳلن جي لالائي، اکين جي گهرائي، جوانيءَ جو زور، حسن جو شور، زلفن جو تاب، غمزي جو حجاب ڏسي، تماشو لڳي ويس. چوڻ لڳي ته واه واه! هيءَ ڪو حسن بي‌مثال آهي! جي اهو منهنجو حسن آهي ته بس، حسن ختم آهي، سڀ حسن ڪان آتم آهي! خاص پانهين ڪي سڌي چيائين ته هيڏانهن اچو، هيءَ تماشو ڏسو، هھڙو حسن جو شعلو توڙي تجلو ڪو توهان ڏٺو يا ٻڌو؟ پانهين حسن جو تماشو ڏٺو. حسن نُوراعلىٰ نُور ڏٺائون، بيدستور ڏٺائون، پاڻ ڪي حسن تي محو ڪيائون، پر في‌الحقيقت سهو ڪيائين"(۱).

مثال ۲: جان ڏسن ته آوارگيءَ جو عالم، پريشاني آتم: نڪو خويش، نڪو بيگانو آهي، نه تنبو نه شاميانو آهي: ڪانڌ لاءِ نه هڪ داڻو آهي، گردش ۾ زمانو آهي. ڪناري تي رسياسون، پر ڇا ڪائينداسون، آب شور شايد پيئنداسون"(۲).

مرزا صاحب 'مسجع نثر' کي ٽن قسمن ۾ ورهايو آهي. پهريون مسجع متوازي، ٻيو مسجع مطرف، ۽ ٽيون مسجع متوازن. هرهڪ قسم جو ڌار ڌار بيان هن ريت ڪيو اٿس:

**مسجع متوازي:-** 'مسجع نثر' جو اهو قسم جنهن ۾ قافئي جي

---

(۱) آخوند لطف الله: "گل خندان"، سنڌي ادبي سوسائٽي، ڪراچي، ۱۹۵۲ع، ص ص ۴-۵

(۲) ايضاً، ص ۱۱۱

لفظن جو شمار هڪجيترو هجي، ۽ پڇاڙيءَ جا اکر هڪجهڙا هجن، جيئن 'مهجور' ۽ 'مجبور'. انهن ٻنهي لفظن ۾ پنج پنج اکر آهن، ۽ ٻنهي جي پڇاڙيءَ ۾ 'ر' جو هڪجهڙو اکر آهي.

مثلاً: ''آءٌ تنهنجي دوست کان مهجور آهيان، ۽ انهيءَ جي فراق تي مجبور آهيان.''

**مسجع مطرف:-** 'مسجع نثر' جو اهو قسم آهي، جنهن ۾ ٻنهي لفظن جو پڇاڙيءَ وارو اکر هڪڙوئي هجي، مگر جملي اکرن جو تعداد هرهڪ ۾ مختلف يا گهٽ وڌ هجي، جيئن: 'شخص باوقار' ۽ 'نيڪ اطوار'.

**مسجع متوازن:-** 'مسجع نثر' جو اهو قسم آهي، جنهن ۾ ٻنهي لفظن جو وزن ۽ هڪجهڙو نه هجي، ۽ حرفن جو تعداد ۾ هڪجهڙو هجي، مگر پڇاڙيءَ جو اکر هڪجهڙو نه هجي پر علحدو هجي، جيئن لفظ 'فقير' ۽ 'جليس'. جي اهڙا ٻه ٻه لفظ هرهڪ فقري ۾ ڪم آڻجن، جن سان هرهڪ فقري جو پهريون لفظ، ٻئي فقري جي پهرئين لفظ سان، ۽ ان جو ٻيو لفظ ٻئي فقري جي ٻئي لفظ سان هموزن ۽ هم قافئي هجي، ته انهيءَ نثر کي 'مرصع' يعني موتين سان جڙيل چوندا آهن. جيئن:

هو عجيب حقائق ۾ گويا آهي، ۽ غريب دقائق ۾ جويا آهي.

**(iv) نثر عاري:-** ڊاڪٽر خليل صاحب جي وصف موجب، 'نثر عاري' اهو آهي، جنهن ۾ وزن ۽ قافيي جو شرط نه هجي، يعني انهن ڳالهين کان خالي هجي. ان کي سنڌيءَ جو روزمره ۾ چوندا آهن(١). مرزا صاحب جي راءِ موجب، ''هي اهو نثر آهي، جنهن جا فقرا نه مرجز هجن ۽ نه مسجع، يعني جن ۾ نه وزن هجي نه قافيو، ۽ جو رواجي عبارت وارو هجي. هيءُ نثر نهايت سليس عام فهم ۽ روزانه ڪم ايندڙ اصطلاحن ۽ پهاڪن سان ڀريل هوندو آهي.

**مضمون وار:** هن نثر کي پروفيسر جهمٽمل هيٺين قسمن ۾ ورهايو آهي:

---

(١) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل: ''ادب ۽ تنقيد''، ص٤٦

بياني نثر، تشريحي نثر، ڏياني نثر، نصيحت‌آميز نثر، ۽ دليلي نثر(١). پر شهوائي صاحب هن کي ٽن قسمن ۾ ورهايو آهي: بياني نثر، تشريحي نثر، ۽ جذباتي نثر (٢). ڊاڪٽر خليل صاحب تعريفي، بياني ۽ فڪريہ کي، عاري نثر جي مضمونن جا قسم ڄاڻايو آهي سڏي (٣). حقيقت ۾ انهن کي نثر جي خاص قسم ڪوٺڻ بدران، ’عاري نثر جي عبارت ۽ اسلوب جا نمونا‘ ڪوٺڻ وڌيڪ درست ۽ موزون ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ بياني، تشريحي ۽ جذباتي وغيره، عبارتون ۽ اسلوب جا نمونا آهن(٤)، جن جي وسيلي ليکڪ پنهنجا الڳ الڳ خيال پيش ڪري سگهي ٿو. زيربحث عبارت جا نمونا هي آهن:

(الف) **بياني**:- ماٺهو نثر جي هيءَ عبارت انهيءَ لاءِ لکندا آهن تہ ڪو ڏٺل واقعو، ڪا ڏٺل شي، ڪو شخص جنهن کي هنن ظاهري يا عين جي اکين سان، تصور جي عينڪ ذريعي ڏٺو هجي، تنهن جو بيان ڪن. هن قسم واري نثر کي ’عاري نثر‘ چئبو، پر ان جي عبارت ’بياني‘ آهي. هيءَ عبارت پُراثر هوندي آهي، ۽ پڙهندڙن کي متاثر ڪندي آهي. عبارت جو هيءُ قسم عام فهم هوندو آهي. هن ۾ عام محاورا، چوڻيون ۽ پهاڪا گهڻي قدر ڪم آندا آهن. هن ۾ روزمره واري گفتگو جو استعمال گهڻو هوندو آهي. هيءُ نثر اهڙيءَ تہ سليس ۽ سهڻي عبارت ۾ لکو ٿئي، جو اُن کي وڏي ۾ وڏو عالم توڙي گهٽ پڙهيل هڪجهڙي شوق سان پڙهي ٿو، هڪجهڙو سمجهي ٿو، ۽ اُن مان هڪجهڙو لطف حاصل ڪري ٿو. هن ۾ ڏکيا فقرا ۽ ڳاٽي ٽوڙ لفظ توڙي تصنع واريون ترڪيبون نٿيون ٿين. سلاست، اصليت، حقيقت جي ترجماني ۽ رواني، عاري نثر جي هن عبارت جون خاص خوبيون ۽ جان آهن. سنڌي ادب ۾ هن نثر ۾ لکيل گهڻو مواد ملي ٿو. نموني طور هڪ مثال پيش ڪجي ٿو:

---

(١) پروفيسر جهمٽمل: مقالو ”ادبي نثر“، مهراڻ سماهي ص‌ص٢٨-٢٩
(٢) غلام‌محمد شهوائي: ”ادبي اصول“، ٻاڳو ڀهريون، آر.ايچ.احمد برادرز، حيدرآباد، ٦٣-١٩٦٢ع، ص٩١
(٣) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل: ”ادب ۽ تنقيد“، ص١٥
(4) Blackman R.D. "Composition and style", Edinburgh, 1923 pp. 169—194.

”ڇوڪرو وڃي ڪسنگ ۾ ڦاٿو: مائٽن ڪهڙائي مٺا مونا هنيا، پر ڏينهون ڏينهن پوءِ اگر ٿي ساماڻو. مائٽن پاڻيو ته هن کي مڱائيو، پرڻائيو، ته پاڻيهي ٺهي ويندو، پر ڪٿي به نٿي اڪهاڻو. نيٺ اڪهه ٿيس، پر پانهن اهڙي سليس جا نه اوڙي چڱي نه ماڙي چڱي. شڪل ڀيڙي ڪانه هيس، پر ڏکئي وٺ. ٻي هٿي ماٻري ڪنڌ، ٿوري ڪهڻي تي چپ ڪيدي لڙڪائيندي هئي. هر ڪو چوندو هو ته ’نڪا ڪهٽ ڪهوٽ ۾، نڪا ڪمي سنجهه ڪنوار‘. ’جهڙي چالي، تهڙي ٻني‘. چوڻي آهي ته ’سڄڻ پيٽان وڃيا، ۽ وڃن پيٽان سڃا‘. هنن کي نياڻي جائي. جهڙي هيس صورت، تهڙي سيرت. پار پاروتن ۾ پڌرو.“

(ب) **تشريحي:-** هن قسم واري عبارت انهيءَ لاءِ لکندا آهن ته پين کي، ڪي ڳالهيون يا مسئلا سمجهايا وڃن. هن عبارت ۽ طرز بيان لکڻ جي مراد هيءَ آهي ته پڙهندڙ کي واقف ڪجي ته فلاڻو ڪم ڇو ۽ ڪيئن ٿيو. سائنسدان عموماً انهيءَ لاءِ قلم ڪڻندا آهن ته ماڻهن کي سبب ۽ نتيجا بيان ڪري پڌائين، ۽ انهن ۾ جيڪو تعلق آهي، تنهنجي سمجهاڻي يا شرح ڏين. نقاد پڻ انهيءَ لاءِ قلم ڪڻندا آهن. انهن جي مرضي هوندي آهي ته ماڻهن کي مطلع ڪن ته ڇو فلاڻو ڪتاب چڱو آهي، ۽ ان جي مصنف کي ادب جي ميدان جو شهسوار ڇو ٿو سمجهيو وڃي. فيلسوف پڻ انهيءَ سبب جي ڪري ئي لکندا آهن، ته جيئن پڙهندڙن کي پنهنجيءَ راءِ سان متفق بنائين. حاصل مطلب ته انهيءَ غرض سان لکيل نثر کي ’تشريحي نثر‘ چئبو آهي(١).

مٿي بيان ٿي چڪو آهي ته سائنس، قانون، فلسفي، اخلاقيات، مذهبيات، سياسيات ۽ تاريخ جهڙن مضمونن لاءِ تشريحي نثرئي موزون آهي. عاري نثر جي عبارت ۾ اصليت ۽ حقيقت زياده پيش ڪئي ويندي آهي. جذبات جو دخل هن طرز ۾ گهٽو ٿئي ٿو. تشريحي عبارت جي خاص خصوصيت هيءَ آهي، جو اُن ۾ ڪنهن به واقعي جو تهه تائين بيان ڏنل هوندو آهي. باقي طرز ڪان هيءَ طرز البت مختلف ٿئي ٿي.

---

(١) غلام محمد گهوٽي: ”ادبي اصول“، حيدرآباد، ص٩٢

هن ۾ به اصطلاحن ۽ ٻهاڪن جو استعمال گهڻو ٿيل هوندو آهي، پر جيئن ته هر مضمون جي تشريح ۽ بيان مختلف هوندو آهي، انهيءَ ڪري عام ماڻهن جي معيار کان هيءَ عبارت بلند ٿئي ٿي. فلسفي، اخلاقيات ۽ ٻين اهڙن مضمونن لاءِ ڪي دقيق ۽ ثقيل لفظ به استعمال ڪيا آهن، پر تنهن هوندي به فصاحت ۽ بلاغت جهڙين خوبين جي مدد سان اُن کي دلچسپ بڻايو ويندو آهي. هيٺ مثال لاءِ هڪ ٽڪر ڏجي ٿو:

”لسانيات جي اصولن موجب، صورتخطيءَ ۾ ڌار ڌار خطن جي ڌار ڌار اُچار موجب لفظن کي ڌار ڌار نموني لکڻ، يعني هڪ لفظ کي لهجي جي بنا تي ڪتابن ۾ ڌار ڌار نمونن ۾ لکڻ درست نه آهي. صورتخطيءَ لاءِ لازمي آهي ته هر لفظ کي هڪ ئي مقررشده صورت هجي. جملن ۾ لفظن جا اُچار، انفرادي طور اُچاريل لفظن کان الڳ ٿيندا آهن. صورتخطيءَ ۾ انهن لفظن جي صورت اها رکبي آهي، جيڪا انفرادي طور اچاري ويندي آهي. سڀني ملڪ ۾ هڪ ئي صورتخطي اختيار ڪئي ويندي آهي، تنهنڪري ڪنهن به زبان جي صورتخطي معنيٰ ان ملڪ جي معياري لهجي جي لکيل صورت“.

(ت) **جوشي يا جذباتي اسلوب بيان:-** هن قسم واري عبارت ماڻهن جي جذبات کي اڀارڻ لاءِ لکي ويندي آهي. نثر جي هيءَ عبارت انهيءَ لاءِ لکبي آهي ته ماڻهن کي مسرت جي چاشني چکائجي، يا غم پهچائجي. شهواڻي صاحب جو رايو آهي ته ”جذباتي نثر ۾ اهڙو بيان ڪرڻو آهي، جو انسان جي دل جي درياءَ ۾ ڇوليون پيدا ٿين، پوءِ چاهي اهي خوشيءَ جون هجن چاهي ڏک جون. ليڪن هن قسم جي نثر جو لاڳاپو الم سان آهي، يعني جيڪي به الميه (Tragedy) آهن، تن جي پڙهڻ ڪري انسان جا جذبا تحرڪ ۾ اچن ٿا.

جوشي يا جذباتي عبارت لکڻ وقت، اديب کي اهڙو ته جذبي سان ڀريل هئڻ گهرجي جو سندس لکڻيءَ سان اُئين معلوم ٿئي ته فطري بارش وانگر سندس احساسن ۽ جذبن جي ڌارا، بنا ڪنهن رنڊڪ جي وهي ٿي. لکڻيءَ ۾ روح ۽ جذبي جو هجڻ، هن قسم جي طرز بيان جون

خاص خوبيون آهن، جن کان سواءِ ڪنهن به اديب جي لکڻي هڏن جي بي‌روح پڃري وانگر پئي لڳندي آهي. هن قسم جي عبارت جا ڪيترائي مثال ملن ٿا، مثلاً:

”شاهوڪار پنهنجن پاليل جانورن لاءِ خاص ڪمرا لهرائين ٿا. جن گهوڙن تي چڙهي هو شڪار ڪرڻ وڃن ٿا، تن جي ڪاڏي خوراڪ ۽ رهڻ جو بندوبست رکيو وڃي ٿو. ڇا، غريب ماڻهو انهن جانورن جهڙو به نه آهي؟ دولتمندن جا پاليل ڪتا سياري جي موتمار ٿڌ کان اندر ڪوٺين ۾ قابو آهن، ليڪن ويچارن غريبن کي کليل ميدانن تي سمهڻ جي اجازت به ڪانهي! ڪير انهن جو فرياد ٻڌي؟“ (١).

ڪماري پوپٽي هيرانندانيءَ جي لکت موجب عبارت هيٺين قسمن جي ٿئي ٿي(٢):

(i) روڱاڙيندڙ:- دنيا جي ابتدا کان وٺي دک پري ڪهاڻي اسان کي روئاريندي آئي آهي. دک روئاري ٿو، تڏهن به وٺي ٿو.

(ii) ڪلائيندڙ:- ڪن ليکڪن جي عبارت اهڙي هوندي آهي جو گنڀير ۾ گنڀير ماڻهو به کلي ويهندو آهي. جيون جي سنجهائيندڙ مسئلن کي ڏسي ڏسي ماڻهو انهن کان ڪجهه وقت لاءِ پري هٽي کلڻ چاهيندو آهي. ان ڪري ڪلائيندڙ ليکڪ پڙهندڙن ۾ پيارو لڳندو آهي. سنڌيءَ ۾ پرمانند ميوارام ۽ پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي مذاقي عبارت وارا ليکڪ آهن.

(iii) ڪي ليکڪ سماج جي اوڻاين يا ڪن خاص ماڻهن جي هلت چلت تي ليک لکندا آهن. پروفيسر چيتمل پرسرام جي ڪن لکڻين جي عبارت هن نموني آهي. هن نموني سماج مان پنڪتي ڪُرَ سمون دور ڪري سگهجن ٿيون.

**فيلسوفيءَ سان پريل:-** نفسيات جا ڪي ماهر پنهنجي چاڻ

---

(١) غلام‌محمد شهوائي: ”ادبي اصول“، ياگو پهريون، ص٩٢

(٢) پوپٽي هيرانندائي: ”ڀاشا شاستر“، سنگم پبون، ڪولابا جي ساسهون، بمبئي، ١٩٦١ع، ص‌ص٥٠ ۽ ٥٣-٥٥

پنهنجيءَ لکٺيءَ ۾ ڀلٽيندا ويندا آهن. شري ڏيارام گدومل شهاڻيءَ جي عبارت هن نموني جي آهي.

(v) **ويچار واري عبارت**:- هيءَ عبارت پڙهيل ۽ دماغي ماڻهن کي گهڻي پسند ايندي آهي. پروفيسر ڪلياڻي آڏواڻي، آسانند مامتورا ۽ لعل سنگ اجواڻيءَ جي عبارت هن نموني جي آهي.

(vi) **آهنگ سان پريل**:- هيءَ عبارت ماڻهن کي گهڻي پسند ايندي آهي.

(vii) **راڄ ڪاڄ جي ٻولي**:- هن عبارت جو هڪ نهيل نڪيل سانچو ٿيندو آهي. راڄنيتيءَ جا نير ڪي ليکون ٻائيندا آهن، جن اندر ئي هيءَ عبارت گهمي سگهندي آهي.

ڪماري پوبٽيءَ عبارت کي هيٺين شاخن ۾ ورهايو آهي:

هيءَ چارٽ
لاءِ جڳهه
ڇڏيل آهي

(ٿ) **علم اللسان جي نڪتہ نظر کان**:- سنڌي نثر جي قسمن جي بيان ۾ محترم عثمان علي انصاريءَ وري هڪ نئين راهه ورتي آهي(١). هن صاحب، زبان جي لحاظ کان نثر کي چئن ڏار ڏار عبارتن ۾ ورهايو آهي. اُهي آهن: ادبي نثر، اخباري نثر، خطوطي نثر ۽ تقريري نثر.

ڪماري ٻوٽي صفحي ٦٤ تي لکيو آهي ته عبارت کي هيٺين شاخن (لکڻ واري ڀاشا ۽ ڳالهائڻ واري ڀاشا) ۾ ورهائجي ته ٺيڪ ٿيندو:



**ادبي نثر:-** انصاري صاحب جو خيال آهي ته ”ادبي نثر اهو آهي، جو ڳوڙهي مطالعي جي لائق هجي ۽ منجهس ڪم آندل خيال اونها هجن مثلاً:

”انسان کي قدرت، خيال ۽ عمل جي سونهن کان محروم ڪري ڇڏيو، جنهن ۾ نه دلچسپ گناهه ڪرڻ جو ذوق آهي، ۽ نه اهڙي گناهه جي سزا سهڻ جي جرأت، جو غير دلچسپ گناهن سان، مذهب جي آڙ وٺي رائد ڪندو ٿو رهي. اهڙي شخص کي اسان جي سوسائٽيءَ صوفيءَ جي معزز نالي سان موسوم ٿي ڪري. تصوف حقيقتاً لطيف خيالن جو هڪ مجموعو هو، جنهن کي مطلبي انسانن پنهنجي زڪيڪ خيالات ۽ ڪثيف عمل سان هميشه لاءِ رسوا ڪري ڇڏيو. هن وقت هڪ نام نهاد صوفيءَ جون فريب ڪاريون ۽ بلند مذاقيون هزارن پردن ۾ هڪ سمجهدار انسان کان لڪل ٿيون رهي سگهن.“

**اخباري نثر:-** انصاري صاحب جي بيان موجب، هي نثر ٽڪل بدن کي ڪجهه تفريح ڏئي ٿو(٢). مثلاً:

”ڳالهه ڪن ٿا ته هڪڙي سمي سيني رشين ۽ پڪتن گڏجي ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي ’اي ڀڳوان، اهڙي ڪا امرت پيدا ڪر، جنهن جي کائڻ سان اسين سيئي امر ٿي وڃون‘. ڀڳوان چيو ته ’اهڙي امرت‘ سمنڊ ۾ اڳيئي پيئي اٿو، اوهين ڳوليو ته اوهان کي ملي‘. پوءِ ته پڪتن ۽ راڪاسن گڏجي اچي سمنڊ ۾ ڳولا شروع ڪئي، آخر امرت لڌائون“.

**خطوطي نثر:-** انصاري صاحب جو بيان آهي ته هن نثر کي اڌ ملاقات ۾ چئبو آهي. هڪ طرف کان هڪ ويٺو ڳالهائي، ته ٻئي طرف کان پيو ويٺو ٻڌي. مثلاً:

”حبيبي، جون جي مهيني ۾ ”خدا نه ڪري جو سان جيڪب آباد

---

(١) عثمان علي انصاري: مقالو ”سنڌي نثر“، ماهوار ”مهراڻ“، ماه مئي، جون ۽ جولاءِ: ڪراچي، ١٩٥٦ع، ص١٩

(٢) ڏسو ٦٤ صفحي وارو حوالو.

اڄان! جوانيءَ جي ڳالهه جدا هئي، هن وقت ته سنڌ جي اونهاري ۾ منهنجو جيئرو رهڻ ئي هڪ قسم جي قرباني آهي. بدن جي زڪوات ته هت تي ٿو ويٺو ڏيان. خبر نه آهي ته جيڪبآباد ۾ اچي ڇا وڏيڪ ڏيٺو پوندو؟ چوين ته لڪ کن ۾ ويهو ڪرائي اچي اتي نڪران، پوءِ مون کي نه ته پوين کي ته ڪجهه فائدو ٿي پوندو!"

**تقريري نثر:** هي نثر سامعين جي تخيل کي چيڙيندو آهي. مثلاً:

"اوهين جڏهن پنهنجيءَ ملڪيت مان ڪجهه ۾ خيرات ڏيو ٿا ته حقيقتاً ڪجهه به نٿا ڏيو. البت جڏهن پاڻ مان ڪجهه ڏيو ٿا، ته سچ ۾ خيرات ڏيو ٿا، جو ته اوهان احتياطاً سنڀالي رکيو آهي ته جيئن آئيءَ ويل ڪم اچي. ۽ ممڪن آهي ته آئيءَ ويل اوهان جي اڳيان ڪنهن ضرورت پيش ڪرڻ بدران، انسانيت جي آخرين ضرورت يعني موت آئي پهاري، تنهنڪري آئي ويل جو بهانو ڏيئي دولت ڪٺ ڪرڻ، هڪ انساني ڪمزوري آهي، جا ڏيڻ واري داتا مان اوهان جو ايمان گهٽ ڪندي ٿي رهي. سواليءَ کي ڏيڻ چڱو، ۽ سوال کان اول ڏيڻ بهتر. اوهان مان ڪي چوندا ته اسين ڏيڻ لاءِ تيار آهيون، ۽ ڪو مستحق ۾ هجي. خيال ڪريو ته جيڪڏهن اهڙي چوندا اوهان جي باغن جا ميويدار وڻ ۽ ڪن ته هوند دنيا ميوي کان خالي ٿي وڃي، جو ته ميويدار وڻ ميوو هن خيال سان نٿو ڏئي ته ڪو لائق ڪائيندو يا نالائق"(١).

حاصل مطلب ته سنڌي نثر کي عبارت، مضمون ۽ لساني توڙي معنوي لحاظ کان الڳ الڳ قسمن ۾ ورهائي، سنڌي ٻوليءَ جي انيڪ خوبين مان واقف ٿجي ٿو. انهن قسمن جي مطالعي کان پوءِ، چئي سگهجي ٿو ته سنڌي ٻوليءَ ۾ اهي سڀ خصوصيتون موجود آهن، جيڪي دنيا جي ڪنهن سڌريل ٻوليءَ ۾ ٿين ٿيون.

---

(١) عثمان علي انصاري: صفحي ٦٦ وارو حوالو ٨.

# سنڌيءَ جا مشهور نثر نويس

## ديوان نند يرام سيوهاڻي

ديوان صاحب سيوهڻ جي ميراڻي عاملن مان هو. سندس ولادت اوڻيهين صديءَ جي شروعات ۾ ٿي هئي. انهيءَ زماني ۾ پارن کي مکتبن ۾ فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم ملندي هئي، تنهنڪري ديوان صاحب ٻه ننڍيءَ عمر ۾ فارسي سکيو ۽ ان زبان جي نثر توڙي نظم ۾ چڱي مهارت حاصل ڪيائين.

تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي گذر معاش لاءِ هن سيوهڻ ۾ اسڪول کوليو. ليڪن ايترو اپراسو ڪونه ٿيس جو سندس گذر ٿي سگهي، تنهنڪري تنگدست گذاريندو هو. انهيءَ زماني ۾ سندس ڪيترائي دوست ۽ سيوهاڻي عامل سرڪاري نوڪرين ۾ هوندا هئا. انهيءَ ڪري ديوان صاحب ٻه روزگار جي خيال کان سرڪاري نوڪري ڪرڻ جو خيال ڪيو.

**علمي خذ متون:-**

ديوان صاحب جي قابليت انهيءَ مان ئي پڌري آهي ته مسٽر ايلس، اسسٽنٽ ڪمشنر جي ڏنل اشتهار تي، ڪيترن ئي ليکڪن (هندن توڙي مسلمانن) ”تاريخ معصوميءَ“ جو سنڌي ترجمو موڪليو، جنهن تي حڪومت طرفان هڪ سوءَ رپيا انعام رکيل هو. فيصلي ڪندڙ ڪميٽيءَ تي مسٽر ايلس، ميجر ڊانٽرويل، ڪئپٽن ايڊورڊ آرهر، ڪئپٽن بگياردن ۽ ڪئپٽن اسٽئڪ هئا. اهي سيئي صاحب پارسي توڙي سنڌيءَ ۾ ماهر هئا. ڪميٽيءَ متفق طور ديوان صاحب جو ترجمو پسند ڪيو، ۽ کيس هڪ سوءَ جي عيوض ٻه سؤ رپيا انعام طور ڏنا، ۽ تعليم کاتي جي ترجمان جي معزز

عهدي تي ٻڻ مقرر ڪيائون. انهيءَ ڪان سواءِ پين انگريز آفيسرن ٻه پنهنجي هڙان ڏيڍ سو رپيا انعام طور ڏنس.

ديوان ننديرام انگريزي حڪومت طرفان سنڌي صورتخطيءَ لاءِ مقرر ڪيل ڪاميٽيءَ جو سرگرم ميمبر هو. ديوان صاحب ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان ڪي هي آهن: (١) بابناسو، (٢) سيڪائنتو نروار، (٣) ليکي جو ڪتاب، پاڱو پهريون، (٤) ليکي جو ڪتاب، پاڱو پيو، (٥) جبرو مقابلو، (٦) ڏرتي نروار، جلد پهريون، (٧) ڏرتي نروار، جلد پيو، (٨) سنساري نروار، (٩) چٽ جي پاڙ، (١٠) ايسپ جون آکاڻيون ۽ (١١) پڻمانشي ڪتاب.

**(١) باب نامو:-** انگريزن جي اوائلي دور ۾، عربي-سنڌي صورتخطي لکڻ، پڙهڻ ۽ سيکارڻ جي شروعات "بابناسي" يعني پارائي ڪتاب سان ٿي. هن ڪتاب ۾ هيڄي جو طريقو ڪم آيل آهي. هن ڪتاب جي پنيهن صفحن مان پاويهه صفحا فقط هيڄي جي استعمال ۾ ڪم آيل آهن، ۽ باقي ڏهن صفحن ۾ اٺ سبق ڏنل آهن، جن ۾ ڪل ستر جملا آهن. انهن مان ڪي مفرد جملا آهن، ته ڪي مرڪب. مثال طور، ڪي جملا ڏجن ٿا:

> "جڏهي سبق ياد ٿيو، تڏهي ٻُهراءِ ٻُنهنجي هيڪجُهڙيِ سبَق واري ڪي ٻُڌائي ۽ آنِ جو ٻِٽِ ٻِڌي سو ڪمبو تہ انہ ڪان پِنيِي جو مَبَق چڱو ياد رَهندو."(١)

**(٢) تاريخ سنڌ:-** سليس ۽ نج سنڌيءَ جي لحاظ کان، سنڌي ادب جي نئين دور جو هي پهريون ڪتاب آهي. هيءَ تاريخ اصل فارسي ٻوليءَ ۾، سيد معصوم شاهه جي لکيل آهي، جنهن جو ديوان صاحب سنڌي ۾ ترجمو ڪيو هو. ديوان صاحب جي هن ڪتاب لاءِ ايترو چوڻ بس آهي تہ هن ڪتاب تي ئي ڪيس پهريون نمبر انعام مليو هو.

**عبارت:-** هن ڪتاب جي عبارت بلڪل اصلي ڪتاب واري رکي ويئي آهي، مثلاً:

(١) ڏسو "بابناسو"، سبق پيو، ص٢.

”جڏهن ڇچ اميرن جي ميلاپ سان گاديءَ تي ويٺو، تڏهن دروازا خزاني جا اپٽي، ڏاڻ جو سڏ وجهي، ڇگن ۽ مٺن کي ڪوٺي، ڏاڻ ڏيئي، ٻانهن ۽ ٽوري جي ڦاهيءَ ۾ ڦٽي ڇڏيائين، ۽ مهينو سپاهين جو وڌايائين، ۽ ڍل راڄن کان گهٽايائين. ان ڪيئي ڪان ڏيهن ۾ وسندي ۽ ججهي وسڻ تي، ۽ راڻيءَ کي پنهنجيءَ ريت پرٽيو“(١).

هن ڪتاب جي عبارت ۾ انيڪ اصطلاح ۽ پهاڪا ڪم آندا ويا آهن، مثال طور: ڏاڻ ڏيڻ، ٻول ڪرڻ، سٿو گيدي ۾ وجهي ارسان ڪرڻ وغيره. هن ڪتاب جي عبارت جو هڪ ٻيو مثال هي آهي:

”هن ڳالهه جي ٻڌڻ کان خليفي پنهنجي مٿي کي هڪڙي گهڙيءَ توٽي، گيدي ۾ وجهي ارسان ڪيو، ۽ ڏمر جي باهه سنديس ڇاتيءَ ۾ آلان ڪيا. پوءِ سندس حڪم فرمائڻ وانگر انهن پينرن کي گهوڙن جي پڇن سان ٻڌي، ڏيهن جي چوڌاري ۾ گهمائي، دجليءَ ۾ وڌائون“.

انهن جملن جي مطالعي کان پوءِ چٽي سگهجي ٿو ته ديوان صاحب جي هن ڪتاب ۾ ڪم آندل عبارت، جملن ۽ فقرن جي بناوت سنڌي نه آهي، بلڪ اصلي ڪتاب جو اکري ترجمو ڪيو اٿس، انهيءَ ڪري سڄي ڪتاب جي عبارت پارسي زبان واري ٻڌجي ويئي آهي. مثال طور: ”دروازا خزاني جا اپٽي“ جي بدران ٿيڻ کپي:

خزاني جا دروازا اپٽي يا کولي.

”مهينو سپاهين جو وڌائين“ جي بدران ٿيڻ کپي:

سپاهين جو مهينو وڌايائين.

**(٣) سيکاڻتو ذروار:**- مسٽر ايلس، اسسٽنٽ ڪمشنر، جي فرمائش تي، ”شارع التعليم“ نالي اردو ڪتاب ۾، سنڌ جي حالتن جي مدنظر ڦيرگهير ڪري، ديوان صاحب هي ڪتاب تيار ڪيو. سنڌي ٻوليءَ ۾ هي پهريون ئي ڪتاب آهي، جنهن ۾ انتظام ۽ تعليم جا سادا اصول ۽ هدايتون ڏنل آهن. ڪتاب جي عبارت هن ريت آهي:

(١) ڏسو ”تاريخ سنڌ“ ص٢.

”ذرو ويساھہ سان چئو تہ اوھين ڇا ٿا سيکاريو تہ جنھن بدران ڇوڪرن کي فائدو ۽ سوچارائي ٿئي ٿي. ھن ڳالھہ جا ڪولاندر ٿيو تہ ڇوڪرن کي اھڙي وات سان ٻاڙھيو ۽ سيکاريو جو ان جي ڏاھپ جي سگهورائي ۽ ڪاج جي سوچارائي جو ڪارڻ ٿئي. ھير توھان جو سيکارڻ ڇوڪرن جي حق ۾ ٿوري ڪتئي وارو ڏسجي ٿو، سو ڪو تہ اوھين رڳو ھڪڙي ڏارين ٻولي جي سيکارڻ ۾ گھڻي ڏينھن توڻي پنھنجو ۽ ڇوڪرن جو ميڇالو سگھو ڪريو ٿا، پر مطلب جي وات ڇوڪرن ھٿ نٿي اچي.“

ھن ڪتاب جي عبارت بامحاوره ۽ سليس آھي. منجھس ڪيترائي اصطلاح ۽ ٻهاڪا ڪم آندل آھن: مثال طور، ميڇالو سگھو ڪرڻ، ھير ٿيڻ، نروار ڪرڻ، ڀلو لاھڻ، ڪتئي وارو ھئڻ، ھٿ نہ اچڻ وغيره.

**(۴) ايسپ جون آکاڻيون:-** ھي ڪھاڻين جو ڪتاب ديوان ننديرام، ۱۸۵۴ع ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ڪتاب جي باري ۾ ديوان صاحب مُنڍ ۾ ڄاڻائي ٿو تہ:

”ھي آکاڻيون ڀھرائين ’ايسپ‘ نالي جوڙيون ھيون. ان جي جيئڻ کان ۾ ھزار چار سوءِ ورھيہ گذريا آھن. سندس ڄم روم جي علائقي ۾ ٿيو ھو، ۽ پاڻ ٻانھو (شيدي غلام) ھو، پر نيٺ سگهورائي ۽ سياڻائي ۽ ڏاھپ کان آجو ٿيو، ۽ آکاڻين مثل جي ڻاھڻ ۾ اھڙو پڙ ھو، جو اڳين ۽ پوين ۾ ان جھڙو ڪونہ ٿيو، ۽ نڪتي (سچ پچ) جي ڳالھيون ھن ڪتاب ۾ آھن، سي ھن جون سيئي لکيليون نہ آھن، پر ان جي سرڻ کان پوءِ پين ماڻھن کي ڻاھيون آھن، سي پڻ انھن سان ڪيتريون تنھن جي نالي پڌريون آھن، ۽ سندس آکاڻين جو گھڻو ڪري ترجمو مڙني ٻولين ۾ آھي، پر اڃا توڻي سنڌيءَ ۾ نہ ٿيو ھو ۽ تنھن جي سوچارائي اھڙي آھي، جنھن جي پڙھڻ کان لوڪن کي سواد اچي ٿو. تنھنڪري ايلس صاحب بھادر، اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ، ديوان ننديرام تعليم کاتي جي منشيءَ جي مدد سان سنڌي واڻيءَ ۾ ترجمو ڪيو.“

## منشي آڏارام ٿانورداس ميرچنداڻي
## ١٨٤٣ع کان ١٨٨٣ع

هيءُ صاحب ١٨٣٣ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو هو. سنڌ جي ماڻهن ۾ انگريزي سکندڙ پهريون شخص هيءُ ئي هو. انگريزي تعليم جي مطالعي کان پوء، کيس ڪمشنر جي دفتر ۾ نوڪري ملي، ۽ پوءِ سنڌيءَ ۾ ترجمان ٿيو. ان وقت جيڪي انگريز عملدار مقرر ٿي ايندا هئا، سي ڪانئس سنڌي ۽ هندستاني ٻوليون سکندا هئا. منشي صاحب ٥٠ ورهين جي عمر ۾ ١٨٨٣ع ۾ وفات ڪئي.

منشي صاحب جو نالو انهن شخصن جي نالن مان هڪ آهي، جن انگريزن جي اوائلي دور ۾ سنڌي ادب کي نثر سان مالامال ڪيو. سنڌي صورتخطيءَ لاءِ ايلس جي صدارت هيٺ ٺهيل ڪميٽيءَ تي هي صاحب به هڪ ميمبر هو. هن ڪيترا ئي ڪتاب لکيا آهن، جن مان ڪي هي آهن:

(١) پهريون ڪتاب، (٢) ٻيو ڪتاب، (٣) ٽيون ڪتاب، (٤) سنڌي ويا ڪرڻ، (٥) دنيا جي تاريخ، (٦) راءِ ڏياچ جو قصو، (٧) مفيدالطالبين، (٨) راسيلاس، (٩) ڪامسين ۽ ڪامروپ، (١٠) قصو مهر منير، (١١) ونهين ۽ ولهي جي ڳالهه ۽ (١٢) طوطي نامو.

**(١) راسيلاس:-** ديوان صاحب جو هي ڪتاب سنڌي ادب ۾ گهڻي اهميت ٿو رکي. "راسيلاس"، دراصل، انگريزي ادب جي مشهور ماهر ڊاڪٽر جانسن جو لکيل آهي. هن ڪتاب جي ترجمي ڪرڻ لاءِ تعليم کاتي طرفان اشتهار ڪڍيو ويو هو، جنهن تي منشي آڏارام ۽ ديوان نولراءِ گڏجي، ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، ۽ انعام حاصل ڪيائون.

هن ڪتاب ۾ انسانذات جي دماغي ۽ دلي طاقت ۽ خواهشن جون حقيقتون ۽ مثال، انسانذات جي عمر ۽ خوشيءَ جا سبب ۽ نتيجا، ۽ انسانذات جي زندگيءَ جون منزلون ۽ مقصد، هڪڙي دلچسپ آکاڻيءَ جي صورت ۾ بيان ڪيا ويا آهن. جيتوڻيڪ اها آکاڻي خيالي آهي، پر منجهس حقيقتن جا خزانا ڀريل آهن. سڄي ڪهاڻيءَ جو اختصار هن ريت آهي:

”مصر ۾ ڪنهن زماني ۾ اهو رواج هوندو هو ته شهزادن ۽ شهزادين کي اهڙن محلاتن ۾ رهائيندا هئا، جي شهرن کان پري هوندا هون. ڪين ٻاهر تڏهن ڪڍيو ويندو هو، جڏهن منجهائن ڪنهن کي تخت جو ڌڻي ٿيڻو هوندو هو. اهڙيءَ طرح، حبش جي شهنشاهه پنهنجن پٽن ۽ ڌين لاءِ ’آمهاري‘ جي سرسبز ماٿريءَ ۾ محلات ٺهرايا هئا. ماٿريءَ جي چوڌاري وڏا جبل هئا. جبلن تان لهندڙ نهرون، چشما ۽ شفاف پاڻيءَ سان پريل تلاءَ هئا. باغن، باغيچن، گلن ۽ گلزارين سان ساري ماٿري ڀريل هئي. دنيا جي عيش عشرت جو هر سامان ان ۾ مهيا ڪيو ويو هو. شهزادين جي تعليم لاءِ عالم ۽ ماهر موجود هئا.

اهڙيءَ زندگيءَ مان، حبش جو شهزادو ’راسيلاس‘ ۽ سندس ڀيڻ ’نيڪايا‘ تنگ ٿي پيا. ٻئي، ’عملاڪ‘ نالي هڪ هوشيار شاعر ۽ فيلسوف سان گڏجي، لڪچوريءَ جبل ٽڪي نڪري ويا. عملاڪ، شهزادي کي ٻڌايو ته دنيا ۾ ڪوبه انسان خوش نه آهي. ٻئي پاڻ، پيڻ پاڻ سان بيشمار هيرا ۽ جواهر کڻي نڪتا هئا، تنهنڪري ڪين دنيا جي سير ڪرڻ ۾ ڪابه رنڊڪ ڪانه ٿي. ڪنهن نه ڪنهن طبقي جا انسان ضرور خوش ۽ بي‌غم گذاريندا هوندا، انهيءَ حقيقت جي جاچڻ لاءِ ٻنهي جدا جدا هنڌن ۽ جدا جدا حيثيت جي ماڻهن سان رل‌مل ٿي آزمودا حاصل ڪيا، ۽ سک کي ڳولي لهڻ لاءِ بي‌آرام رهيا.“

**عبارت ۽ ٻولي:-** ڪتاب ۾ ڪم آندل زبان بامحاوره ۽ اصطلاحي آهي. جيتوڻيڪ هي ڪتاب ڪيترن ئي ڳوڙهن خيالن وارو آهي، پر سليس عبارت جي ڪري اهڙن خيالن کي سمجهڻ ۾ گهڻيءَ سوچ جي ضرورت نٿي پوي. درحقيقت اصلوڪو انگريزي ڪتاب فصاحت ۽ بلاغت جي ڪري تعريف جي لائق آهي، پر سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل ڪتاب به اصلوڪو پڙ لڳي. البت ڪٿي ڪٿي سنسڪرت ۽ عربي ٻوليءَ جا ڏکيا لفظ به ڪم آندل آهن. مثال لاءِ هڪڙو ٽڪرو هتي پيش ڪجي ٿو:

”سون ڏنو ته ويهن مهينن تائين سج ٻئي آيريو ۽ لٽو ۽ سوجهري هوندي به ڪوبه فائدو ڪونه ڀرايم. انهيءَ وقت ۾ پکي پنهنجن ماڻرن جا آکيرا ڇڏي وڃي جهنگ ۽ آپ ۾ آڏامڻ

لڳا، ۽ ڇيلا ڏائڻ ڇڏي پنهنجي روءِ سوءِ ڇرڻ لاءِ جبلن ۽ ٽڪرن تي چڙهڻ سکيا آهن. رڳو منهنجو ئي واڏارو ڪونه ٿيو آهي، ۽ اجا تائين اجاڻ ۽ نرمل رهيو آهيان. چند ڏينهن گهمرن کان پوءِ وڏيڪ گهمرا ڦرڻ ڪري، سون کي پروڙ ڏني آهي ته حياتي ڪيئن ٿي گذري. ءِ منهنجن پيرن اڳيان جا ندي وهي رهي آهي، تنهن منهنجي سستيءَ تي ڪلي طعنا هنيا آهن. ڌرتيءَ جيڪي نصيحتون ڏنيون، ۽ گرهن جيڪي فهمائشون ڏنيون، تن تي ڏيان ڏيڻ ڌاران، ويچار ڪرڻ جي پڇرن ۾ آءٌ ڏاڍو محو ٿي ويس.“

عبارت ۽ پوليءَ جي لحاظ کان، ديوان آڏارام جو هيءُ ڪتاب، ننديرام جي تصنيفن کان گوءِ کٽي ويو آهي.

**ونهين ۽ ولهي جي آکاڻي:-** هيءَ آکاڻي به اخلاقي نڪتن سان ڀريل آهي. جيتوڻيڪ ماڻهو هن ڳالهه کي چرچي طور استعمال ڪندا آهن، پر سچ پچ ته هن آکاڻيءَ ۾ وڏو مطلب رکيل آهي. ساري آکاڻيءَ جو مقصد آهي ته: جيڪو هبچ ڪري وڏيڪ ڪائيندو آهي، سو ڪڏهن نه ڪڏهن، ولهي وانگر، بيمار ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري بهتر آهي ته گهٽ ڪائجي.

**عبارت ۽ پولي:-** هن آکاڻيءَ ۾ مسٽر آڏارام رنگين زبان ڪم آڻي، پوليءَ ۾ سونهن پيدا ڪئي آهي. تمام سادا ۽ سولا لفظ ۽ اصطلاح ڪم آندا اٿس، جي عبارت کي سينگاريو بيٺا آهن. زبان اهڙي ته سيلس ڪم آندي اٿس، جو ٻار به آسانيءَ سان ان کي سمجهي سگهندو. نموني طور، آکاڻيءَ سان ڪي مثال ڏجن ٿا:

”هڪڙي ونهين جي وياءَ جو وهاڻءُ هو. تنهن وٽ هڪڙو ولهو ويو، ته ونهين ويٺي وڙين جو پلاءُ، واڱڻ جي ڀاڄيءَ سان ڪاڌو. تڏهين ولهو وڃي ويجهو ويٺس. ونهين ڪٺندي ئي وڙي، ڇڪي ولهي جي وات ۾ وڌي، ته ولهي ويچاري، جنهن ويهن ورهين لاڪر وڙيءَ جو واس ئي نه ورتو هو، سو وسو ٿي ويو، ۽ وات پٽيو ويٺو ڪري، واه واه!“

”جڏهين ونهيون وڙيون ڪاٺي واندو ٿيو، تڏهين ولهي ڪي
ڇپائين ته ويجهو ٿي ويهه ته ڪا ورونهه ڪريون. ولهي واڪو
ڪري چيو ته ’نه‘.“

آءُ ويجهو، ويهه وچ ۾، ڙي ڪاءُ وڙين جا طعام،
وندريا رهون مدام، ڪر وائي ۾ وچڻ جي.

”تڏهن ولهو ويچارو وائڙو ٿي اچي ونهين وٽ وينو ته اتي
ونهيا ۽ ولها گهڻي ئي اچي گڏ ٿيا.“

ته ولهو ويهي اتهين ٿو گهري ونهين ڪان ڏاڻ،
پوءِ ونهيون ولهي ڪي ساڻ، وني ويو ۾ وڻاڻ.

”اتي هن وڙين جي پلاءَ جو ولو پري آڻي ولهي جي اڳيان
رکيو. ولهو ۾ اچي جو وچڙيس، سو وڙي نه ڇڏيائين ڪا هڪڙي.“

هن ڪتاب ۾ ڪم آندل عبارت، موجوده زماني واريءَ عبارت
ڪان گهڻي مختلف آهي. آ ڪاڻي ائين لکيل آهي، جيئن ويهي ڳالهه
ڪجي، جنهن ڪري منجهس ادبي خوبيون گهٽ نظر اچن ٿيون.

**سنڌي وياڪرڻ**(۱):- هي ڪتاب ڏاڏو ڪمائتو آهي. هن
ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ ڏهه فصل آهن. شروعات صرف ونحو سان
ڪئي ويئي آهي، ۽ ٻنهي —صرف ونحو— جي وصف پڻ ڏني ويئي آهي.
باب پهرئين جي فصل پهرئين ۾ سنڌي ٻوليءَ جي الف. ب جي ٻني
ڏنل آهي. ٻئي فصل ۾ سنڌي ٻولي جي ڳالهائڻ جي اڻن لفظن جو
بيان آهي. حالتن واري باب ۾ پنج حالتون بيان ڪيون اٿس. اهڙيءَ
طرح واحد ۽ جمع، زمان وغيره تفصيل سان سمجهايل آهن. ديوان صاحب
هن ڪتاب لکڻ مهل سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻ تي گهڻو غور ڪيو آهي.

**طوطي نامو**:- هي قصو اصل سنسڪرت ۾ لکيو ويو هو.
ڌار ڌار ٻولين ۾ ترجمو ٿيو ۽ دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پهتو. سنسڪرت
مان محمد قادريءَ فارسيءَ ۾ آندو، ۽ پوءِ سيد حيدربخش حيدريءَ اڙدو
۾ ترجمو ٿيو. اڙدوءَ تان ٻين ٻولين ۾ ترجمو ڪيو ويو.

---

(۱) هن ڪتاب جو جيڪو نسخو تبصري لاءِ نظر جي سامهون آهي،
اُن جو ڇاپو ستون آهي ۽ ۱۸۹۲ع ۾ ڇپيو آهي. گورنمينٽ بڪ ڊيپوءَ
ڪراچيءَ طرفان مرڪنٽائيل پريس ۾ ڇپيو هي.

هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو منشي آڌارام ڪيو ۽ ١٨٦٢ع ۾ ڇاپيو ويو. هي ڪتاب منشي هاسارام هيرانند جي ڇاپخاني ۾ ودِيا ونود (ڪراچيءَ) ۾ ڇپيو. مهاڳ ۾ منشي صاحب لکي ٿو(١):

”پڌرو هجي ته هيءُ ڪتاب پهريائين سنسڪرت ۾ هو، جتان محمد قادريءَ فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو، ۽ انهيءَ تان وري سيد حيدر بخش حيدريءَ اڙدوءَ ۾ ترجمو ڪيو، ۽ ان جو نالو ”توتا ڪهاني“ رکيائين. هاڻي هن حقير آڌارام ڀٽ ٿانورداس جي، ڪيترن دوستن جي فرمائش موجب سنڌي وائيءَ ۾ سوڪي ۽ محاوري جهڙي عبارت منجهه ترجمو ڪيو ته پلي نيڊ و وڏو پڙهي، آن سڀ مطلب مان لذت حاصل ڪري، ۽ پڙهندڙن کي عرض آهي ته ڪٿي ڪا ڀل يا خطا ڏسن ته کندو نه وٺن، بلڪ انهيءَ اکر کي ڪلڪ جي ترار سان دشمن جي سسيءَ وانگر لاهي ڦٽو ڪن، ۽ احسان هن حقير تي رکن. هاڻي مطلب جي ڳالهه تي اچي، جنهن ۾ ڏسو ته اُستاد ڪهڙيون ڪهڙيون رمزون رکيون آهن.“

**عبارت ۽ ٻولي:-** هن ڪتاب ۾ ڪل ٩٥ صفحا آهن ترجمي ۾ نج ٻولي ڪتب آندل آهي. ڪي مثال ڏجن ٿا:

”جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو، خجسته ڪنبا ويس ڪري، ڳهه ڳنا پائي، هار سينگار ڪري چتونءَ ڪان موڪل وٺڻ ويئي ۽ آن کي اپائڪو ڏسي پڇڻ لڳي ته ’اي من ريجهائيندڙ اڄ چو آپائڪو ٿيو آهين، ۽ ڪوه ايتري ڳڻتي ٿو ڪرين؟‘“

چتون چوڻ لڳو ته ’اي بيبي، مون کي تنهنجو ڏک ٿو ماري ۽ اها ڳڻتي ٿي ڳاري ته تون مون کان سيڪنهن رات موڪل وٺڻ ٿي اچين ۽ منهنجي ڳالهين ۾ صبح ٿيو وڃيئي. متان

---

(١) آءٌ محترم ذوالفقار راشديءَ جو شڪرگذار آهيان، جنهن سماهي مهراڻ جي ١٩٦٧ع نمبر ١ واري پرچي ۾ ”سنڌي طوطا نامي“ جي عنوان سان مضمون لکيو آهي ۽ آن ۾ منهنجو ڌيان ڇڪايو اٿن. هت طوطي نامي جو سربستو احوال هوبهو راشدي صاحب جي لفظن ۾ ڏجي ٿو.

اوچتو سڙس تنهنجو اچي سهڙي ته توکي به نه وڃڻ جي سانگي هُن ٻليءَ وانگر ارسان ٿئي، جا ڪوئن کي مارڻ کان ڦڪي ٿي هئي. خجسته پڇي ڇيو ته اي چتون! ڪٿا ٻليءَ جو ڪاج آهن. اها اڇرج جوڙي ڳالهه آهي ته ٻليءَ کي ڪوئن مارڻ کان ارسان ٿيو. اهو ڳجهه مون نه سمجهيو آهي. چتون چوڻ لڳو ته ”ڪنهن پٽڻ ۾ ڪو شينهن رهندو هو، جو پوڙهائيءَ جي ڪري ڏند اڙي پيا هيس ۽ جي هو ڪڏهن گوشت کائيندو هو ته تاندورا آن جا ڏندن ۾ اڙي پوندا هئس... الخ(١).

---

## سيد ميران محمد شاهه (اول)
## ١٨٢٩ع کان ١٨٩٣ع

شاهه صاحب ١٢- صفر ١٢٤٥هه/١٨٢٩ع ۾ ٺٽ ۾ ڄائو هو. ننڍي هوندي کان وٺي عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ چڱي مهارت هئس. انگريزن جي ابتدائي زماني ۾ چيف ڪمشنر جو مير منشي ٿيو. اتان وري حيدرآباد جي سيشن جج جو سرشتيدار ٿيو. ڪجهه عرصي کان پوءِ ٺٽي آدم ۾ ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ مقرر ٿيو. نيٺ نوڪري ڇڏي وڪالت ڪرڻ لڳو، پر پوءِ خواجه عبدالرحمان سرهنديءَ جي چوڻ تي، وڪالت جو ڌنڌو ترڪ ڪري، حڪمت جو ڪم اختيار ڪيائين.

**علمي ۽ ادبي خدمتون:** انگريزن جي دور وارن ابتدائي نثر نويسن ۾ شاهه صاحب جو نالو قابل ذڪر آهي. سندس تصنيفن ۾ ”سڌاتوري ۽ ڪڌاتوري جي ڳالهه“، ”مفيدالصبيان“ ۽ ”آڪاشي نروار“ مشهور آهن.

**سڌاتوري ۽ ڪڌاتوري جي ڳالهه:-** هي ڪتاب اصل هنديءَ ۾، پنڊت بنسي ڌر جو ٺاهيل هو، جو آن وقت جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر جي حڪم موجب، سيد ميران محمد شاهه سنڌيءَ ۾ ترجمو

---

(١) وڌيڪ ڏسو محترم ذوالنقار راشديءَ جو مضمون سماهي مهراڻ، ٢- ١٩٦٧ع، ص ص ٣٩ کان ٥٥

ڪيو. هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي ته ”متڙا شهر ۾ ٻه ماڻهو رهندا هئا: هڪڙو سمڃهايو (لحاظ ۽ لياقت وارو)، ۽ ٻيو اسمجهايو (بيمروت). سمهابي جي پٽ جو نالو ’سڌاتورو‘، ۽ اسمهابي جي پٽ جو نالو ’ڪڌاتورو‘ هو. سڌاتوري کي گهر ۾ سلڇڻائيءَ جا سبق ملندا هئا، ۽ لفنگن ڇوڪرن جي سنگت کان به هو پري رهندو هو. مگر ڪڌاتوري جي گهر ۾ ڪوٽ ۽ ڪپٽ جو وهنوار هلندڙ هو، ۽ هو بدڪار ڇوڪرن جي سنگت ۾ گذاريندو هو.

سڌاتورو اسڪول ۾ چاهه ۽ محنت سان پڙهندو هو ۽ ڏاڍو هوشيار ٿي پيو. هڪڙي ڀيري ڪليڪٽر صاحب ۽ ٻيا آفيسر اسڪول ۾ آيا ۽ امتحان ورتائون. سڌاتوري جي هوشياري ۽ فضيلت ڪليڪٽر صاحب کي اهڙي ته وڻي، جو ان کي تمام چڱو انعام ڏنائين، ۽ اسڪول ڇڏڻ شرط تپيداريءَ جي نوڪري ڏنائينس. انهيءَ نوڪريءَ ۾ هن اهڙا ايمانداريءَ ۽ سچائيءَ جا ڪم ڏيکاريا، جو ترقي ڪندو ويو ۽ آخر هڪڙو نامور ۽ عادل مختيارڪار وڃي ٿيو.

ڪڌاتورو ٻه لکڻ پڙهڻ جهڙو ٿيو، ۽ گهڻا ڏکا ڏوسا ڪاٽي، آخر دفتردار جي آفيس ۾ منشگيريءَ جي جاءِ وڃي حاصل ڪيائين. نوڪريءَ جي وقت ۾ به ان پنهنجا نندي هوندي وارا بدچال سنگتي نه ڇڏيا، ۽ پڪو جواري بنجي پيو. هڪڙي ڀيري، ڪنهن ڏر کي ناجائز فائدي ڏيڻ لاءِ، رشوت وٺي، سرڪاري ڪاغذن ۾ بايماني ڪيائين، جنهن ڪري ٿي ورهيه سخت پورهئي سان قيد جي سزا مليس.

**عبارت ۽ ٻولي:-** شاهه صاحب هي ڪتاب ١٨٥٥ع ۾ لکيو هو. ان وقت جي ٻين ڪتابن جي ڀيٽ ۾، هن ڪتاب ۾ نئين مقرر ٿيل عربي- سنڌي صورتخطيءَ جا سڀ حرف، صحيح صورت ۾ ڪم آيل آهن. جيتوڻيڪ ٻاڻ مٽارين جو ويڙل هو، پر سندس عبارت ٺٽوي بزرگن جي عبارت جهڙي آهي. سندس زبان بامحاوره ۽ عام فهم آهي. ڪيترا ئي پهاڪا ۽ اصطلاح ڪم آڻي، پنهنجي عبارت کي رنگين بڻايو اٿس. مثال طور ڪي ٽڪرا ڏجن ٿا:

”تڏهن مٺين صاحب ڇوڪرن جي پرک ورتي، پوءِ جيڪو ڇوڪر ڏرڙو هو يا جنهن ڇوڪر جو لکپڙهه تي چاهه نه هو، ان کي ڪونٺو ٿي چيائين ته جيڪڏهن تو گهر ڪري لکيو پڙهيو هو ۽ پنهنجو واڌارو ڏيکارئو هو ته جيڪر توکي ٻڻ ڏاڻ ملئو: ڏس، تنهنجي ڏرڙائيءَ تنهنجي انعام کي جهلئو.“

”سڏاتورو ڇيت گهٽي سين ڪم ۾ رهئو. هيڪي پيري ڪليڪٽر صاحب جلال پور جي تپيدار کي حڪم ڏنو ته هتي نقشو ٻنيءَ جو جوڙڻ سهل سئون ۽ سڌو نه ٿيو آهي، ان لاءِ توکي گهرجي ته ٻنين کي سٽي، نئين سر نوءُ نقشو سنئون ۽ سڌو جوڙي آڻ، ۽ ان نقشي جين خسرو ٻڻ ٺاهي آڻ. آن صاحب جي منه تي ته آنهه آنهه ڪيي، پر ٻن جو نقشو جوڙڻ ڪو اهڙو سهڪو نه هو.“

هن ڪتاب ۾ ڪي اهڙا لفظ به ڪم آندل آهن، جن جي صحيح معنيٰ موجوده وقت سمجهڻ ٿي مشڪل آهي. مثلاً:

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| گهر | ڌيان | آراڏ و | نرالو |
| آرڪڻ | لوڻ | آنٺو | غيرآباد ٻني |
| ڏاڪو | ناري هرلو | ول | (وَرُ) ڦيرُ، تفاوت |
| ڇيت | حوصلو | | |

سيمڻ صاحب، شاهه صاحب جي ڪتابن مان هينيان ۽ اصطلاح چونڊي ڏنا آهن (١):

**پهاڪا:** (الف) سلو سرجندي ٿي پلو.

(ب) ٻڙ جا ٻن آيرندي ٿي سٿيا.

(ب) ٻاڻ قرائي به ڪم ڪڍجي.

**اصطلاح:** جوف ۾ منهن وجهڻ، لوپ ڪرڻ، ڪوڏيءَ جو ول پوڻ، ٻاٽي ٻاٽي ڪير ڪير ڪرڻ.

---

(١) محمد صديق سيمڻ: ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ پاڱو پهرون، ص١٢١

# لطف‌الله محمد اسحاق آخوند

## ١٨٤٢ع کان ١٩٠٢ع

آخوند صاحب جا آبا ڏاڏا مسقط جا رهاڪو، صديقي قريشي هئا. غازي محمد بن قاسم جي زماني ۾، ديبل جي شهر ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا. عربي تعليم ڏيڻ سندن خاص ڌنڌو هو. رفتي رفتي انهن آخوندن مان ڪي ڪهر سنڌ جي جدا جدا شهرن ڏانهن لڏي ويا، ۽ درس تدريس جو ڪم ڪندا رهيا. انهن مان هڪڙو گهر سن جي شهر ۾ وڃي رهيو، جتان سنڌ جي حاڪم مير غلام‌علي خان ٽالپر کين ڪوٺائي حيدرآباد ۾ رهايو، ۽ پنهنجن ٻارن جي تعليم ۽ تربيت سندن حوالي ڪئي. انهيءَ وقت کان وٺي اهي آخوند مير صاحبن جي ٻارن کي تعليم ڏيندا آيا، ۽ سندن اهل‌النساءِ وري مير صاحبن جي ديرن کي پڙهائيندا رهيا.

انهيءَ سنائي آخوند خاندان جو وڏو، غازي بن سعد نالي هو، جنهن جو فرزند، آخوند عبدالڪريم، جدي (عربستان) جي وڏيءَ درگاهه جي بزرگن جو سنڌ لاءِ خاص خليفو هوندو هو، ۽ مير ڪرم علي خان ٽالپر جي حڪومت ۾ ڪاردار هو.

آخوند لطف‌الله، ١٨٤٢ع ۾ حيدرآباد ۾ ڄائو هو. تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ ڀهرين آخوند محمد صديق جي مڪتب ۾ رهندو هو، جتان پوءِ لوڪلبورڊ طرفان ابتدائي اسڪول جو ماستر مقرر ٿيو. پڇاڙيءَ ۾ ٽنڊي ولي‌محمد اسڪول جو هيڊماستر مقرر ٿيو. ١٨٩٨ع ۾ نوڪريءَ کان فارغ ٿيو، ۽ ١٩٠٢ع ۾ وفات ڪيائين.

**تصنيفون:**- آخوند صاحب، هندي قصي ”فسانهٔ عجائب“ تان ”گل خندان“ نالي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ قصي نويسيءَ ۾ پنهنجي امتيازي حيثيت قائم ڪئي. جيتوڻيڪ سندس هڪ ئي ڪتاب لکيل آهي، ليڪن ’ايڪ رانجهو لکان دا مٺ‘ جي مصداق، سندس هيءُ ڪتاب گهڻن ڪتابن کان ڪسر آهي، ۽ جنهن نثر ۾ هي ڪتاب لکيو اٿس، تنهن ۾ ڪي ڳاڻ ڳڻيا ڪتاب ملن ٿا. اهو ئي سبب آهي جو سندس هيءُ ڪتاب سنڌي ادب ۾ خاص اهميت وارو آهي.

ڪتاب جو سمورو مضمون هڪ تمثيل آهي. آکاڻيءَ جي سورمي سان مراد هڪ نيڪ نيت شخص آهي، جو هن دنيا ۾ شيطان سان مقابلو ڪري، روحاني راهه ۾ سوڀ حاصل ڪري ٿو. 'جان عالم' جي زندگيءَ جي ڪهاڻي، هر مخلوق جي حياتيءَ جي آکاڻي آهي. اسين جيڪي ڪجهه پسون ٿا، ڪريون ٿا، سو جان عالم جي عملن جو پڙاڏو آهي.

جان عالم خطن ملڪ جي بادشاهه، فيروز بخت جو فرزند هو. جڏهن جوان ٿيو، تڏهن ڪيس شاهي خاندان جي هڪ شهزاديءَ 'ماه طلعت' سان پرڻايو ويو. هن هڪ طوطو خريد ڪيو جنهن ساڻس زرنگار جي شهزاديءَ انجمن آرا جي حسن جي ساراهه ڪئي. جنهن تي هو انجمن آرا جي تلاش ۾ نڪتو، ۽ واٽ تي جادوگريائيءَ جي طلسم ۾ قاسي پيو، جتان نقش سليمانيءَ وسيلي آزاد ٿيو. پوءِ هو 'مهرنگار' شهر ۾ پهچي، 'ملڪه' شهزاديءَ جو واقف ٿيو. هن جي پيءُ وٽان ڪيس هڪ جادوءَ جي اثر واري تختي ملي. اتان هو زرنگار پهتو، ۽ 'انجمن آرا' کي گهڻين تڪليفن سان هٿ ڪري، اچي مهرنگار رسيو، جتي 'ملڪه' شهزاديءَ سان نڪاح ڪيائين. وطن ڏانهن ورندي، وري پهرينءَ جادوگريائيءَ جي قندي ۾ قاسي پيو، ۽ نيٺ 'ملڪه' جي پيءُ اچي سينءَ کي آزاد ڪرايو.

**عبارت ۽ ٻولي:-** هن ڪتاب ۾ آخوند صاحب مسجع ۽ مقفيٰ نثر ڪم آڻي، پنهنجيءَ عبارت کي نهايت ئي دلچسپ بنايو آهي. ڪتاب جي مطالعي سان اصل معلوم ئي نٿو ٿئي ته ڪو هي ڪتاب ترجمو ٿيل آهي. بي انداز تشبيهن ۽ استعارن، اصطلاحن، پهاڪن توڙي تڪبنديءَ ڪري هن ڪتاب جي عبارت نهايت ئي وڻندڙ آهي، جيتوڻيڪ ڪٿي ڪٿي تصنع کان به ڪم ورتل آهي. موزون هنڌن تي غزل ۽ ڪافيون به ڏنيون اٿس، جي درد، سوز ۽ گداز کي وڌيڪ اصليت وٺائين ٿيون. منظر نگاري، ڪردار نگاري، طلسم، محبت ۽ سڪ جو داستان، جادو، لڙائي ۽ پين حالتن جا نقش، اهڙيءَ ته عبارت ۽ ڍنگ ۾ چٽيا اٿس، جو سارو مضمون اصليت جي خوبيءَ سان پريل نظر اچي ٿو. مثال لاءِ عبارت جا ڪي ٽڪرا پيش ڪجن ٿا:

(الف) ''شاهزادو گفتگو جو ڏاڍو چالاڪ هو. ڪو نه ڪو مڙيو ٿي نُڪتو رمز ۾ چرچي جهڙو چوندو هليو. تنهن تي ملڪه جي دل هيڪاري وگهرندي ويئي. دل کي سمجهائيندي هلي نه ائين نه ڪجي، جو ننگ ناموس کان نڪرڻو پوي، مفت وڃوڙي جو ڏک، جيڏين جو مهڻو، لوڪن جو طعنو سهڻو پوي. هلندي اچي باغ جي در وٽ پهتا. سبحان‌الله! باغ بهشتي نشان هو. منجهس تخته بنديءَ جو سهڻو سامان هو. سيڪو تختو صفا ۽ هموار، ۽ رستي تي پاڻيءَ جو چٽڪار هو. هڪ پاسي ياسمين ۽ لالا هشيار؛ نسرين ۽ ريحان عجب رنگ ڪلايو؛ گونتي ۽ پيچان واه جو ڇهڇٽو لايو، سنبل جي پيچ سوسن کي هم آغوش ڪيو؛ عاشقن کي انهيءَ نظاري کان دل ۾ جوش جاڳيو؛ گلن جي خوشبو ۽ هبڪار ملايو.''

(ب) ''هوڏانهن انجمن‌آرا کي سينگار ڪرائيندڙ سينگار ڪرايو؛ تنهن کي ڦٽي، سرمو، پالش، ڪجل جي وٽ ڪاري ڪيدايئين؛ ڇوٽن جي وچ ۾ تر جوڙيائين، 'يا الله‌اڪبر' جو نقشو لکيائين، دهڙي ڳچيءَ ۾ پاتائين، جڻ عاشق جي گلي ۾ دام وڌائين؛ ڳچيءَ ۾ چندن هار، پيرن ۾ پازيب ڇم ڇم وارو، هٿن ۾ دستيون جواهر جڙيون، پيرن ۾ نورا ۽ ڪڙيون، ڪنن ۾ لڪون، سوتين مڙهيون، نڪ ۾ نٿ بولو قيمتي، جنهن جي قيمت ڪنهن نه ڪئي: انهيءَ طرح سيئي زيور ڍڪيائينس.''

(ٿ) ''اي عزيز، آءٌ باغ سبز ۽ تزئيل جي شاخ نه آهيان، پر خوشبودار گل آهيان. آءٌ بهار جي موسم جو ٻڪي بي‌زبان نه آهيان، پر پوليندڙ بلبل آهيان. ڏکن جي جهولي مون کي باغ سان ٽولي ڇڏيو. هيءَ زماني جي شڪايت نه آهي، پر عشق جي عنايت آهي. نه نه، اهو ڇٽ آهي، نه تخت آهي، اهڙو حال سخت آهي، ڇٽ جي بدران ڳٽ آهي، تخت جي عوض پٽ آهي. نه يار غمگسار، پنهنجي هٿان پاڻهي اچي بلا ۾ ڦاٿس. مگر شڪر ڪرڻ روا آهي، خدا مشڪلڪشا آهي، جو تو جهڙي مشفق سان اتفاق پيو.''

# ديوان ڪوڙو مل چندن مل ڪلٽاڻي
## ١٨٤٤ع کان ١٩١٦ع

راءِ بهادر ديوان ڪوڙومل، نوشهري فيروز تعلقي جي ڳوٺ 'پرين' ۾ ٥- آڪٽوبر ١٨٤٤ع تي ڄائو هو. سندس جنم جو نالو 'پريتم' هو، پر سندس مائٽ کيس 'ڪوڙو' چوندا هئا.

ننڍي هوندي کان تعليم سان گهڻو چاهه هوندو هوس، ۽ سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ گهڻي مهارت حاصل ڪيائين. ننڍي هوندي کان ئي ذهين ۽ تيز فهم هئڻ ڪري، سنڌ جي تعليمي انسپيڪٽر کيس پهريون شاگرد-ترجمان (Boy- Translator) مقرر ڪيو.

ديوان صاحب کي پهريائين ڪراچيءَ ۾ ڪمشنر جي آفيس ۾ ٣٠ روپين جي ڪلارڪي ملي. جلد ئي هن کي تعليم کاتي ۾ آئي، پهريائين حيدرآباد جي نارمل اسڪول ۾ نائب ماستر، ۽ پوءِ سکر ۽ حيدرآباد جي نارمل اسڪولن جو هيڊ ماستر مقرر ڪيو ويو، جتان ترجمان (Translator) جي عهدي تي آيو.

**علمي ۽ ادبي خدمتون:-** سنڌي نثر کي اول اول جن چئن بزرگن سنڀاليو ۽ ترقي ڏياري، ديوان ڪوڙومل به تن مان هڪ هو. ديوان منوهرداس انهن چئن بزرگن کي سنڌي نثر جا چار ٿنڀا سڏيو آهي (١). ديوان ڪوڙي مل کان سواءِ، باقي ٽي ٿنڀا هئا: مرزا قليچ بيگ، رشي ڏيارام گدومل ۽ پرمانند ميوارام. ديوان منوهر داس جي راءِ موجب: ''سيني ۾ عمر ۾ وڏو، پهريون پهريون اِنڊا پرينڊڙ، ترجما ڪندڙ، جهنگ کي ڪٽيندڙ، سڙڪ بنائيندڙ، ديوان ڪوڙو مل هو، جنهن کي ''سنڌي نثر جو ابو'' چئي سگهجي ٿو (٢).

ديوان صاحب کي سماج جي گهرجن جي پوري ڄاڻ هئي. سماجي اوڻاين کي دور ڪرڻ لاءِ هن عملي رٿون تجربي ۾ آنديون هيون، انهي ڪري سندس مضمونن ۾ عمل جو جزو ۽ تاثر زياده آهي. ژالن کي

(١) ۽ (٢) منوهرداس ڪوڙومل: ''ساهتڪ پشپ''، ساهتيه اڪاديمي، نئين دهلي ١٩٦٠ع، ص٤

اعليٰ زندگيءَ جي مثال سيکارڻ لاءِ، زناني تعليم نسبت هڪ نئون ڪتاب ''پڪو پهه'' لکيائين. اهڙيءَ طرح، عورتن جي بهتريءَ لاءِ ''آريہ ناري چرتر'' نالي ڪتاب لکيائين. ننڍيءَ تهيءَ وارن ۾ چڱن اخلاقن پيدا ڪرڻ لاءِ هن ''پاراٺيون آکاڻيون''، ''قول مالا''، ۽ ٻيا انيڪ نئيا ڪتاب لکيا. ديوان صاحب علم جي مختلف شعبن تي ناياب ڪتاب لکي، سنڌي زبان جي گهڻي خدمت ڪئي. سندس ناول، ناٽڪ، ڪهاڻيون ۽ اخلاقي مضمون پڙهڻ جي لائق آهن. سندس ڪتابن مان ڪي هي آهن:

روهني، هري درشن، پهاڙي بابا، پڪو پهه، پاراٺا گيت، پاراٺيون آکاڻيون، ڪيتي، قول مالا، ساميءَ جا سلوڪ، پچن مالا، سنڌي ڳجهارتون، ميران ٻائي، ساوتري، درو پڳت، رتناولي، ۽ آريہ ناري.

**رتناولي:-** ديوان صاحب هيءُ ڊرامو ١٨٨٨ع ۾، سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اصل ۾ هيءُ ڪتاب شري هرش ديو، ڪشمير جي راجا، ٻارهين صديءَ ۾ سنسڪرت ۾ لکيو هو. هن ڊرامي ۾ ڄاڻايل آهي تہ ''وتس' ڪوسمبيءَ جو راجا هو. هن جو اُجين جي راجا جي ڌيءَ 'واسودتا' سان وهانءُ ٿيو. 'يوگنڌارين' ان راجا جو وڏو وزير هو. هن کي خبر پيئي تہ لنڪا جي راجا جي نياڻيءَ، 'رتناوليءَ' کي ڪنهن درويش چيو آهي تہ جيڪو بہ ساڻس پرڻبو، سو ساري جهان جو راجا ٿيندو. تنهنڪري، وزير جي مرضي هئي تہ 'وتس' راجا ان سان پرڻجي. پر لنڪا جي راجا اها ڳالهہ نہ مڃي، ڇاڪاڻ تہ هن جو خيال هو تہ ائين ڪرڻ سان 'واسودتا' راڻيءَ کي ڏک ٿيندو. تنهنڪري، وزير ظاهر ڪيو تہ 'واسودتا' راڻي باهہ ۾ سڙي ويئي آهي. تنهن تان پوءِ، لنڪا جي راجا پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ، وتس راجا کي ڏنو، ۽ ڏاج وغيره ڏيئي، پنهنجي وزيرن ۽ پين ماڻهن سان راجڪماري وتس راجا ڏانهن موڪلي؛ پر وات تي جهاز لهرن ۾ ڦٽي پيو، ۽ ماڻهو [illegible] هن جو ڪيڏانهن لڙهي ويا. راجڪماري کي هڪڙي سوداگر، سندس ڳچيءَ ۾ پيل موتين جي مالها مان سڃاڻي ورتو، ڪيس نيئي يوگنڌارين، [illegible] راجا جي وزير جي حوالي ڪيو، جنهن اها راجڪماري واسو[illegible] راڻيءَ کي سونپي.

هڪڙي ڏينهن، واسودتا راڻي، سهيلين سان باغ ۾ پوڄا ڪرڻ لاءِ ويئي، جتي راڄا به موجود هو. 'رتناولي'، جنهن تي سمنڊ سان لڳڻ ڪري 'ساگريڪا' نالو رکيو هئائين، سا به اتي ويئي. هن راڄا کي ڏٺو، ۽ مٿس موهت ٿي پيئي. پوءِ ان جي مورت چٽيائين، جا سندس سهيليءَ ڏٺي، جنهن راڄا جي مورت جي پر ۾، ساگريڪا جي مورت به ڪڍي ڪيڏي. جڏهن بادشاهه گهمندي گهمندي اهي مورتون ڏٺيون، تڏهن هو اڪن چڪن ٿي پيو، ۽ ساگريڪا سان باغ ۾ گڏيو، جنهن جي خبر راڻيءَ کي پئجي ويئي، جنهن ساگريڪا کي محلات ۾ بند رکيو. انهيءَ عرصي ۾ هڪڙو جادوگر، وزير جي ڪيڏ سان اتي آيو. هن راڄا کي کيل پئي ڏيکاريو، تنهن وچ ۾ لنڪا جي راڄا جو وزير ۽ پيا ساٿو، جي رتناوليءَ سان گڏ هئا، سي به اچي نڪتا. جادوگر جي کيل سان محلات کي اچي باهه لڳي. راڄا جڏهن ٻڌو ته ساگريڪا باهه جي نظر ٿي ٿئي، سو باهه ۾ گهڙي پيو. اجا هن کي ٻاهر ٿي سس ڪڍيائين ته ڏسي، ڪيڏانهن ويئي باهه ۽ ڪيڏانهن ويا آلا ۽ لاٽون. ساگريڪا کي موتين جي سالها ۽ پين اهڃاڻن سان سڃاتو ويو. واسودتا راڻيءَ پنهنجن هٿن سان هن جي ٻانهن راڄا جي حوالي ڪئي."

**عبارت ۽ ٻولي:-** هن ڊراما ۾ ڪم آندل ٻولي سنسڪرت جي لفظن سان ڀريل آهي. جيئن ته هن ڊراما ۾ هندو تهذيب، هندو رسمن ۽ رواجن جو ذڪر گهڻي قدر آهي، انهيءَ ڪري زياده تر انهن لفظن کي ڪم آندو ويو آهي، جي علم طرح هندو ڌرم ۽ هندو سڀيتا کي ظاهر ڪن ٿا. انهيءَ هوندي به، ديوان ڪوڙي مل ڪوشش ڪري روزمره واري سنڌي ڪم آندل آهي، جيئن گهڻا ساٿو ان کي پڙهي لطف حاصل ڪن. ديوان صاحب جي طرز تحرير جو هڪ مثال ڏجي ٿو.

" راڄا: پياري ساگريڪا، ڏس، رات جو پتي [چنڊ] هيئنر نڪر جي چوٽيءَ تي اچي پيتو آهي، ۽ تنهنجي ڳلن جي چلڪاٽ جي ريس ڪري، جوت ۾ سرس ٿيڻ ڪاڻ، پنهنجا ڪرڻا چوڌاري پيو ڦهليڙي. پر چندرما جو نڪرڻ اجايو آهي. تنهنجو مکڙ ڪنول جي موڀيا کي ٿڪو نٿو ڪري ڇا؟، ۽ تنهنجن

نيڻن کي ڏسي وڏيڪ آنند نٿو ملي ڇا؟ تنهنجي سکڙي جو هکڙو ئي ديدار برهه جي برجن جو سنڪو ٿو ڏئي، پوءِ هو اڇي ڪامديو جي پي کهڙي سهائتا ڪندو؟ جڏهين چندرما روپي تنهنجو چاڪٺو مک ڏسجي ٿو، تڏهين هي پيو چنڊ نڪري ڇا ڪندو؟ ۽ جي هن کي پنهنجي امرت جي ميناج جو ايمان آهي، اهڙي امرت جي تنهنجن چپن ۾ ڪا ڪوت آهي ڇا؟"

"اسان جي ڀڪندڙ ٿن نيترن جي تيج ڪري تيئي اگنيون اجهامي ويئيون، ۽ اسان جي چنچل گڻن برهمڻ جون پڳون لاهي ورتيون، ۽ هو ويچارا ڊپ کان ڌرتيءَ تي پئي ليٽڙيا، ۽ دڪش راجا جي استريءَ لاڪن ۾ پاڻي آئي کميا گهري، ۽ ديوتا ڊڄي اٿي ڀڳا. شوَجي، ڀگيه ۽ پنگ وجهڻ جي اها ڳالهه پاروتيءَ ڪري ٿي پڌائي، سو شوَجي توهان جي رکيا ڪري."

"چندرما جي جَي ٿئي. ديوتائن کي سدائين نمسڪار هجي. سريشٽ برهمڻ کي سک ملي. پرٿويءَ ۾ اناج جي واڌ ٿئي. چندرمان جي سنمان وير پرش، جو راجا آهي، تنهن جو شال اڌڪ پرتاپ ٿئي."

ديوان صاحب جي عبارت پراڻي طرز جي آهي.

هيءُ ڪتاب جيتوڻيڪ هندو تهذيب جو عڪس پيش ڪري ٿو، تنهن هوندي به ديوان صاحب عربي ۽ فارسي جا عام ڪم ايندڙ لفظ به استعمال ڪيا آهن. سندس عبارت ۽ طرز تحرير ۾ معنوي ۽ لفظي ڪاريگرين جي ڪوت ڪانهي. هر جملي ۾ ڪا نه ڪا ڪاريگري ۽ صنعت رکيل آهي. مثلاً:

(الف) تنهنجو مک ڪنول جي سوڀيا کي ڦِڪو نٿو ڪري ڇا؟

( ب ) تنهنجي سکڙي جو هکڙو ئي ديدار برهه جي برجن جو سنڪو ٿو ڏئي.

( ب ) جڏهن چندرما روپي تنهنجو چاڪٺو مک ڏسجي ٿو، تڏهن پيو چنڊ نڪري ڇا ڪندو؟

(ب) جي هن ڪي پنهنجي امرت جي ميناج جو ايمان آهي ته اهڙي
جي تنهنجي چپن ۾ ڪا ڪوت آهي ڇا؟
(ت) تنهنجي نيڻن ڪي ڏسي آنند لٽو ملي ڇا؟



## حاجي امامبخش 'خادم'

## ١٨٦١-١٩١٨ع

حاجي امام بخش 'خادم' صاحب، ١٨٦١ع ڌاري، شڪارپور ۾ ڄائو هو. سندس وڏا عراق جي طرف کان سنڌ ۾ آيا. ننڍي هوندي پارسي ۽ سنڌي جي تعليم ورتائين، ۽ پوءِ انگريزي تعليم به حاصل ڪيائين.

١٨٨٦ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ تربيت وٺڻ ويو، جتان ١٨٨٩ع ۾ ڪامياب ٿي نڪتو. ١٩١٢ع ۾ پينشن تي لٿو. ١٩١٨ع ۾ وفات ڪيائين.

خادم صاحب ان دور جي پيداوار آهي، جڏهن سنڌي نثر اڃا آسري رهيو هو. هن زماني ۾ سنڌي نثر لاءِ هڪ نئين تحريڪ پيدا ٿي. انهي عرصي ۾ 'خادم' صاحب هڪ استاد جي حيثيت ۾ حيدرآباد آيو، جتي علمي مجلسون زور هيون. حيدرآباد ۾ آخوند قاسم هالائي، سيد فاضل شاهه، فضل محمد ''ماتم''، مخلص، سانگي ۽ گدا سان سندس تعلقات وڌيا. هن ماحول جو مٿس ايترو ته اثر ٿيو جو پاڻ به شعر چوڻ لڳو. آخوند قاسم کان شاعري جو سبق ورتائين (١)، ۽ ''گل خندان'' جي ليکڪ، آخوند لطف الله حيدرآبادي جي صحبت حاصل ڪيائين، جنهن سندس زندگي ۾ نثرنويسيءَ جو نئون باب کوليو (٢). هن کهڙو ڪري قصه نويسي تي زور ڏنو، ۽ انهي صنف ۾ مشهوري حاصل ڪيائين.

---

(١) لطف الله بدوي: ''ڪليات خادم''، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ١٩٥٨ع، ص ٢٩
(٢) ايضاً، ص ٣٠

**تصنيفات:-** خادم صاحب جا سنڌي نثر ۾ لکيل ڪتاب هي آهن: (١) هير- رانجهو [ڊرامو]، (٢) حاتم طائي [قصو]، (٣) چار درويش [قصو]، (٤) بهرام گور [قصو]، (٥) الف ليليٰ [قصو]، (٦) فرهنگ طب، (٧) دو- وايو، (٨) انشاي خادمي، (٩) فوائدالمبتدي.

## ڪتابن تي تبصرو:-

**هير رانجهو:-** خادم صاحب هيءُ ڪتاب، حيدرآباد ۾ ١٨٧٩ع ڌاري لکيو هو(١). هن دعوا مان اهو ثابت ٿو ٿئي سنڌي ادب ۾ جو پهريون ڊرامو لکيو ويو هو سو هير رانجهو ئي هو ۽ نہ مرزا قليچ بيگ وارو ''ليليٰ مجنون''، جو ١٨٨٠ع ۾ لکيو ويو هو. ڪتاب جو سارو مضمون هير ۽ رانجهي واري رومانوي داستان تي ٻڌل آهي.

**عبارت ۽ ٻولي:-** هن ڊرامي جي عبارت ۽ ترتيب نهايت دلچسپ آهي. پڙهن جي بجاءِ داستان آهن. مڪالما دلڪش ۽ وڻندڙ آهن. هن ڊرامي جي مطالعي ڪان پوءِ اٿين چوڻ ۾ وڌاءُ ڪونہ ٿيندو تہ خادم مرحوم هن صنف ۾ مرزا صاحب جو مَٽ آهي. چاڪاڻ تہ هير- رانجهي ۾ ڊراما نويسيءَ جون سڀ خوبيون نظر اچن ٿيون. پاڻ آغا حشر وانگر، هنڌ هنڌ تي شعر ۽ غزل بہ ڏنا اٿس. البت اهي فارسي زبان ۾ آهن؛ ڪٿي ڪٿي ''حمل'' لغاري ۽ حيدرشاهہ حيدرآبادي جي هير- رانجهي مان سنڌي بيت بہ ڏيندو ويو آهي. خادم صاحب جي هن ڊرامي واري طرز تحرير کي لطف الله بدويءَ ''ڪليات خادم'' ۾ ''امانت'' لکنويءَ جي ڊرامي ''اندر سڀا'' سان تشبيهہ ڏني آهي(٢). فرق صرف هيءُ آهي جو ''اندر سڀا'' نظم ۾ آهي، ۽ خادم جو ''هير- رانجهو'' نثر ۽ نظم ٻنهي ۾ آهي. حاصل مطلب تہ خادم جي هيءَ تصنيف بيبها آهي. اسلوب بيان، منظرنگاري، ڪردارنگاري ۽ دلڪش مڪالمن جي ڪري ''هير- رانجهو'' ڊرامو ڪافي اهميت ٿو رکي. طرز تحرير ۽ ٻين خوبين جي دليل لاءِ هڪ داستان ڏجي ٿو.

---

(١) لطف الله بدوي: ''ڪليات خادم'' ص ٣١

(٢) ايضاً ص ٣٣

داستان ناٺون—
جهنگ سيال جو ڳوٺ

(هير ۽ دائي)

”هير: منهنجي ليکي ته سڄي مجلس ڪيڙي جي هٿن ڪري چٽ ڳرهه ۾ هئي؛ پر رانجهن سائين ان ڪي وري روشن ڪيو بيٺو هو. سو ويو ته ٻاهر ته ساڳي اونداهي ڇانئجي ويئي. پوءِ تاريڪيءَ ۾ ويهڻ جو ڪهڙو ضرور؟ دائي، مجلس برخاست ٿي يا نه؟

”دائي: گهڻو ڪري سڀ هليا ويا آهن، باقي ڪي اڃا ويٺا آهن. پر، ٻيبي، تون ڇو غمگين پئي نظر اچين؟

”هير: دائي، موت ۽ ملاقات اوچتي ٿيندي آهي، پر اتر واريءَ ڪنڊ ۾ جو ڇوڪر بيٺو هو، سو تو سڃاتو ته ڪير هو؟

”دائي: نه ٻيبي مون ته ڪين سڃاتو.

”هير: توکي هڪڙي ڳالهه ٻڌايان، پر سا رکج دل ۾. هيترا ڏينهن پنهنجي دل جو راز پنهنجي اندر سانڍيو اٿم، ۽ ڪنهن جي نهائين ڇو نه ڪيتري به ڏکيل هجي، پر ان جي چر ضرور ايندي آهي. اهو راز اڄ توکي لاچار سلڻ پيو اٿم. اهو نوجوان هزارا جو ويٺل آهي. سندس نالو ’رانجهو‘ آهي، ۽ اسان وٽ ٽيهار ٿي بيٺو آهي. ان تينگر منهنجي دل ڪسي ٻاڻ وٽ سوگهي ڪري رکي آهي.

”چوندا آهن، ڪهڙ ڪهرندڙن ڪي، ڪهڙ واٽ وهندڙن ڪي. منهنجي ملاقات سائس پيڙيءَ تي ٿي هئي. سندس ڳالهين مان مون کي معلوم ٿيو ته هو هزارا جي سردار شيردل خان جو فرزند آهي. منهنجي سونهن جو شائق ٿي، پنهنجو وطن ڇڏي آيو آهي. ابي وٽ، منهنجي سانگي، ’ميهار‘ سڏائي، نوڪري ورتي اٿس. هو اڪثر رهندو آهي مينهن سان. تون ڪا اهڙي تجويز ڪر، جيئن اسان جي ملاقات ٿي سگهي.

”دائي: بيبي، تو اهڙي ڳالهه ڪئي آهي، جنهن تي توکي کهڻو ڪجهه چئي ٿو سگهجي.

”هير: دائي!

”دائي: مائي، مون سان اهڙي ڳالهه نه ڪر: آهاني بهاني پاڻ ڪٺي کهرائينس.

”هير: دائي، منهنجي حال تي رحم ڪر. آءٌ رانجهوءَ لاءِ سڀ ڪجهه ڪري سگهيس، پر خون ڪٺوڙي نه لکي، توڙي باري پونس بارَ: اما ڪي شڪ پنجي ويو آهي. ان ڪري، سڏيءَ ربت ڪجهه ڪري نٿي سگهان. خدا جي واسطي، تون ڪا رٿ ڪر!

اچي جي دوست سيني ٺار، سو سو وار صدقي ٿيان،
منو محبوب رانجهن يار، سو سو وار صدقي ٿيان.
ڏسي جلوو سندو جانيءَ، وسو ٿيو ماه ڪنعاني،
صباحت جا سچا سردار، سؤ سؤ وار صدقي ٿيان“

**بهرام گور:-** خادم صاحب اهو قصو، ايران جي مشهور بادشاهه بهرام جي معاشقي بابت لکيو آهي. هيءُ ڪتاب پاڻ تصنيف ڪيو هئائين. هن قصي جي تمهيد ۾ مصنف قصي جي ماهيت تي نهايت مختصر پر معنيٰ خيز تبصرو ڪيو آهي. تبصري جي شروع ۾ لکي ٿو:

”هيءُ حقير سراپا تقصير، احقر حاجي امام بخش، دانائن ۽ سالڪن جي اڳيان عرض ٿو ڪري ته ڪن صاحبن جو هي خيال آهي ته قصن ۽ آکاڻين پڙهڻ سان رڳو وقت جي وندر ڪان سواءِ پيو ڪو فائدو نه آهي: مگر اهو قول ۽ سمجهه بيجا چئبي، جو ته سعدي عليه رحمت فرمايو آهي:

نگويند از سر بازيچه حرفي،
کز و پندي نگيرد صاحب هوش،
و گر صد کتب حکمت پيش نادان،
بخوانند آيدش بازيچه در گوش.“

# شمس الدين 'بلبل'

## ١٨٥٧-١٩١٩ع

هيءُ بزرگ سيهڙ ضلعي دادوءَ ۾، ١٨٥٧ع ۾ ڄائو هو. سندس وڏا اصل آتر ڪان، ناڙي جي طرف کان، آيل هئا. اِبتدائي زماني ۾ سنڌي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪيائين. ڪجهه وقت انجنيري کاتي ۾ داروغو هو، پر پوءِ جلدي، ١٨٨٩ع ۾، ڪراچي روانو ٿي ويو، جتي خانبهادر حسن علي آفندي سان سندس ملاقات ٿي، جنهن کيس "معاون" اخبار جو ايڊيٽر ڪري رکيو.

بلبل صاحب نه فقط قابل قدر شاعر هو، پر هڪ بي‌نظير نثرنويس ۽ ڪامياب صحافي به هو. "سنڌ محمدن اُنسوسيئيشن" ۾ هن تمام گهڻي علمي ۽ ادبي خدمت ڪئي. "معاون" اخبار جي ايڊيٽر هجڻ واري زماني ۾، سندس لکيل ظريفانه ۽ فلسفيانه مضمون سڄي سنڌ ۾ ڏاڍا پسند آيا. دراصل هن بزرگ جي عبارت نئي سنڌي نثر ۾ انقلاب آندو. سنڌ جا ڪي اهل قلم کيس "سنڌ جو حالي" به سڏيندا آهن، ڇاڪاڻ ته هن مولانا حالي وانگر، نثر توڙي نظم جي ذريعي "سنڌ جي سر سيد" يعني خانبهادر حسن علي آفندي جي مدد ڪئي. هن جي قابليت ۽ خدمت جو اعتراف ڪندي، مرحوم سردار محمد يعقوب سي.آئي.اي. سابق وزيراعظم رياست خيرپورميرس، ١٩٠٦ع، لکيو آهي:

> "اسان جو اهو ارادو نه آهي ته فقط ظاهري لباس ۾ اوهان جي تعريف ڪجي، مگر سچ پچ ته اوهان جي اخبار جا مضمون اهڙي سنجيدگي ۽ ڪلام جي خوبصورتي سان سينگاريل هوندا آهن، جن جي تعريف ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي(١)."

مرحوم نورالدين صديقي، ميمبر سنڌ سروس ڪميشن جي والد بزرگوار، مخدوم انور پاٽائيءَ، "بلبل" بابت هڪ مضمون ۾ لکيو آهي:

> "جيئن ناليري فيلسوف جانسن، اسڪاٽ ۽ پين يورپ جي

---

(١) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل: "بلبل سنڌ" آزاد بوڪ ڊيپو، حيدرآباد، ١٩٥١ع، ص ١٢.

مشهور شخصيتن، پنهنجن ناولن ۾ فلسفي ۽ حڪمت کي جاء ڏيئي پنهنجي قوم ۾ هڪ وڏو انقلاب ۽ سڌارو آندو، تيئن 'بلبل' جي ظرافتي مقالن ۽ تصنيفن جيڪو اخلاقي اثر پيدا ڪيو، سو قوم کي سڌارڻ ۾ اسان جي ڍگهين تقريرن، تحريرن ۽ مضمونن ڪڏهن نہ ڪيو آهي(۱)''.

**تصنيفون:-** مرحوم ''بلبل'' سنڌي نثر ۾ جيڪي ڪتاب لکيا آهن، انهن مان ڪي هي آهن: (۱) قلندري ميلو، (۲) تيرهن چار مڪرن جا مار، (۳) بهار عشق، (۴) آئينہ تجارت، (۵) جهٽ سوال پٽ جواب، (٦) حل تجربات يعني شمس اللغات، (۷) ظريف الدولہ [ڀاڱو ۱ ۽ ۲]، (۸) گلزار لطائف [ڀاڱو ٻهريون]، (۹) بخت بازي، (۱۰) ڪارو نيشن ڪپ، (۱۱) عقل ۽ تهذيب، (۱۲) قرض جا مرض ۽ ان جا علاج، (۱۳) صد پند سودمند، (۱۴) مسلمانان سنڌ جي تعليم ۽ سرڪار، (۱۵) انگريز ۽ مسلمان، (۱٦) مسلمان ۽ تعليم، (۱۷) حرزالبنياد شرح قانون ۽ وقف علي الاولاد، (۱۸) جام جم.

**قلندري ميلو:** هن ڪتاب ۾ مرحوم ''بلبل''، لعل شهباز قلندر جي ميلي جي هرهڪ تماشي جو نقشو چٽيو آهي. ميلي ۾ ماڻهن جي شغلن، نانواين ۽ حلواين جي دوڪانن جا منظر چٽيا اٿس.

عبارت ۽ ٻولي جي لحاظ کان هي ڪتاب سنڌي ادب ۾ چڱي حيثيت ٿو رکي، مقفيٰ نثر ڪم آئي. هن قسم جي عبارت وارن ڪتابن ۾ بيش بها اضافو ڪيو اٿس.

سنڌي نثر ۾ ظرافت جو موجد بہ ''بلبل'' مرحوم ئي هو. سندس انداز بيان ۽ طرز تحرير ''بلبل'' مرحوم کي هميشه زنده رکندي. زبان جي پختگي ۽ حسن ادائگي لاء هيٺيون مثال ڪافي آهي.

''هر سال فرخ فال، شعبان شهر، سيمنت بحر سيوستان، اشڪ بستان، عالم آشڪار، شهره آفاق ميلو حضرت مخدوم قلندر بادشاهہ لعل شهباز، بلند پرواز، عليه الرحمة جو، مقرر ميعاد،

---

(۱) ڏسو مخدوم انور پاتائيءَ جو مقالو: 'آفتاب' اخبار، ۲۵-اپريل، ۱۹۰۸ع

فرصت سواد، ارڙهين تاريخ کان، مثلث نوبتن جي بدولت، نهايت هجوم، نهايت ڌوم سان وقوع ۾ اچي ٿو، جتي بيشمار، هزار اشخاص، عام ۽ خاص، هر اطراف، همرا کناف ۽ مڙئي اوصاف عالم جا موجود بلڪ شاهد ۽ مشهود ٿين ٿا.“

**ميلي ۾ ماڻهن جا قسم:-**

”پير فقير امير نواب، چڱا مٺا غريب ڪساب، ذرڙا زميندار، چور چڪار، ڪڙا ڪامورا، رئيس سردار، بازيگر رانديگر، نامي ملهه، جوڳي ٺوڳي دلبائي دل، لنگها ڌوم پٽ دلال، ڪدڙا باندي ڪيڙيون قوال، ٽانڊ ٽونڊ آکڙباز، ڦنڊيهوڙ جوا باز- غرض ته هرهڪ ملڪ جا هر انسان، هر سوداگر هر سامان، هر جنس هر حيوان، هر ساز هر باز، هر حسين هر ناز، اچي گڏ ٿين ٿا.“

**تيرهن چار مڪرن جا مار:-** هي ڪتاب ظريفانه انداز ۾، قوم جي اصطلاح لاءِ لکيو هئائين. جنهن ۾ پيرن، فقيرن ۽ سرڪاري عملدارن تي آزادي ۽ بيباڪيءَ سان تنقيد ڪئي اٿس.

**عبارت ۽ ٻولي:-** هن ڪتاب ۾ جيتوڻيڪ ظرافتي رنگ آهي، پر اصليت ۽ حقيقت نگاريءَ جي ڪري هر ڪنهن کي وڻي ٿو. زبان فارسي آميز لفظن واري آهي. هيٺ ڪي مثال ڏجن ٿا.

(الف) **پيرن فقيرن جا چار:-** بسم الله هادي! بابا، اسين پير فقير، ڇرچير بوسه گير، آزاد آدمي، خدا کان سواءِ نه ڪنهن سان غرض نه واسطو. پير فقير جي قدمن تان قربان ويان. جاتي وڃن آتي هر نعمت- پوڙ پلاءُ، دائو گاهه، پنگ تماڪ، دلا ڏڪڙ، ناچ راڳ، رن روڳڙي، سڀ مٺو نيڪي. مٺ مروڙا ڏين، خواهه ساڻ بيهن، ته به پير فقير جي ذات بيعيب ۽ غني مريد رکو هن درگاهه تخت اشتباهه تان چڳ ودائي ۽ ٻارهين مهيني دعوت ۽ روڪ ٺوڪ کائي، پوءِ بيپرواهه ٿيو وتي. خدا کي ڪا عملن جي ڪاڻ ڪانهي. پير فقير راضي، ته ڪوهه ڪندو قاضي. پير فقير جي هٿ ۾ ايمان ۽ بهشت جي چٺي آهي. پير فقير جي منڪر کي قبر جاءِ نه ڏئي.“

( ب ) **پوليس جو چار:** اها ها ها! پوليس جي نوڪريءَ سان ڪهڙي ريس. جمعي اڳيان خميس، لائي پيٽ ته ٻاٽي تيس. هلڪي سلڪي، اوچي نيچي، ذات ڪذات، سڀ انهيءَ پوليس ۾ پرتي. سڀئي لڏائين ته ٽيو سوار. ڪنڀ مان ڪانوَ جوڙيائين ته جمعدار. آتاهون اڳتي تڙبو ته ٽاڻيدار. پوءِ اچي ڪاري جو اختيار مختيار، پورو پورو عملدار. ڪانسٽيبل ته گربه مسڪين. منشي صاحب، گرگ دردنده. جمعدار، فيل مست. صوبيدار ته شيرغران. سندن اختيارات اهڙا وسيع جو ڪنهن جي عزت لاهڻ لاءِ ڪانسٽيبل به ڪافي وافي. پوءِ جي مٿ گرم ته منشي شافي، نه ته سڌو صافي. جي جاءِ تي پاڳئي جو گهر پڳو، ته پوليس جو گهر اڏيو.“



## رشي ڏيارام گدومل

## ۱۸۵۷-۱۹۲۹ع

سنڌ جو هيءُ درويش صفت انسان، ۳۰- جون ۱۸۵۷ع ۾ جائو هو. حياتيءَ جا ٻهريان ٻاويه، سال ٻالپڻ، اسڪول ۽ ڪاليج ۾ گذاريائين. سندس حياتيءَ جي انهيءَ عرصي سان معلوم ٿو ٿئي ته هو هڪ رواجي انسان نه هو پر گهڻو اعليٰ درجي وارو شخص هو. هي ٻهريون ئي سنڌي هو، جنهن ڪاليج ۾ وڏيون اسڪالرشپون کٽيون.

ننڍي هوندي، سندس پيءُ ديوان گدومل، کيس 'ٻائي گرهت صاحب' وٽ وٺي ويندو هو، جنهن جي مهر جي مٿس نظر هوندي هئي ۽ ٻائي صاحب جي دعا سان ئي ديوان صاحب ايڏي اوچ کي رسيو هو. ٻائي گرهت هڪ دفعي چيو ڏنو ته ”ڏيارام دنيا ۾ هڪ ڏئي وانگر چمڪندو“.

ديوان صاحب، بي-اي، ايل ايل-بي. پاس ڪري، ڪراچي جي جڊيشل ڪمشنر جو رجسٽرار مقرر ٿيو. ٿوري ئي عرصي ۾ پنهنجي قابليت ۽ علميت سبب ڊسٽرڪٽ جج مقرر ٿيو. هن خير جي ڪمن لاءِ ڪيتريون ئي منڊليون برپا ڪيون. دکئي جو دک لاهڻ، بکئي جي بک ميٽڻ ۽

محتاج کي مدد ڪرڻ سندس سياءُ هو. سندس دل جي اها خواهش هئي ته سنڌ ۾ تعليم ڦهلجي ۽ ڏک توڙي مفلسي دور ٿي وڃن. ڀاڻ خير جي ڪمن ۾ لکين رپيا ڏنائين. سنڌ ۾ تعليم جي واڌاري لاءِ هن صاحب گهڻيون ڪوششون ڪيون. ساڌو هيرانند کي اڪيڊمي اسڪول (حيدرآباد) برپا ڪرڻ ۾ گهڻي مدد ڪيائين. ڪراچيءَ جو ڊي.جي سنڌ ڪاليج ڀڻ سندس سرجوشيءَ ۽ محنت سان جاري ٿيو. حيدرآباد ۾ ڪيترين ئي ”ڪنيا پاٺ شالائون“ ڪوليائين. ديوان صاحب جي محنت ۽ اورچائيءَ سبب، حيدرآباد علم جو هڪ مرڪز بنجي پيو. هن درويش ۱۹۲۹ع ۾ وفات ڪئي.

ديوان صاحب وڏو ودوان، عالم ۽ عارف هو. پتانجلي جي يوگ سوترن ۽ جپ صاحب تي جي تبصرا لکيا اٿس، تن مان هن جي قابليت جي ڀروڙ پوي ٿي.

**تصنيفون:**- ديوان ڏيارام جي لکيل ڪتابن ۽ مضمونن مان ڪن جا نالا هي آهن: (۱) چابڪ من جا ۽ رهاڻ، (۲) ساميءَ جا سلوڪ جو مهاڳ، (۳) رباعيات عمرخيام جي سنڌي ترجمي جو مهاڳ، (۴) گيتا جو سارُ، (۵) جپ صاحب(۱).

رشي ڏيارام جي لکڻيءَ مان ئي پڌرو آهي ته ڪيس قلم جي زبردست قوت هئي. ڀاڻ هميشه سليس، آسان، روزمره واري عبارت پسند ڪندو هو. سندس طرز تحرير جو نمونو مرزا قليچ بيگ جي ”رباعيات عمرخيام“ جي ديباچي مان ڏجي ٿو:

(الف) ”هي مسڪين ’خيام‘! اهي سڀ پنهنجن ٻڌبتن نغارن سميت ويا ڪاڏي؟ ائين ته نه آهي جو جنهن مٽيءَ مان ڪنيار هانئي ٺاڻو پيا ٺاهين، سا خود انهن بادشاهن جي عضون جي مٽي آهي؟ اٿين ته نه آهي جو منهنجو غريباڻو ڪوزو فريدون جي آگر ۽ خسري جي تيريءَ مان بنيو آهي، ۽ منهنجو پيالو ڪنڪائوس جي کوپريءَ مان؟ آسمان جي چرخي تي، دهر جي زيرن زبرن

---

(1) Ajwani L.H. "Sindhi Literature" an article published in Contemporary Indian Literature, Sahitya Akademi, New Dehli, 1959, P. 262.

تي، دنيا جي اسرارن تي، هن 'فانوس خيال'، هن 'فريب خانه'
جي چوترن تي، فڪر ڪندي، عمر خيام نيٺ سموري دائره دؤر
جي ۾ سچو مرڪز، سموريءَ فنا ۾ سچي هستي، سموري ڪثرت
۾ سچي وحدت، سمورن خارن ۾ سچو گل رخسار ڳولي لڌو."

(ب) "جي خيام وانگي، شڪ ترڪ ڪري، نيٺ يقين سان روح کي
سلطان سمجهن ٿا ۽ عالم کي سندس تنبو ۽ جي ائين سمجهي،
مڪاشفي ۽ مشاهدي لاءِ، نمرتائي ۽ نياز سکي، ماٺ ۽ تنهائيءَ
۽ پنهائيءَ ۾ اندر جي تاڙي لائي، ايڪمنا ٿي، ڌيان ڪن ٿا،
سي لاشريڪ لاثانيءَ جي سونهن تي حيران ٿي، درجي بدرجي
عشق جي منزل تي پهچن ٿا. انهيءَ منزل ۾ مذهبي تعصب ۽
عملي خط سياه ميٽجي وڃن ٿا ۽ سوين ڳالهيون جي اڳي اڻپٽي
ڏسڻ ۾ پئي آيون، سي پوريءَ سمجهه ۾ اچن ٿيون.

**ساميءَ جي سلوڪن جو ٽالپرج** جي مهاڳ مان:-

(الف) "هن جهان ۾ اسان جا پنج دشمن آهن، جن جهڙا پلوان دشمن
ٻيا ڪينهن. سندن نالا مشهور آهن، پر سندن نشان ڪن ٿورن
کي معلوم آهن. ڪو آدمي ڪونهي جو انهن کي ظاهرا ڦٽ لعنت
نٿو ڪري؛ پر ڪو ورلي آهي، جو انهن سان هڪڙي نه پئي کي
اندر ۾ ٿو سانيدي. انهن دشمنن سان اڪثر جيترو اسان جو پيار
آهي، تيترو پنهنجن پارن ٻچن سان ڪونهي."

(ب) "دشمنن کي ناس ڪرڻ هڪڙي ڳالهه آهي، دوست هٿ ڪرڻ
ٻي. ساڌ سنگت ڪرڻ هڪڙي ڳالهه آهي، ساڌو ٿيڻ ٻي ڳالهه.
ساڌ سنگت ڪري من جا پوت ڪيڏي سکهجن ٿا، پر ساڌو ٿيڻ
ڪان سواءِ سائين نٿو ملي. ڪي ائين پيا سمجهن ته ساڌو آهي
آهن، جن جهان کي ڇڏي فقيريءَ جي جهولي هٿ آهي. پر
جهان جي ڪڏن ڪوپن، ڇڪن ۽ ترڪلين جي جنهن کي آزمائش
هوندي، تنهن کي سچي لنوءُ ڪڏهن نه لڳندي. جو لهرين جو
لحاظ ڪندو، سو ترڻ سور نه سکندو. جو دنيا جي هوس سان
نه لڙندو، تنهن کي سورسو ڪير چوندو؟"

**ڀڳوت گيتا جو سار:-** رشي ڏيارام هيءَ ڪتاب مذهبي خيال کان لکيو. ڪتاب بابت پاڻ لکيو اٿس ته ”سري ڪرشن ڪير هو ۽ مهاڀارت يڌ جو گپت مطلب ڪهڙو آهي، انهيءَ بابت گهڻا رايا آهن؛ پر انهن ڳالهين ۾ وڃڻ کان اڳ، هن پستڪ مان جا اندروني ثابتي ملي ٿي، تنهن کي وزن ۾ آڻڻ گهرجي ۽ انهيءَ لاءِ مون هي ترجمو ڪيو آهي.“

هيءَ مذهبي ڪتاب آهي. هن ڪتاب جي مضمون جي هرهڪ شخص کي خبر آهي. ديوان صاحب لکي ٿو: ”شري ڀڳوت گيتا کي پڙهڻ ۾ ياد رکڻ گهرجي ته گيان جو گهڻيون منزلون آهن ۽ پنڌين ۾ گهڻا تفاوت آهن. جيڪڏهن ننڊي ٻار کي نرگڻ نرآڪار جي سمرڻ لاءِ چئبو، ته هن جي سمجهه ۾ اها ڳالهه بلڪل نه وهندي، پر جي چئبس ته ايشور پتا وانگي آهي يا ماتا وانگي، ته ڪجهه قدر سمجهي سگهندو“

**عبارت ۽ ٻولي:-** جيئن ته هي هندو قوم جو مذهبي ڪتاب آهي، تنهن ڪري ان جي سار ۽ ٽيڪا ۾ ٻولي به اهڙي ٿي ڪم آندل هوندي، جيڪا نج مذهبي لفظن سان ڀريل هجي. تاهم ديوان صاحب، پنهنجي هميشه جي هير موجب، نهايت سولي ۽ عام فهم ٻولي ڪم آندي آهي، جا مسلمان به آسانيءَ سان سمجهي سگهن ٿا. مثال طور:

(الف) ”هڪڙي معرفتي ماڻهوءَ چيو آهي: 'ڏنو سڀ وسار، اڻڏنو ياد ڪر.' پر ڏني ۾ اڻ ڏنو آهي ۽ تنهن ڪري ڏني ۾ جي اندر جهاتي پائبي ته اڻڏني جي پروڙ پوندي.“

( ب ) ”هي اننت روپ! هي وشو روپ! سوين مهسين تنهنجا ورن ۽ آڪار ڏسان ٿو. مان جيڏي نهاريان ٿو، تيڏي توکي ڏسان ٿو. تنهنجون اکيون سيني پاسي آهن. تنهنجا مک سيني پاسي آهن، ۽ اگنيءَ جهڙا پرديپ آهن. سڀ ديوتائون ۽ سڀ جيوَ تو منجهه ڪنا اچي ٿيا آهن ۽ ساري جڳت، انيڪ ريت وراهيل، تو ۾ اچي پيئي آهي.“

هن ڪتاب ۾ اهڙا انيڪ مثال ملن ٿا، جن ۾ سليس ۽ سلوڻي سنڌي ڪم آندل آهي.

# مرزا قليچ بيگ
## ١٨٥٥-١٩٢٩ع

مرزا صاحب جو ڏاڏو، جارجيا (گرجستان) جي گاديءَ جي شهر، 'طفلس' جي آسپاس رهندڙ، هڪڙو عيسائي امير هو. هو ايران ۽ جارجيا جي جنگ ۾، پنهنجي پٽ سڌنيءَ سميت، قيد ٿي ايران آيو. ان وقت سڌني اٺن سالن جو هو. جنهن کي ايران جي هڪڙي جاگيردار، سيد مرتضيٰ شاهه، مسلمان ڪري، فريدون بيگ نالو رکيو. فريدون بيگ کي سنڌ جي حاڪم مير ڪرمعلي خان جو هڪڙو ايلچي اصفهان مان سنڌ وٺي آيو. مير ڪرمعلي خان، فريدون بيگ کي مرزا خسرو بيگ جي سنڀال هيٺ ڇڏيو، جنهن ٿيڻ پنهنجي نياڻيءَ سان شادي ڪرايس، جنهن مان کيس ست پٽ ۽ ٻه نياڻيون ٿيون. مرزا قليچ بيگ انهن ۾ ٽيون نمبر پٽ هو، جنهن جي ولادت ١٨٥٥ع ۾ ٿي.

مرزا صاحب قرآن شريف، پارسي، عربي، سنڌي ۽ انگريزيءَ جي تعليم ورتي. پوءِ بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ بي.اي پڙهڻ لاءِ ويو. پر آخرين امتحان ۾ ناپاس ٿي پيو ۽ موٽي پنهنجي وطن آيو. پهرين مختيارڪار جو عهدو مليس ۽ پوءِ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. ٽيهه ورهيه نوڪري ڪري، سنه ١٩١٠ع ۾ پينشن ورتائين ۽ ١٩٢٩ع ۾ وفات ڪيائين.

**علمي ادبي خدمتون:-** مرزا صاحب ڄمندي ڄام هو. ننڍي هوندي کان وٺي کيس علم ادب جو گهڻو شوق هوندو هو، ۽ انهيءَ شوق جي ڪري سندس منزلت سنڌ جي متقدمين توڙي متاخرين اديبن ۾ مٿانهين درجي تي آهي.

مرزا صاحب بهترين نثرنويس هو. هر قسم جي مضمون جا ڪتاب انگريزي، پارسي، عربي ۽ اردو ٻولين مان سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيا اٿس. ڪيترائي ڪتاب تصنيف ۽ تاليف به ڪيا اٿس. جيتوڻيڪ سنڌ ۾ هندو اديبن جي دل ۾ به سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ درد هو، پر مرزا صاحب جي قلم جي رفتار کي ڪوبه رسي نه سگهيو. ڪانئس اڳ هندو عالمن، جهڙوڪ: ديوان ننديرام، ديوان آڏارام ۽ ديوان ڪيول رام. با محاوره

عبارت ۾ معياري ڪتاب لکيا، ليڪن مرزا صاحب سيني کان گوءِ کڻي ويو. هيءُ بزرگ هر فن مولا هو. ناٽڪ، ناول، ڪهاڻيون، تاريخ، فلسفي ۽ ٻين مختلف شعبن ۾ ٽي سوءُ کن ڪتاب لکي، سنڌي نثر جي ڪوت گهٽي حد تائين پوري ڇڏيائين. مرزا صاحب ناول، ناٽڪ، سوانح نگاري، تنقيدنگاري، مضمون نگاري ۽ اهڙين ٻين صفتن جو باني هو. هي پهريون ٿي شخص هو جنهن انهن صنفن جو سنڌيءَ ۾ تعارف ڪرايو.

**تصنيفون:** مرزا صاحب جي لکيل ڪتابن مان هيٺيان قابل ذڪر آهن:

(الف) **مذهبي ڪتاب:-** (١) رد تثليث، (٢) خصائص القرآن، (٣) باب ۽ باني، (٤) اشعارالقرآن، (٥) در نجف [فارسي]، (٦) طبعي الهام، (٧) هوص الخصوص، (٨) سرالقرآن، (٩) تحفة السالڪين، (١٠) تواريخ المقدس، (١١) اسلام ۽ تندرستي، (١٢) اسلامي تعليمي ڪتاب، (١٣) صلح ڪل، (١٤) مجمع المذاهب، (١٥) حجة السيع، (١٦) اسلام ۽ تصويرون، (١٧) اسلام جا ٧٣ فرقا، (١٨) هرٿيءَ جو تصوف، (١٩) حقيقة الربا، (٢٠) خزانہ زرين [فارسي]، (٢١) گلدستہ حمد و ثنا، (٢٢) خطبا، (٢٣) مفتاح القرآن [پارسي]، (٢٤) راه نجات، (٢٥) ڪلاسات القرآن، (٢٦) ڪيمائي سعادت، (٢٧) لطيفہ معرفت، (٢٨) حقائق الارواح، (٢٩) اسلامي رسالو، (٣٠) حالات الاوليا، (٣١) ڪرامات الاوليا، (٣٢) صداقت الاسلام، (٣٣) زاد الآخرت، (٣٤) نصيحت نامہ امام غزالي، (٣٥) ميراث المسلمين، (٣٦) مجالس الشهداء، (٣٧) انجيل مرقس، ستيل ۽ زبور، (٣٨) ضمان الفردوس ۽ (٣٩) يوسف ۽ فاطمہ.

(ب) **زالن جا ڪتاب:-** (١) اخلاق النسا، (٢) صحت النسا، (٣) تعليمي حڪمت، (٤) هدايت النسوان، (٥) تحفة النسوان.

(ت) **تاريخي ڪتاب:-** (١) تاريخ سنڌ، (٢) تاريخ محمدي، (٣) رستم پهلوان، (٤) پارسي زبان جي تاريخ، (٥) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو احوال، (٦) رسالہ ڪريمي، (٧) ثابت علي شاهہ شاعر جو احوال ۽ مرثيا، (٨) سنڌي زبان جي تاريخ، (٩) ڏاڙهياري جبل جو سير، (١٠) اٽلانٽس، (١١) بابل ۽ ننوا، (١٢) چين ۽

چيني ساڌو، (١٣) مصر نامو، (١٤) جارجيا يا گرجستان، (١٥) زيب‌النسا بيگم، (١٦) بدريع‌الوقائع، (١٧) دنيا جي مختصر تاريخ، (١٨) قديم زماني ۾ زمين جي حالت ۽ ان جي رهاڪن جو بيان، (١٩) انساني سڌاري جي شروعات.

**طرز تحرير:-** مرزا صاحب سلاست جو سائين هو. سندس نثر سلاست، دلڪشيءَ ۽ رواني‌ءَ جي لحاظ کان پنهنجو مَٽ پاڻ آهي. هن جو اصل اهوئي اصول هوندو هو ته عام کي علمي خزاني جو ڀنڊار ملي ۽ عام زبان ۾ ڏجي، جيئن هر ننڍو خواهه وڏو، شهري توڙي دهقاني، انهيءَ مان فيضياب ٿي سگهي. مرزا صاحب جا ڪتاب صاف، سوليءَ ۽ سبڪ سنڌيءَ سان مالامال آهن. ڪيترا ئي زبان جو ڪتاب اصل ۾ ڪٿي ڪيترو نه دقيق لکيل هجي، پر مرزا صاحب ان جو ترجمو نهايت ئي آسان زبان ۾ ڪيو آهي. ''مقالات‌الحڪمت'' اهڙي نثر جو هڪ مثال آهي. امام غزاليءَ جو فلسفي تي لکيل اعلیٰ ڪتاب ''ڪيمياءِ سعادت'' به دقيق خيالن سان ڀريل آهي، مگر ان ۾، هميشه جي هير موجب، نهايت سهل ۽ سليس ٻولي ڪم آندي اٿس.

سلاست جي لحاظ کان مرزا صاحب کي انگريزيءَ جي اديب ''گولڊ سمٿ'' سان ڀيٽي سگهجي ٿو، جنهن گوناگون مضمونن تي نثر توڙي نظم ۾ قلم آزمائي ڪئي. مسٽر گولڊ سمٿ جي نثر سان معلوم ٿيندو ته هن جي انگريزي ٻوليءَ تي وسيع دسترس هئي. هن جي نثر ۾ هڪ قسم جي لذت هئي، جا ارڙهين صديءَ جي خاص خوبي آهي. ڊاڪٽر جانسن گولڊ سمٿ کي نثرنويسيءَ ۾ وڏو شرف ڏنو آهي. ساڳي طرح مرزا صاحب به، گولڊ سمٿ وانگر، سنڌين کي لذيذ نثر عطا ڪيو آهي. سندس جملن ۾ نزاڪت، لکڻي ۾ لطف ۽ زبان ۾ رس توڙي مِٺاج آهي. سندس ڪو به جملو تڪلف جي پيدائش نه آهي.

### مرزا صاحب لاءِ ڪن اخبارن جا رايا

(الف) هفتيوار ''الحق'':- عاليجاه مرزا قليچ بيگ صاحب کي سنڌ جي ماڻهن سان تعارف ڪرائڻ جو ضرور ڪونهي. ان جي ڪم آزار طبيعت، ان جي خوش خُلقي ۽ راستبازيءَ خواهه ديانتداريءَ، جو رتبو

ڪيس سنڌ ۾ حاصل ڪرايو آهي، تنهن جو هن ڪان وڌيڪ کهڙو ثبوت ڏيڻي سگهبو ته اسان جا همروطن هندو بزرگ به ان ڪي عزت جي نگاهه سان ڏسي رهيا آهن. ان متبرڪ بزرگ جي قابليت ۽ علم دوستي ايتري حد تائين وڌيل آهي جو سنڌ ۾ پيو ڪو اهڙو بزرگ اجا سوڌو پيدا ڪونه ٿيو آهي، جنهن مرزا صاحب جيترا هر فن جا ڪتاب تصنيف يا ترجمو ڪري سنڌين ڪي فائدو يا حظ پهچايو هجي. هن جون تصنيفون مقبول عام ۽ هن جا ترجما شهره آفاق آهن. سنڌ ۾ اهڙو ڪوبه هڪڙو مسلمان ڪونهي، جنهن جا جوڙيل يا ترجمو ڪيل ڪتاب تعليم يافته هندن به پسند ڪري زيرمطالع آندا هجن ۽ پنهنجي خرچ سان ڇاپايا هجن. اهو شرف جي ڪنهن مسلمان ڪي مليو آهي ته اهو مرزا صاحب ئي آهي ۽ نه ڪو پيو. انهيءَ ڪري اسين اهڙي بزرگ تي فخر ڪري ٿا سگهون“(١)

(ب) هفتيوار ”الحقيقت“ لاڙڪاڻو- ”فخر سنڌ مرزا قليچ بيگ صاحب جي نام نامي ۽ اسم گراميءَ کان ڪير غيرواقف هوندو. هن بزرگ ۽ سنڌي زبان جي استاد ڪامل جي جوهر لياقت لاءِ سنڌ جي چئني ڪنڊن کان آفرين- آفرين جزاڪالله جا آواز اچي، سنڌ ڪي متي ڪٽي بيٺا آهن، جنهن ڪري سنڌ به پنهنجيءَ علمي دولت تي ناز ڪري رهي آهي. مرزا صاحب جي قلم ۽ طرز تحرير ۾ خداوندڪريم هڪ خاص ڪشش رکي آهي، جنهن ڪري سنڌس لکيل ڪتاب پڙهندڙ جي دل اهڙي ٿو وٺي، جهڙو مقناطيس ڇڪي لوهه کي. مرزا صاحب جا لکيل ڪتاب هندن ۽ مسلمانن ۾ نه رڳو پسنديءَ جي نگاهه سان، بلڪ عزت ۽ محبت جي جذبي سان ڏٺا ۽ پڙهيا وڃن ٿا. تنهن ڪري مرزا صاحب جي ڪتابن تي قلم ڪٽي انهن تي روشني وجهڻ اهڙو آهي جهڙو سج جي اڳيان ڏيئو ٻارڻ“(٢).

## مرزا صاحب جا ڪي ڪتاب:-

**شاهه ايليا:** هيءُ ڊرامو شيڪسپيئر جي الميه ڊرامي ’ڪنگ ليئر‘ (King Lear) جو ترجمو آهي. مرزا صاحب ڪردارن جا نالا ڦيرائي

(١) اخبار ’الحق‘ ٥- آڪٽوبر ١٩١٢ع.

(٢) اخبار ’الحقيقت‘ لاڙڪاڻو ١٦- ڊسمبر ١٩٤٢ع.

ڏيسي رکيا آهن. اصلوڪا اعليٰ خيال اهڙيءَ عبارت ۾ بيان ڪيا اٿس جو هن ڊرامي سنڌي ادب ۾ اها ئي حيثيت حاصل ڪئي آهي، جهڙي اصلوڪي ڊرامي انگريزي ادب ۾. انهيءَ لحاظ سان مرزا صاحب کي سنڌي ڊرامي جو 'مارلو' چئي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ ته هن ۾ 'مارلو' وارو رنگ ۽ انداز آهي.

**مضمون:-** 'شاهه ايليا' ڏک ۽ ڏاڪڙا سهي ٿو ۽ آخر ديوانو ٿي پوي ٿو، ڇاڪاڻ ته سياءَ جي ڪمزوري کيس مجبور ٿي ڪري، ۽ پنهنجو سمورو راڄ ۽ ڀاڳ انهن ڌيئرن ۾ ورهائي ٿو، جيڪي سندس خوشامند ڪن ٿيون، جنهن جو نتيجو اهو ٿو نڪري، جو هن کي ڀڄاڻ جي حالت ۾ پنهنجين پنهي ڌيئرن جي درن تان ڌڪاريو وڃي ٿو.

**عبارت ۽ ٻولي:-** جيتوڻيڪ ''شاهه ايليا'' ترجمو ٿيل ڊرامو آهي، پر مرزا صاحب هڪ قابل نثرنويس، ماهر زبان ۽ پختي ڊراما نويس هئڻ جي ڪري، سليس ٻولي، پختي زبان ۽ دلڪش رواني‌ءَ سان پنهنجي ترجمي ۾ اهي خوبيون پيدا ڪيون آهن جو ڪوبہ پڙهندڙ ان کي اصلوڪو ئي ڪتاب سمجهندو. لکڻيءَ جون سڀ خوبيون ۽ عبارت جون مڙيئي خصوصيتون هن ڊرامي ۾ نظر اچن ٿيون ۽ ڪو قابل نقاد، تنقيد جي ڪسوٽيءَ سان اگر هن ڊرامي کي پرکڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ هڪ فنڪار جي حيثيت ۾ ڪتاب کي جاچيندو ته کيس مشڪل سان ڪا خامي ۽ اوڻائي نظر ايندي. سلاست، فصاحت، منظرنگاري، ڪردارنگاري ۽ مڪالمن توڙي گفتگو جي خيال کان هيءُ ڊرامو سنڌي‌ءَ ۾ هڪ مثالي پيشڪش آهي. ڊرامي جو پلاٽ پختو ۽ ڪهاڻي سلسليوار، جدا جدا پردن ۽ نظارن ۾ تقسيم ٿيل آهي. موزون جاين تي راڳ به ڏنا ويا آهن، جي اردو ادب جي مشهور ۽ يگاني ڊراما نگار آغا حشر جي ڊرامن کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ نہ آهن. مرزا صاحب پنهنجن ڪردارن جي واتان ڪيئي سنجيده، فلسفيانہ، طنزيہ ۽ مزاحيہ مڪالما پيش ڪيا آهن، جي انسان جي جذباتي ۽ نفسياتي مطالعي جو نچوڙ آهن. اهي سنڌيءَ جي اصطلاحن، محاورن ۽ روزمره جي زبان ۾ اهڙيءَ طرح لکيا ويا آهن، جو ترجمي جو گمان به نٿو گذري.

ڪتاب جي منڍ ۾ مرزا صاحب پاڻ لکي ٿو تہ ”شيڪسپيئر مشهور انگريزي شاعر ۽ ڊراما نويس جي ڊرامن مان مون هڪڙو اڳيئي سنڌيءَ ۾ لکيو آهي، جنهن جو نالو ’حسنا-دلدار‘ رکيل آهي. هاڻي وري سندس هڪ ٻيو ناٽڪ ’ڪنگ-ليئر‘ سنڌيءَ ۾ لکيو اٿم. انهيءَ جو مون ڪوشش ڪري اهڙو ترجمو ڏنو آهي، جنهن ۾ اصلوڪي شاعر جا نہ رڳو سڀ خيال اچي ويا آهن، پر گهڻو ڪري سڀ لفظ ۽ جملا بہ اچي ويا آهن. اگرچہ ائين ڪرڻ ۾ مون کي گهڻي مشڪلات لڳي، تڏهن بہ جيترو ٿي سگهيو آهي، سنڌي اصطلاح ۽ ٻوليءَ جي صفائي نظر ۾ رکي ويئي آهي. ٻي ڦيرگهير ڪانہ ڪئي ويئي آهي؛ سواءِ ڪن ٿورين جاين جي، جتي ڪي راڳ آندا ويا آهن يا جتي ڪي لفظ سنڌيءَ ۾ ڏيڻ ناممڪن يا ڪتاب ۾ لکڻ نامناسب ڏنا ويا آهن. انگريزي نالا ڇڏي ڏنا ويا آهن ۽ انهن جي بدران قديم تاريخي نالا ڏنا ويا آهن، هندڪا يا مسلمانڪا نالا ڄاڻي ٻجهي ڪم نہ آندا ويا آهن.“

پورو ڊرامو پنجن بابن تي مشتمل آهي، جي ڪل ستاويهن پڙدن ۾ تقسيم ٿيل آهن. سڄي ڊرامي جي ترتيب ۽ سٽا تمام سهڻي نموني رکي ويئي آهي. هرهڪ ڪردار کي، ڪردار نگاري جي مڪمل خوبي سان، موزون جاءِ تي آندو ويو آهي.

هن ڊرامي جي مطالعي سان ڪيترائي اخلاقي سبق سکجن ٿا، جي مرزا صاحب ويسدارين جي واتان چورايا آهن. مزاحيہ ڪردار بہ اهم ڪردارن مان هڪ آهي، جو جيتوڻيڪ مسخريءَ جي روپ ۾ پيش ڪيو ويو آهي، پر دراصل هو هڪ فلسفي، ناصح ۽ صلاحڪار آهي، جو هر موقعي تي عجيب فلسفيانہ خيالات جو اظهار ڪري ٿو ۽ نصيحت ڏئي ٿو. خوشامند پسند ماڻهن جي طبيعت، صافدل انسانن جون تڪليفون، مڪار ماڻهن جا ڪرتوت ۽ اهڙن ٻين نڪتن جي هن ڊرامي ۾ ڇنڊڇاڻ ٿيل آهي. مسخري جي واتان ڪيترن ئي هنڌ نصيحت‌آموز نڪتا چورايل آهن. مثلاً:

(الف) ”دهل وانگر جيڪي وڄندا آهن، تن جو هميشہ اندر خالي هوندو

آهي ۽ جيڪي کھٽي بکبڪ ڪندا آهن، انهن لاءِ هرو ڀرو اٿين سمجھڻ ته گھرجي ته اندر ۾ محبت ڪانهين.“

(ب) ”کھڙو نه خراب زمانو اچي پيو آهي! محبت گھٽبي وڃي، دوستي ڪم ٿيندي وڃي، پاءُ پاءُ کان ڌار، پٽ پيءُ کان جدا. شهر ۾ دنگا، ملڪن ۾ فساد، محلاتن ۾ دغابازي عام آهي“.

(پ) ”پڌي چاچا پنڌ:

جيڪي جڳ کي ڏيکارين، تنهن کان واڌو ڌار،
جيڪي پاڻ چائين، تنهن کان گھٽ ڪر گفتار،
جيترو قرض هجيئي، تنهن کان گھٽ ڏي آڌار،
جيترو پيرين پنڌ ڪرين، تنهن کان وڌ ٿي سوار،
جيترو سکين، تنهن کان گھٽ ڪر اعتبار،
جيترو داءُ هڻين، تنهن کان گھٽ پيسو وار،
چھڏ نشي ۽ حرام کي، گھر ۾ ويهي گذار،
ته سکيو رهين سنسار ۾، ساري سڀ چمار.“

(ٻ) ”ڳالهين سنديون ڳالهيون، ٽڪي سندا موٽ“.

(ت) ”ماڪوڙين کان سبق سک ته سياري ۾ پورهيو نه ڪجي، اونهاري ۾ ڪمائجي ته سياري ۾ ڪم اچي.“

حاصل مطلب ته هن ڪتاب ۾ بي‌انداز خوبيون آهن جن جي لحاظ کان ”شاه ايليا“ کي سنڌي ادب ۾ اهم مقام ڏيڻي سگھجي ٿو.

**مقالات الحڪمت:-** هيءُ ڪتاب مرزا صاحب سنه ١٨٧٧ع ۾ نامور انگريز فيلسوف لارڊ بيڪن جي ڪتاب ”بيڪنس ايسيز“ تان ان زماني ۾ ترجمو ڪيو هو، جڏهين پاڻ اڃا بمبئيءَ ۾ بي.اي جو شاگرد هو.

ڪتاب جو مضمون اخلاقي فلسفو آهي، جنهن ۾ زندگيءَ جا گوناگون پهلو شامل آهن. اصلوڪي انگريزي ڪتاب جو مضمون اهڙو ڳوڙهو ۽ ٻولي اهڙي دقيق آهي جو اڄ تائين ڪيترن ٽڪرن جي درست معنائن ۽ شرحن تي انگريزيءَ جا عالم متفق راءِ نه آهن. هن ڪتاب ۾ مرزا صاحب اصل ڪتاب کان وڌيڪ هي ▪ ڪم ڪيو آهي جو منجھ ۾ سمجھايو اٿس ته فلسفو ڇا آهي ۽ ان جون شاخون ڪهڙيون آهن.

**عبارت ۽ ٻولي:-** ''مقالات‌الحڪمت'' جھڙي ڳوڙهي مضمون ۽ دقيق ٻوليءَ واري ڪتاب جو مرزا صاحب اهڙي سهڻي ۽ بامحاوره سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي جو اڄڪلھ جا ڊبل گرئجوئيٽ به سندس نثرنويسي جي قابليت اڳيان پنهنجو ڪنڌ جهڪائين ٿا.

هن ڳالھ ۾ شڪ نہ آهي تہ لارڊ بيڪن جو اصل ڪتاب بہ فصاحت ۽ بلاغت جو سرچشمو آهي، پر سنڌيءَ ۾ ان کي اهڙي لباس ۾ پيش ڪيو آهي جو هر ڪو سهي نہ ڪري سگهندو تہ ''مقالات‌الحڪمت'' ڪو ترجمو ٿيل ڪتاب آهي.

مثال‌طور، ڪتاب مان ڪي ٽڪر ڏجن ٿا:

(الف) ''ڏک موت ڏانهن آڏامي وڃي ٿو، جو سرڻ مان دل ڏکوڻن کي بہ راحت ۽ شفا ڀهجي. ڊپ موت کي آيو سمجهي، چوڻ ۾ بہ آهي تہ 'گيدي چکن موت، ڏھ ڏھ پيرا ڏينهن ۾'.''

(ب) ''ڪن ڪتابن کي رڳو چکڻ گهرجي، ڪن کي اهين ئي ڳيهڻ گهرجي، فقط ڪن ٿورن کي چٻاڙي ڪائي هضم ڪرڻ گهرجي: يعني ڪن ڪتابن کي رڳو متاڃرو مطالع ڪرڻ گهرجي، ڪن کي سنڀالي يڪدم پڙهڻ گهرجي، فقط ڪن ٿورن کي سنڌ ڪان وٺي ڇھاڙيءَ تائين ورائي ورائي گهڻي ڌيان ۽ محنت سان پڙهڻ گهرجي، پر اهو قاعدو رڳو ڪن ننڍن ۽ خسيس مضمون وارن ڪتابن سان لاڳو آهي.''

(پ) ''جي شڪ ڀاڻيهي ماڻهوءَ جي دل ۾ جاڳن ٿا، يا خيال ۾ اڃيو ڪڏ ٿين ٿا، سي رڳو ڀنون-ڀنون ڪن ٿا، ٻي گهڻي حرڪت ڪانہ ٿا ڀهچائين. مگر جي شڪ لڃائيءَ ۽ انڪل ڪري ماڻهن جي مٿن ۾ وجهجن ٿا ۽ تجويز سان، ڪن ڳالهين ۽ قصن جي زمني، پين جي معرفت ڪنهن ۾ پيدا ڪجن ٿا، انهن کي ڏنگ آهي.''

هڪڙي انگريزي عالم جو چوڻ آهي تہ ''بيڪن صاحب، جو اهو ڪتاب اهڙو آهي، جنهن کي ٿورڙي ئي وقت ۾ پڙهي پورو ڪري سگهجي ٿو. پر جيڪڏهن ويھ پيرا هي پڙهبو تہ پيري پيري سان نوان نوان خيال ۽ نڪتا منجهانئس هٿ ايندا''. 'مقالات‌الحڪمت' کي جيڪڏهين غور سان پڙهبو تہ مٿين راءِ بلڪل سچي معلوم ٿيندي.

**زينت:-** مرزا صاحب جي طبعزاد ناولن مان هيءَ هڪ بي‌نظير ناول آهي، جو پاڻ ١٨٩٠ع ۾ لکيو هئائين، جڏهن روهڙيءَ ۾ مختيارڪار هو. هن ناول لاءِ ڪن صاحبن جو خيال آهي ته مرزا صاحب اهو ''صحت‌النسا'' نالي ڪتاب جو ترجمو ڪيو آهي، پر مرزا صاحب جي آتم ڪهاڻيءَ ''سانئو ٻن ۽ ڪارو ٻنو'' ۾ صاف لکيل آهي ته ''زينت'' سندن طبعزاد ناول آهي. 'صحت‌النسا' ناول نه آهي پر ٻارن جي پرورش متعلق آهي، جو پوءِ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هئائون(١).

(الف) **مضمون:-** هي ڪتاب هڪڙي باعزت ڪٽنب لاءِ بي‌بها تحفو آهي. هن ڪتاب ۾ ماءُ ڪي نياڻيءَ توڙي پٽ جي شاديءَ جي ڳڻتي، سڱ ڏيڻ ۽ وٺڻ جو شريفانو دستور، باعزت زالن جي هڪٻئي وٽ اچڻ وڃڻ جي ريت، شادي ڪرڻ وقت ويچار جوڳيون ڳالهيون، زال ۽ مرد ٻنهي جي پڙهيل هجڻ جي ضرورت، پڙهيل زال ۽ مرد جو پاڻ ۾ اخلاق ۽ رسمن رواجن تي علمي ۽ عقلي بحث، زال ذات جي مسافريءَ جا خطرا، سختيءَ ۽ تنڊتڪائيءَ جي حالت ۾ پنهنجيءَ لڄ ۽ عزت بچائڻ لاءِ زال ذات جا حيلا، پرديس ۾ پڙهيل زال ۽ پڙهيل مرد لاءِ باعزت نموني گذارڻ جا رستا، اولاد جي پرورش، وغيره- اهي سڀ ڳالهيون زينت ۾ پيش ڪيل آهن.

( ب ) **ٻولي:-** هي ڪتاب نه رڳو مضمون جي لحاظ کان دلچسپ آهي، پر منجهس ٻوليون، کهرو اصطلاحن ۽ پهاڪن سان ڀريل عبارت ۽ کهرو ٻولي ڪم آندل آهي. ناول جون سڀ خوبيون ''زينت'' ناول ۾ ادا ڪيون ويئيون آهن. سيرت نگاري، فطرت نگاري، اصليت، منظرڪشي، موزون ۽ موقعي آهر گفتگو ۽ بهترين طرز تحرير ئي هن ناول کي وڻايو آهي. البت پلاٽ 'ڍلو' اٿس. ڳالهه ۾ تسلسل نه هئڻ ڪري، ڪٿي ڪٿي پڙهندڙ جو چاهه گهٽجيو وڃي ۽ ٿڪجيو پوي. ڪهاڻيءَ ۾ اينگهه زياده آهي، ''زينت''

---

(١) مرزا قليچ بيگ: ''سانئو ٻن ۽ ڪارو ٻنو''، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٥ع، ص ٥٥

جي ڪردار کي حد کان وڌيڪ عام انسان جي درجي کان برتر ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

ڪٿي ڪٿي ٻولي به درست ڪم نه آندي ويئي آهي; مثال‌طور:

| | | |
|---|---|---|
| در جو ڪڙڪو ٿيو | جي بدران لکڻ کپي ها | در تي ڪڙڪو ٿيو |
| پيئي ٻڌان چڙهان | " " " " " | ٻڌان تران |
| جيڪي وصف انهيءَ | " " " " " | جيڪي وصفون انهيءَ |
| ڏينهن تو ٽي چيا | " " " " " | ڏينهن تو ٽي چيون |
| سنگتياڻي | " " " " " | سهيلي، ساهيڙي |

اهڙيءَ طرح هيٺين جملن ۾ ڪاما ڏنل لفظن جو استعمال به درست نه آهي.

(الف) پر فائدي ۾ "نبيرو" نٿي ٿيو.

(ب) قابل ۽ "تجويز" وارو ماڻهو هو.

(پ) هن جي تعريف مٿي سرڪار ۾ لکيائين "جو" علي رضا جي نالي آفرين نامو آيو.

(ت) هن ناول ۾ انيڪ اصطلاح ۽ پهاڪا ڪم آندل آهن. مثال‌طور:

**اصطلاح:-** ڪمُڪ ۾ لڳڻ، رت هڻڻ، آڪلاءُ ٿيڻ، ڪير ۾ ڪنڊ هڻڻ، آٽ سان گهنڊڻي ٻڌڻ، ڍل پرو هڻڻ، ويجهو پوڻ، سرم مارڻ، هانوَ تي چنبو پوڻ، جهوليءَ ۾ وجهڻ، وات وڪيل هڻڻ وغيره.

**پهاڪا:-** پاڻ نه پلي ڪتا ڌاري

وڙن وارا هوندا، تن جا وڙ ڳائبا

ڪريا به پنهنجا، ڀريا به پنهنجا

اٽي تي اٽو، ڪارو نه ڪتو. هڪڙي هٿ ۾ ڏيو، ٻئي هٿ ۾ وٺو.

هيٺ "زينت" مان ڪي نمونا ڏجن ٿا:

(الف) سگهڙ گهرندڙ گهوٽ ماءُ، ڪنوار ماءُ کي ٿي چوي:

"وري جئي شل سنهنجو حامد به وينو آهي; جوان آچي ٿيو آهي، تنهن جو به نيٺ ٻلو ڪرڻو اٿم. اڄ ته ماٺ به چون ٿا ته 'اٽي تي اٽو، ڪارو نه ڪتو. هڪڙي هٿ ۾ ڏيو، ٻئي هٿ ۾ وٺو'.

سو جي آءٌ ڪٿي اهڙو پير توسان پريان ته مائٽن ڪان ٻور ويندس ۽ منهنجو ڇوڪر به رهجي ويندو.“

(ب) پنهنجي مڙس سان پردي بابت بحث ڪندي:

”دنيا ۾ اهڙيون حرص وڏائڻ ۽ گمراهه ڪرڻ جون شيون پکڙيون پيئيون آهن، جو جڏهن مڙس به انهن تي نڪتجي وڃن ٿا ۽ خطا ڪايو وڃن ٿا، تڏهن زالون ڇا آهن. انهن ڪان گوشي تي رهڻ ۽ انهن جي وڪڙ ۾ اچڻ به وڏي شيءِ آهي. جي بديءَ سان وڙهي ان تي غالب پوڻ وڏي نيڪي آهي، ته بديءَ کي اصل ويجهو نه وڃڻ يا ان ڪان پڇي پاسو ڪرڻ ۾ به ننڍي نيڪي آهي. چوڻي به آهي ”جت پهچڻ ناهي جاءِ، تت پهچڻ ڪم وريام جو“. سو، حقيقت ڪري زالون جاڻي واڻي پردي ۾ رهڻ ڪري ورياسڻ جو ڪم ٿيون ڪن. اها به سندن هڪڙي بهادري آهي ۽ اها به سندن هڪڙي تعريف آهي.“



## پرمانند ميوارام

## ١٨٥٦-١٩٣٨ع

ديوان پرمانند ميوارام ١٨٥٦ع ۾ هڪ عامل گهر ۾، حيدرآباد ۾ ڄائو هو. جوانيءَ ۾ عيسائي مذهب قبول ڪيائين.

ديوان پرمانند کي سنڌي ادب لاءِ ڏاڍي محبت هئي. ١٨٩٦ع ۾، سنڌيءَ ۾ ”جوت“ اخبار ڪڍيائين، جا دراصل عيسائي مذهب جي تبليغ لاءِ ڪڍي هئائين، پر ان ۾ ادبي، سماجي ۽ اخلاقي مضمون، قصا ۽ ڪهاڻيون، تاريخي واقعا ۽ سير سفر سان لاڳاپو رکندڙ مضمون به ڇپيا هئا.

ديوان صاحب وڏو زباندان به هو. سندس ٻه لغتون، هڪڙي ’انگريزيءَ مان سنڌي‘ ۽ ٻي ’سنڌيءَ مان انگريزي‘، ڪافي مشهور آهن. انهن مان ديوان پرمانند جي علمي ۽ تحقيقي قابليتن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

هن ڪيترائي ڪتاب ترجمو ڪيا ۽ ڪيترائي پنهنجي سر تصنيف ڪيائين. هن بعض انهن ڪتابن کي سنڌي ويس ڍڪايو، جيڪي دنيا ۾ ادبي لحاظ کان خاص مقام ۽ اهميت رکندا هئا. هن جي ڪتابن ۾ هيٺيان خاص طور ڳڻيا وڃن ٿا:

(۱) لڇڻ وڏيڪ ڪين لڌو، (۲) آتمڪ امرت، (۳) ڪرسٽ جي پيروي، (۴) لورڊ جي ناري [ڪهاڻيون]، (۵) گل ڦل [۽ پاڳا]، (۶) يوسف مصري، (۷) هيري جي سُنڌي، (۸) شاهه جي رسالي جو سُر ڪاپائتي، (۹) هيرو ۽ گلو، (۱۰) سنڌباد سيلاني، (۱۱) انگريزي-سنڌي لغت ۽ (۱۲) سنڌي-انگريزي لغت.

## ڪتابن تي تبصرو.

**(۱) ڪرسٽ جي پيروي:-** پرمانند صاحب هندو مذهب کي ڇڏي وڃي عيسائي مذهب اختيار ڪيو. ڪيس ڪيٿولڪ مذهب وارن لاءِ گهڻي عزت هوندي هئي ۽ هن ڪتاب ۾ ڪيٿولڪ مذهب تي ورشني وڌي اٿس. هي ڪتاب 'ٿامس، آر. ڪيمپس' جي ڪتاب جو ترجمو آهي، جو ۱۹۲۳ع ۾ ڇپايائين. هن ڪتاب ۾ روحاني تسلي لاءِ فائديمند نصيحتون ڏنل آهن. هڪ عالم جو چوڻ آهي ته ''ڪنهن جي اندر ۾ محبت جو ٿورڙو ئي انگ هوندو، سو جيڪڏهن هيءُ ڪتاب پڙهندو ته روحاني فيض حاصل ڪري سگهندو.'' ٻئي هڪ بزرگ، ننڍي هوندي هيءُ ڪتاب پڙهيو ۽ پيريءَ تائين پڙهندو رهندو هو. آن جو چوڻ هو ته ''مون کي هيءُ ڪتاب هميشه نئون پيو لڳي ۽ رس پيو اچيم.'' هڪ روحاني مبلغ، جنهن جو روحاني تعليم ۾ پورو يقين هو، تنهن جي هن ڪتاب بابت صلاح آهي ته ''حياتيءَ جو منگتي ڪٺي ڪرينس، ڏک وير دلاسو ڏيندءِ''. هن ڪتاب جي مطالعي کان پوءِ، ڇٽي سگهجي ٿو ته ادب جي لحاظ کان پرمانند صاحب هڪ لاثاني ڪتاب جو ترجمو ڪيو آهي.

ڪرسٽ جي پيرويءَ ۾ بيان ڪيل آهي ته هڪ انسان ڪي دنيا ۾ ڪهڙي نموني زندگي گذارڻ گهرجي. هڪڙي پيغمبر جي پوري تعليم هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي. پاڻ کي گهٽ ڄاڻڻ، ٻين کي چڱو ۽ لائق

ڪري ليڪڻ ۽ ڇپائڻ ڪرڻ سان سچي ڀڳتي جاڳي ٿي. دورانديشيءَ سان ڪم ڪرڻ، هٺ ڪان پري رهڻ ۽ اهڙيون ڳالهيون هن ڪتاب ۾ آندل آهن.

**عبارت ۽ ٻولي:-** ''ڪرست جي پيرويءَ'' ۾ ڪم آندل زبان تمام سليس ۽ وڻندڙ آهي. البت ڪٿي ڪٿي سنسڪرت جا ڏکيا لفظ به استعمال ٿيل آهن، پر اهي آسانيءَ سان سمجهي سگهجن ٿا.

**(۳) گل ڦل:-** هن ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ ٦٠ ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ ۳۰ مضمون آهن، جي ديوان پرمانند جدا جدا موضوعن تي پنهنجيءَ اخبار ''جوت'' ۾ ڇپيندو هو. آنهن ۾ ڪي مضمون اخلاقي، ڪي تعليمي ۽ تاريخي، ته ڪي موجوده سائنس سان تعلق رکندڙ آهن. ڪن مضمونن ۾ جيتن، پکين ۽ جانورن جا بيان ڏنل آهن. ڪي مضمون جهونن ڏٺل ۽ ڦٽل شهرن بنسبت آهن. ڪن ۾ بهادرن ۽ نيڪ مردن جا احوال، ڪن ۾ جهنگ جا شيل شڪار، ته ڪن ۾ ڏند ڪٿائون، عمديون عمديون نصيحتن ڀريل ڪهاڻيون ۽ نقل ڏنل آهن. ڪي مضمون ترجمو ڪيل آهن، پر ترجمن کي به اهڙيءَ طرح ته نباهيو ويو آهي جو آسانيءَ سان چئي نٿو سگهجي ته اهي مضمون طبعزاد نه آهن.

**عبارت ۽ ٻولي:-** ''گل ڦل'' جي مضمونن جي ٻولي نثر نويسي جي هڙني خوبين سان ڀرپور آهي. آسان، سليس ۽ عام فهم زبان سان گڏ، حسن بياني، رنگين زباني ۽ بامحاوره ٻوليءَ ڪري، ''گل ڦل'' جا مضمون ڏاڍا پُرلطف لڳن ٿا. پرمانند جي لکڻيءَ ۾ اهڙو ڪو جادو آهي جو ان جي اثر کان متاثر ٿي خسيس ۾ خسيس ڳالهه به اهڙي ته وڻندڙ ۽ دلچسپ لڳي ٿي، جو ڪوبه داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهي. ٻولي ۽ عبارت جي لحاظ کان، پرمانند پنهنجي همعصرن— ديوان ڪوڙومل، مرزا قليچ بيگ ۽ ديوان ڏيارام گدومل — کان به گوءِ کٽي ويو. آتم جي راءِ موجب، هن جي ٻولي سليس، سپڪ ۽ سلوڻي آهي. ''ننڍا ننڍا، مٺڙ مٺڙ جملا لکندو هو، چڻ ته ڪوتا جو جهرڻو ٿو وهي''. مثلاً:

(الف) ''ڪانڌ ڪنهن جو ڪوڏيو؟ نه انهيءَ جو، جا ڏسڻ جي موچاري هجي، جا ٽينس کيڏي ڄاڻي، جنهن جي وات سان انگريزي پيئي

ڇٽي، جا موٽر بنا ٻاهر پير نه ڇوري، جنهن کي ساهيڙين جو ڏنبلو هجي“.

(ب) ”واه! ڪيئن نه نزاڪت سان ’ڇاڇي‘ به ڇيائين، ۽ ڇهنبڙي به ڀاتائين!“

(ٻ) ”ڏينڙي! سيائي زال، جنهن جو هڏ ڳنل، جنهن کي گهر جي سهيڙ سنڀال ۽ ڪيوٽ جي اونّ، ڪانڌ انهيءَ جو ڪوڏيو اٿيئي، ملهه ان جو سون ڪان سرس، هيرن جواهرن ڪان وڌ.“

(ڀ) ”هوءَ قليلي ڏس ته هٻر-هٻر، تڪڙي تڪڙي، ڏهندي، ڪرندي، پٽي ويٺي. لڙ، لهريون، لس ليٽ! واه تڪا، وَهر ڪرا! اصل مائي ڪنهن جي ڳالهه نٿي ٻڌي. ڇي، ’ڏسو ڪين ٽڪ، چرڪ ٿي ٽئير؛ هاري پيا سارينم! سنهنجو ڏوهه آهي ٿي ڪونه؛ ڇٺو درياءَ کي، مستاني درياءَ کي، ججڪين ڪاڏي درياءَ کي، تار خشڪيون اٿس! نه نه، ههڙي بي‌ادبي! ڪن ٻريمين جيان، سوج اٿس؛ ڪڏهن سراوندو، ڪڏهن انگل آرل، پيو ڪري، ڪڏهن ته آٿليو ٻوڙ ٻوڙان ڪيو ڇڏي؛ ڪن کي سائو، ڪن کي سڃو، ڪري، اهو ته سندس سرڪ آهي.“



## حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

## ١٨٨٢-١٩٤٢ع

حڪيم صاحب سيوهڻ ۾ ١٨٨٢ع ۾ ڄائو هو. سندس ڏاڏي جي نالي تي سندس نالو فتح محمد رکيو ويو. ننڍي هوندي قرآن شريف، عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم ورتائين. ٻارهين ورهين جي عمر جو هو، جڏهن سندس پيءُ وفات ڪئي. سندس وفات ١٩٤٢ع ۾ ٿي.

**ادبي خدمتون:-** حڪيم صاحب تاريخ، ادب، حديث، تفسير ۽ شعر و شاعريءَ ۾ ماهر هو. سنڌي ادب جي گهڻي خدمت ڪيائين ۽ ڪيترائي ڪتاب لکيائين. پاڻ بلندپايي جو صحافي پڻ هو. ١٩٢٥ع

۾ ''الجامع'' رسالو جاري ڪيائين. هن رسالي جاري ڪرڻ سان سندس مقصد هو ته سنڌي مسلمانن کي جديد علوم جي شوق ڏيارڻ سان گڏ، منجهن ديني قدر به پيدا ڪيا وڃن. ''الجامع'' کان پوءِ ''الاصلاح'' هفتيوار اخبار جاري ڪيائين، جيڪا بعد ۾ روزانه اخبار ٿي. آنهن اخبارن ۾ اخلاقي، ديني، اصلاحي ۽ سياسي مضمون ڇپيا هئا. حڪيم صاحب هميشه سليس ۽ بامحاوره سنڌي لکندو هو. سندس زبان ۾ سادگي، خيالن ۾ شستگي ۽ رواني آهي.

**تصنيفات:**- (١) حيات‌النبي، (٢) داستان قوم، (٣) فتح محمدي، (٤) اخلاق محمدي [''حيات‌النبيءِ'' جو پيو ڀاڱو]، (٥) احوال لعل‌شهباز قلندر، (٦) تذڪر الايمان، (٧) ڪمال ۽ زوال، (٨) ميرن جي صاحبي، (٩) بهار اخلاق، (١٠) ابوالفضل ۽ فيضي، (١١) آفتاب ادب.

## تبصرو:

(١) رسالو ''**الجامع**'':- قوم سان سماجي بيماريءَ جي پاڙ پٽڻ لاءِ، مفلسيءَ کي دور ڪرڻ، بد رسمن ۽ فضول خرچيءَ جهڙين بيمارين کي دفع ڪرڻ لاءِ، حڪيم صاحب پنهنجي هن رسالي جي ذريعي گهڻي ڪوشش ورتي. پاڻ هڪ هنڌ لکي ٿو:

> ''مدت کان وني ڏسڻ ۾ پئي آيو ته اسان جي سنڌ ملڪ کي، جو ڪن ڏينهن ۾ علم ۽ ڪمال جو مرڪز هو، علم جي روشنيءَ جي بجاءِ جهل ۽ اڻڄاڻپ جي اونده انڌوڪار ويڙهي ويئي آهي. سنڌ جو آسمان جهل جي ڪاروڻيار ڪڪرن سان ڇانئجي ڪارو ٿي ويو آهي. علم جو آفتاب غروب ۽ عرفان جو چنڊ بي نور ٿي ويو آهي. اسلامي علوم جي ڪتابن کي يا آڌوهي کائي ناس ڪري رهي آهي، يا ته حسرت جي خاڪ سان لتجي ۽ دزجي ويا آهن. عالم گذاري ويا، علم جون جايون ويران آهن. روحاني پوليون پولينڊڙ پکي پرواز ڪري ويا، آنهن جا آشيانا خالي آهن. خدا جا بندا وڃي خدا سان مليا، دنيا جا غلام دنيا ۾ موجود آهن. نه خدا ڪارڻ پڙهڻ وارا آهن، نه خدا لڳ پڙهڻ وارا. اهڙو شوق ذوق ئي فنا ٿي ويو آهي. اهڙي لطف ۽ لذت کان ئي مسلمان نا آشنا ٿي ويا آهن.''

مٿئين مثال مان ظاهر آهي ته حڪيم صاحب کي قوم جو ڪيڏو نه درد هو. قوم جي پستحالي ۽ جهل ڏسي، پاڻ ڪيڏو نه مايوس ۽ پريشان ٿو نظر اچي، ساڳئي رسالي ۾، اولاد جي تعليم ۽ مائرن جي عنوان واري مضمون ۾ اجهو هيٺن ٿو فرمائي:

”ڏسجي ٿو ته ٻارڙن ۾ جيڪي بريون يا ڀليون عادتون گهر ڪري ٿيون وڃن، سي اڪثر سندن مائرن کان ئي حاصل ٿين ٿيون. چٽو ۽ فضول خرچي، وهمي يا ڊڄڻو ٿيڻ، مست ۽ هڏڪ بڻجڻ، علم جو شوق رکڻ يا علم کان نٽائڻ، نيڪ بخت يا بيهدايت ٿيڻ، انهن ۽ اهڙن ٻين لائقائن لڇڻن يا نالائقيءَ جي اوگڻن جو ٻج، ننڍن ٻچن جي نرم ۽ اثر قبول ڪرڻ واري طبيعت جي مٽيءَ زمين ۾ مائرون ئي ٿيون ڇٽين، جو وڏي هوندي وڏي وڻ ٿئي. تاريخ جي ڪتابن مان ڪيترا ئي اهڙا مثال ملن ٿا، جن مان ڏسبو ته نيڪ بخت ۽ خدا شناس ٻيبين، پنهنجن ٻچن جي تعليم ۽ پرورش پاڻ پنهنجي سر ڪري، پنهنجن فرزندن کي اعلىٰ درجي تي پهچائي ڇڏيو هو. حضرت بابرڪت وليالهند خواجه اجميري رحمةالله‌عليه، جي وڏا قطب زمان ٿي گذريا آهن، تن کي به سندن مادر مهربان ئي انهيءَ لائق بنايو جو پاڻ ننڍي هوندي ئي يتيم ٿي پيا هئا.“

## سهڻي ۽ سلوڻي سنڌي:-

(الف) مثال- ”سنڌي سيڪو لکيل پڙهيل چائي، پر ڪرو اهو جو سهڻي ۽ سلوڻي سنڌي لکي. جيڪڏهن لکڻ وارو گهري ته پاڻ جيڪي اچي ڪاغذ تي ڪاريءَ مس سان لکيو اٿس، سو پڙهندڙ يا ٻڌندڙ جي چاتيءَ تي چنجي وڃي، ۽ ڪنورن جي ڪارڻ قلبن کي ٻرندڙ بتيءَ وانگر روشن ڪري وجهي، ته هن کي گهرجي ته پنهنجي لکڻ ۾ سهڻائي ۽ سلوڻپ پيدا ڪري. سهڻائي ۽ سلوڻپ ڪلام ۾ جادو ۽ سحر جهڙو اثر پيدا ڪري وجهندي آهي“.

(ب) مثال- ”زمين ۽ آسمان، سج ۽ چنڊ، رات ۽ ڏينهن، اوندهه ۽

سوجهرو، سيارو ۽ اونهارو، گرمي ۽ سردي، جھڙ ۽ سينهن، وڄ ۽ گوڙ، مٽي ۽ هوا، باهه ۽ پاڻي، باغ ۽ بستان، گل ۽ بلبل، شمع ۽ پروانو، جهنگل ۽ جبل، اناج ۽ پوکون، درندا ۽ پرندا، جيت ۽ جانور، دريا ۽ سمنڊ، نديون ۽ نالا، ٻيڙا ۽ جهاز، طوفان ۽ موجون، لهرون ۽ لوڏا، اگهائي ۽ سگهائي، مٺائي ۽ ڪڙائي، اڄاڻ ۽ ڪاراڻ، دوا ۽ شفا، حياتي ۽ موت— اهي ۽ اهڙا انقلاب ڏسي، چوڻو پوي ٿو ته هيءَ دنيا هڪ رنگ ۾ رهڻ واري نه آهي. هيءُ سنسار اهڙن انقلاب ۾ اچي رهيو آهي. هيءُ جهان فاني ۽ بيبقا آهي. هيءُ بيوس ۽ پروس آهي. هن جي هلائڻ ۽ چلائڻ جي واڳ ڪنهن ڳجهيءَ طاقت جي هٿ ۾ آهي، جنهن جو مٺو نالو سڀڪنهن کي معلوم آهي، جنهن کي سڀڪو پنهنجي پنهنجي ٻولي ۾ ساراهي رهيو آهي، جنهن جي نالي جي تسبيح ۽ صفت جي سهرن سڀڪو جپي رهيو آهي، جنهن وٽ ڪوبه ڀيد ڪونهي، هندو ۽ مسلمان، پارسي ۽ ڪرستان، سڀ سندس آهن.“

(٢) **ڪمال ۽ زوال:-** حڪيم صاحب ”مقدمه ابن خلدون“ جي ڪن ضروري ڀاڱن جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري، ان جو نالو ”ڪمال ۽ زوال“ رکيو آهي. ڪتاب جي مُنڍ ۾ پاڻ لکي ٿو: ”سنڌي زبان ۾ افسوس جو ڪنهن به علم يا فن جو عموماً ايترو سرمايو موجود ڪونهي، جيترو ٻين زبانن ۾ آهي. جيڪڏهن سنڌي زبان جي علوم و فنون کي گڏ ڪري انسائيڪلوپيڊيا (مجموعه علوم و فنون) تيار ڪجي، ته ڪڏهن ڪامياب ٿي نه سگهجي. ۽ پاليٽڪس (سياست) ۾ ته خصوصاً، جيتري مون کي خبر آهي اوتري قدر چئي سگهان ٿو ته سنڌي زبان ۾ ذرو به ظاهر ڪونه ٿيو آهي. اڄ، هيءُ پهريون قدم آهي جو هن ميدان ۾ کڻڻ گهران ٿو. عالمن جو رايو آهي ته علامه ابن خلدون جو ڪتاب ’مقدمه ابن خلدون‘ اهڙو ته عمدو لکيل آهي جو سندس جيتري تعريف ڪجي اوتري ٿوري آهي. انهيءَ ڪتاب جو ڪيترين ئي زبانن ۾ ترجمو ٿيو آهي. فرينچ، ترڪي ۽ جرمني زبانن جا ترجما ته ڇپيا آهن...

**مضمون:-** حڪيم صاحب جو هي ڪتاب (ڪمال ۽ زوال)
هيٺين مضمونن ۾ خاص طور ورهايل آهي:
(الف) انسان جو موروثي حق آهي آزادي.
( ب ) ڪابه قوم خوديءَ ۽ خود پسنديءَ ۾ ڪاهي پوي ٿي ته هن جو گذران مشڪل ٿيو پوي ۽ هن ۾ قحط ۽ بربادي پوي ٿي.
( ٻ ) جڏهن انسان الله پاڪ جي قانونن جي پرواه نٿا ڪن ته خدا جا پيارا انهن جي بربادي جي دعا گهرن ٿا.
( ٻ ) ڪهڙين ڳالهين سان حڪومت ڪي ڪماليت رسي ٿي ۽ ڪهڙين ڳالهين سان زواليت.
( ت ) ٻين قومن جي ديوتائن ڪي برو نه چئجي، تنهن بابت قرآن شريف جو حڪم.
اهڙيءَ طرح دين جي معاملي ۾ ڪنهن سان زبردستي نه ڪرڻ، غيرمسلمانن سان انصاف جي هلت هلڻ، حاڪم تي ڪهڙا حق آهن، حڪومت کي بوالفضوليءَ کان بچڻ وغيره جهڙيون ڳالهيون هن ڪتاب ۾ بيان ڪيون اٿس. ازانسواءِ علامه ابن خلدون جي حياتيءَ جو احوال ڏيئي، ڪتاب جي اهميت گهڻي قدر وڌائي اٿس.

**عبارت ۽ ٻولي:-** جيتوڻيڪ هي ڪتاب ترجمو ٿيل آهي، پر حڪيم صاحب پنهنجيءَ خداداد قابليت سان اصلي ڪتاب کي اهڙي ڍنگ سان سنڌي ويس ڍڪايو آهي جو سڄو ڪتاب طبعزاد پيو لڳي. حڪيم صاحب نهايت سليس زبان ۾ سياست جهڙي خشڪ موضوع کي، وڻندڙ ۽ دلچسپ نموني ۾ سمجهايو آهي. مثال طور ڪي ٽڪرا پيش ڪجن ٿا:
(الف) ”انسان، انسان تي ڪري، سواءِ پنهنجي خالق مالڪ جي، ٻئي ڪنهن جي غلاميءَ ۾ رهي نٿو سگهي. انسان قدرتي طرح آزاد خلقيل آهي، ۽ آزادي انسان جو قدرتي ۽ موروثي حق آهي. انسان شان ۽ شرف هوندي به جيڪڏهن غلاميءَ ۾ رهي سگهي ٿو، ته فقط خداتعاليٰ جي غلاميءَ ۽ ٻانهپ ۾ رهي سگهي ٿو. الله پاڪ جي غلاميءَ جو طوق هرهڪ انسان جي ڳلي ۾ عزت ۽ آبرو، سونهن ۽ سوڀيا جو زيور آهي.“

(ب) ”جڏهن ۾ ڪا قوم ٻيءَ قوم جي حڪومت هيٺ رهي عيش ۽ آرام سان گذارڻ لڳي ٿي ۽ ملڪي معاملات ۾ دخل ڏيڻ ڇڏي ڏئي ٿي، فقط ٽڪن ڪمائڻ ڪي لڳي وڃي ٿي ۽ ماڻهو پنهنجي ڌن ۽ دولت، مال ۽ مايا جي زور تي وڏيون وڏيون عمارتون ۽ محلاتون ٺهرائڻ لڳن ٿا ۽ فقط ڏنڊن ڪي وڌائڻ ۾ جنبي وڃن ٿا، ته انهيءَ حال ۾ رهڻ مان نتيجو اهو ٿو نڪري ته هنن مان اها قوميت ۽ اهو قومي جذبو، جنهن سان هو پنهنجا حق گهري سگهن ۽ اها جرائت ۽ بهادري، جنهن سان هو پاڻ ڪي ۽ پنهنجن حقن ڪي بچائي سگهن، سيڪجهه ڌنا ٿيو وڃي.“

(پ) ”انسانيت ۽ قوميت، حڪومت جو تڙ آهن ۽ نيڪ اخلاق انهيءَ جون ٿاريون، جي گڏجي انساني شرافت جي وڻندڙ وڻ ڪي مرسبز ۽ آباد ڏيکارين ٿا. جيڪڏهن ڪنهن حاڪم ۾ اخلاق نه هوندا ته هو هڪ اهڙو انسان ڇٽبو، جنهن جي ڏيڏري آهي مگر هٿ پير نه آهن، يا هيئن چئجي ته هو هڪ اڻوندڙ وڻ جي مثال آهي، جنهن جي تڙ جو بنڊ آهي مگر ٿاريون ڪينهن.“

(٣) **آفتاب ادب**:- سيوهاڻي صاحب جو هيءُ ڪتاب، سنڌي ادب جي بهترين ڪتابن سان هڪ آهي. ڪاڪي ڀيرومل جي ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ کان پوءِ هيءُ هڪ اهڙو ڪتاب آهي، جو سنڌي ٻوليءَ جي مطالعي لاءِ ڪارآمد ٿي سگهي ٿو. هن ڪتاب ۾ سيوهاڻي صاحب پنهنجي آزمودي ۽ دماغي قوت سان: سنڌي ٻولي ۽ ان جي بناوت ۽ خوبين وغيره بابت عالمانا خيال پيش ڪيا آهن. ڪتاب جي شروعات ۾ پاڻ ڪتاب لکڻ جو مقصد ڄاڻايو اٿس، جنهن ۾ لکي ٿو:

> ”اسان جي مادري زبان، دنيا جي سڌريل ٻولين واٺگي هڪڙي چڱي سڌريل ٻولي آهي. منجهس ادبي ۽ ساهتيه ٻولي هجڻ جون چڱيون ئي لياقتون ۽ خوبيون آهن. اهڙيءَ سڌريل زبان جي خدمت ۽ سندس ترقيءَ جي ڪوشش جيتري قدر ڪرڻ گهربي هئي، اوتري قدر هن کان اڳ نه ٿي آهي. هندستان جي هر ڪنهن ٻرڳي جي زبان جي ترقيءَ لاءِ، خانگي توڙي

سرڪاري طرح، چڱيون ڪوششون ٿي چڪيون ۽ ٿي رهيون آهن. هاڻي جڏهن عام طرح سنڌيءَ جي عالمن ۽ خاص طرح سرڪار جي پاران، سنڌيءَ کي ترقي ڏيارڻ ۽ ان کي ڪنهن اوج تي پهچائڻ جي تحرڪ ۽ هلچل ٿيڻ لڳي آهي، تڏهن مون مناسب سمجهيو ته سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي واڌاري ۽ ترقيءَ لاءِ جيڪو سرمايو مون وٽ موجود آهي، سو ڪتابي صورت ۾ آڻي، سنڌيءَ جي پريمين ۽ ترقي چاهيندڙن اڳيان رکان."

سيوهاڻي صاحب هن ڪتاب لکڻ سان ڪاڪي ڀيرومل جون سڪون لاٿيون آهن. جنهن محبت وچان پاڻ هي ڪتاب لکيو اٿس، سا هيٺين لفظن مان ظاهر ٿئي ٿي:

"اسان جي سنڌي زبان، اسان سنڌين جي آهي. اسان سنڌين کي گهرجي ته پنهنجي سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ سنڌي ٿي ڪوشش ڪريون، نه هندو ۽ مسلمان ٿي. سنڌيءَ سان اهو وڏو ظلم ٿيندو، جيڪڏهن سنڌس ڳچيءَ ۾ هندڪو ٽوڙهو يا مسلمانڪو ٽوڙهو وجهي، ڪيس گهاري، گينداڙي سان ڪيو. منهنجو عرض آهي ته سنڌيءَ جي خيرخواهن ۽ سڄڻن کي عالماڻي عينڪ اکين تي چاڙهي، سنڌيءَ جي سقيم حالت جو ڪو چاڙهو ڪرڻ گهرجي."

**مضمون:-** ٻولي ڇا آهي- عام ٻولي- ادبي ٻولي- ڪتابي، اخباري ۽ مذهبي ٻولي ۽ انهن جون لياقتون- سنڌي ادبي زبان آهي- ٻولين جي اڏاوت ۽ بناوت- سنڌيءَ تي ٻين ٻولين جو اثر: انهن ۽ اهڙن ٻين عنوانن جو مضمون هن ڪتاب ۾ سمايل آهي. سنڌي ٻوليءَ جون نيڪ خوبيون، ان جي ترقيءَ جون منزلون، علم معاني، صنائع بدائع، علم عروض، وغيره جهڙا موضوع به ڪتاب ۾ آندل آهن.

**عبارت ۽ ٻولي:-** سيوهاڻي صاحب "آفتاب ادب" جو سارو مضمون عالماڻي انداز ۾ پيش ڪيو آهي. سندس طرزتحرير پختي ۽ شستي ۽ اسلوب بيان نهايت ئي لطيف آهي. لسانيات جهڙي رُکي موضوع کي هن صاحب فصاحت سان پيش ڪري ڪمال ڪيو آهي. سندس

عبارت لطيف ۽ دلڪش آهي. هيٺ سندس طرز تحرير جا ڪي مثال ڏجن ٿا:

(الف) ”سنڌي صلح ڪل ۽ صلح پسند، ملنسار ۽ هردلعزيز زبان آهي. هن آسپاس ۽ آڙي پاڙي سان هميشه چڱو رهايو ۽ سهڻو سلوڪ رکيو. سندس ويجها پاڙيسري ايران ۽ عربستان آهن ۽ پراڻهان پاڙيسري ترڪستان ۽ مغلائو ملڪ. اهو ئي سبب آهي جو هن پنهنجن پاڙيسرين کان پنهنجي ساهت وڌائڻ ۽ ان کي رونقدار ڪرڻ لاءِ لفظن جو معقول ذخيرو هٿ ڪيو آهي، جنهن ڪري منجهس عربي، فارسي ۽ ترڪي لفظ سمايل آهن ۽ اهڙيءَ طرح ٻريل آهن، جن سان ڪي ته سڃاڻڻ ۾ ئي نٿا اچن ته هي ڪي ڌاريان آهن: اچارن ۽ آوازن سميت، هو صفا سنڌي ٿي ويا آهن.“

(ب) ”سنڌي ٻوليءَ هڙئون تورڙي وڙئون اهو سيڪجهه موجود ڪيو آهي، جو دنيا جي سڌريل ادبي زبانن ۾ موجود آهي. منجهس نظم به آهي ۽ نثر به. سندس نظم ۾ جيڪڏهن عاشقن جون آهون ۽ دانهون آهن، جي پڙهندڙن جي ڪن مان گهڙي سنڌين دلين ۾ درد پيدا ڪن ٿيون، ته قدرتي نظارن ۽ نمائن جي بيان ڪرڻ سان به پنهنجيءَ سنڌي جو نظم ڏسندڙ جي نظر کي قادر جي قدرت ۽ زماني جي انقلابن ڏانهن ڇڪي ۽ کهلي وڃي ٿو، دل جي آسنگن ۽ جذبن کي اندريءَ مان ڪڍي، ٻاهرينءَ فضا يا سطح تي آڻي ٿو. هوءَ باطن کي ظاهر ۽ ظاهر کي باطن بنائڻ جي به وڏي لياقت رکي ٿي. روحاني روشني ۽ جسماني جوت پکيڙڻ واري برقي طاقت به منجهس واهه آهي، هوءَ شيراڻي ٻولي به آهي ۽ اميراڻي زبان به.“

o

# ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي

## ۱۸۸۴-۱۹۴۷ع

هي قابل‌قدر ۸- مارچ ۱۸۸۴ع تي، حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. آنجهاڻي لالچند آسر ڏنومل ڄڳتياڻي لکي ٿو ته ''ڊاڪٽر صاحب ننڍي هوندي تمام سنهو ۽ ڪمزور هوندو هو ۽ اڪثر بيمار گذاريندو هو.''

ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ، ۱۹۰۰ع ۾، ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيو ۽ ۱۹۰۵ع ۾ بي.اي جو امتحان امتياز سان پاس ڪيائين. پوءِ ايم.اي جي واسطي بمبئيءَ جي ولسن ڪاليج ۾ داخل ٿيو. ۱۹۰۷ع ۾، تعليم ختم ڪري; ڊاڪٽر صاحب ماڳئي ڪاليج ۾ انگريزي ۽ فارسيءَ جو اسسٽنٽ پروفيسر ٿيو. پر نيٺ ۱۹۰۸ع ۾، ڊي.جي (ڏيارام جيٺمل) سنڌ ڪاليج ۾ فارسي جي پروفيسر جي حيثيت سان داخل ٿيو ۽ آخر تائين انهي ڪاليج ۾ رهيو. ۱۹۲۸ع ۾ لنڊن روانو ٿيو ۽ اتي لنڊن يونيورسٽي ۾ رهي هڪ مقالو، ''انگريزي شاعري ۾ تصوف'' لکيائين، جنهن تي کيس ڊاڪٽري جي سند ملي.

ڊاڪٽر صاحب ۱۱- فيبروري ۱۹۴۷ع ۾ وفات ڪئي. ان وقت پاڻ ڊي.جي ڪاليج ۾ پرنسيپال جي عهدي تي فائز هو.

**تصنيفون:-** ڊاڪٽر صاحب کي سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ گهڻو چاهه هو. پاڻ هڪ اعليٰ اديب هو. جيتوڻيڪ سندس تصنيفون ٿوريون آهن، پر موضوع ۽ تحقيقات جي لحاظ کان اهم ۽ اعليٰ آهن. سندس لکيل ڪتاب هي آهن:

(۱) شاهه جو رسالو [ٽي جلد]، (۲) مقدمهءِ لطيفي، (۳) روح رهاڻ، (۴) نورجهان، (۵) لنواريءَ جا لال.

(۱) **شاهه جو رسالو:-** ڊاڪٽر صاحب جو مرتب ڪيل ''شاهه جو رسالو'' هڪ بهترين شاهڪار جي حيثيت ٿو رکي. ان جي مطالعي مان سندس محققانه شان جي خبر پوي ٿي. هن ڪتاب مان نه فقط سندس عربي ۽ فارسي جي وسيع علميت جي خبر پوي ٿي، بلڪ سنڌي زبان جنهن نموني نهي آهي ۽ جن پولين جو مٿس اثر آهي، تنهن بابت به سندس گهري مطالعي جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

ڊاڪٽر صاحب ٻهريون شخص نہ آهي، جنهن شاهہ جي ڪلام کي گڏ ڪيو آهي. ڪانئس اڳ ڊاڪٽر ٽرمپ، مرزا قليچ بيگ ۽ ٻيا اهو ڪم ڪري چڪا هئا. ڊاڪٽر ٽرمپ وارو رسالو جرمني جي ليپزگ شهر ۾ ڇپيو هو. جيتوڻيڪ هڪ غيرملڪي عالم جي هيءَ ڪوشش قابلِ تحسين آهي، مگر هي رسالو گربخشاڻيءَ جي رسالي جي مقابلي ۾ گهڻو گهٽ آهي. مرزا صاحب بہ خود پنهنجي نسخي متعلق مطمئن نہ آهي. پنهنجي ڪتاب جي شروعات ۾ هو صاحب لکي ٿو: ”شاهہ جي رسالي جو صحيح ۽ سچو نسخو اڃا بہ گهربل آهي. سگهو ئي ڪنهن علم واري کي دل ۾ خيال پوندو، جو اهڙو ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪندو“. اهي ڳالهيون خيال ۾ رکي، ڊاڪٽر صاحب شاهہ جي رسالي جي ترتيب ڪرڻ جو بار پنهنجن ڪلهن تي کنيو.

رسالي جي مهڙ ۾ پاڻ ڄاڻائي ٿو تہ ”جيتوڻيڪ شاهہ جي رسالي جا ٻہ چار جدا جدا ڇاپا موجود آهن، تڏهن بہ افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي تہ هيل تائين ڪنهن بہ تڪليف وٺي سچو ۽ صحيح ڇاپو پڌرو نہ ڪيو آهي. يورپ جو هيڏي وڏي اوج تي رسيو آهي، تنهنجو هڪ ڪارڻ هيءُ بہ آهي جو سيڪنهن علم ۽ هنر ۾، خصوصاً علم ادب ۾، سندس عالمن نهايت گهڻي کوجنا ڪئي آهي. جيڪڏهن شاهہ لطيف جهڙو شاعر يورپ ۾ پيدا ٿئي ها تہ سندس ڪلام جي صحيح نسخي تيار ڪرڻ ۾ ئي ڪيترا عالم پنهنجون حياتيون صرف ڪن ها ۽ هزارها ڇاپا معنائن ۽ شرحن سميت نڪري وڃن ها.“

ڊاڪٽر صاحب شاهہ جي ڪلام کي باشرح ڇهن جلدن ۾ تيار ڪيو، جن مان ٽيهريان ٽي، ترتيبوار ۱۹۲۲ع، ۱۹۲۴ع ۽ ۱۹۳۱ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيائين، ۽ چوٿون جلد ڇپجي نہ سگهيو. هن رسالي ۾ خاص خوبيون هي آهن:

(الف) سڀ ڇاپا، ۽ ٻلڙيءَ توڙي ڀيٽ وارا جهونا قلمي نسخا ڀيٽي، رسالي جو حتي‌المقدور صحيح نسخو تيار ڪيو اٿس.

(ب) گهڻو ڪري سڀ مختلف پڙهڻيون حاشيي ۾ ڏنيون اٿس.

(ٻ) سُر ۽ بيت جي گهڻي تحقيقات ڪان پوءِ معلوم ٿيس ته جي سُر شاهه جو ڪلام نه آهن، سي رد ڪيا اٿس.

(ڀ) ڪي بيت جي رواجي ڇاپن ۾ توڙي قلمي نسخن ۾ هيٺ مٿي ڇاٽايل آهن، سي مضمون جي مدنظر، موافق هنڌن تي بيهاريا اٿس.

ڊاڪٽر صاحب رسالي جي شروع ۾ پنهنجو مفصل مقدمو به ڏنو آهي، جنهن ۾ شاهه لطيف جي حياتي، تصوف، شعر و شاعري ۽ ٻين ڳالهين تي ڪافي بحث ڪيل آهي. ازانسواءِ سنڌي زبان جي بناوت ۽ شاهه جي سنڌيءَ تي مفصل طرح روشني وڌي اٿس. اهو عالمانه مقدمو، شاهه بابت پنهنجي سر هڪ عمدي تصنيف آهي.

**رسالي تي ڪن عالمن جا رايا:-** رسالي جو پهريون جلد جڏهن ڇپجي پڌرو ٿيو، تڏهن هڪ طرف قاضي اسدالله شاهه، مرزا قليچ بيگ، پرمانند ميوارام ۽ پيرومل مهرچند رسالي ڪي ساراهي رهيا هئا، ته ٻئي طرف چينمل پرسرام ۽ ليلارام وطنمل ان تي ڪڙي نڪته‌چيني ڪري رهيا هئا. مکيه اعتراض هي هو ته ڊاڪٽر صاحب هزار ڪن بيت رسالي مان ڪڍي ڇڏيا آهن. خود مرزا صاحب به اُن متعلق لکيو آهي ته ”پروفيسر گربخشاڻيءَ جيڪي هڪ هزار بيت ڪڍي ڇڏيا آهن، تن لاءِ ڪا سند ڪانه ڏني اٿس، انهيءَ جي جوابداري مٿس آهي“. اهڙي چڪتاڻ ان وقت جي ٻن اخبارن، ”پارتواسي“ ۽ ”پرڪاش“ ۾ مهينن جا مهينا هلندي رهي ۽ ان جو مفصل ذڪر ديوان پيرومل مهرچند ”سنڌو“ رسالي جي ۱۹۳۸ع وارين مختلف اشاعتن ۾ ڏنو آهي. ڊاڪٽر سورلي جي خيال موجب ”پروفيسر گربخشاڻي جو رسالو شاعر ۽ سندس شاعريءَ ڪي نهايت عالمانه طريقي تي ظاهر ڪري ٿو“(۱). ٻئي هنڌ لکي ٿو: ”مرزا قليچ بيگ ۽ ايڇ.ايم. گربخشاڻي، جي سنڌي ادب جا چوٽي جا عالم آهن، تن مان هرهڪ، جي به ڇاپا ۽ انهن جون شرحون لکيون آهن، اهي عالمن ڪي مشرقي شاعري ڏانهن ۽ خاص ڪري شاهه لطيف جي شاعريءَ ڏانهن متوجهه ڪن ٿيون“(۲).

---

(۱) ايڇ.ٽي.سورلي: ”شاهه عبداللطيف آف ڀٽ“، آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس ص ۱۷۰
(۲) ايضاً ۲۲۸

(٢) **نورجهان**: جهڙي طرح نورجهان پنهنجي محبت جي ڪري جهانگير جي دل ۽ دماغ تي حڪمراني ڪئي، تهڙي طرح هن تاريخي واقعي ڪي ناول جو رنگ ڏيئي، ڊاڪٽر صاحب سنڌ جي ماڻهن جي دلين ۽ دماغن تي حڪمراني ڪري ويو آهي. هن ڪتاب ١٩١٥ع ۾ لکيو ويو، جڏهن پاڻ اڃا ادبي دنيا ۾ نئون قدم رکيو هئائين.

ڪتاب جي منڍ ۾ ڊاڪٽر صاحب ڄاڻايو آهي ته هن ڪتاب جو پس منظر تاريخي آهي. مگر ان جي باوجود هن ڪتاب جي حيثيت هڪ ناول جي آهي. ڪتاب جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته ڊاڪٽر صاحب هڪ ڪامياب ناول نگار جي حيثيت ٿو رکي. ڪتاب پڙهندي، دل ۽ دماغ تي هڪ ڪيفيت ڇانئجي ٿي وڃي. واقعات ۽ ٻوليءَ جو امتزاج هن ناول جي خوبي آهي. بيان جو نداز، منظر نگاري، عشق ۽ محبت جي حڪايت ۽ ڪردارنگاري نهايت ئي دلڪش ۽ وڻندڙ انداز ۾ پيش ڪيل آهن، جنهن مان ڊاڪٽر صاحب جي فنڪارانه صلاحيت نمايان ٿئي ٿي.

ڊاڪٽر صاحب جي زبان سليس ۽ عام فهم، پختي ۽ بامحاوره آهي. جيتوڻيڪ ڪٿي ڪٿي فارسيءَ جا ڏکيا لفظ ۾ ڪم آندا اٿس. پر اهي اصليت کي هيڪاري زياده نمايان ٿا ڪن. مثال لاءِ ڪي ٽڪرا ڏجن ٿا.

(الف) ”مهرالنسا سڄڻهن ۽ سوڀيا ۾ سرمي ڪري ويني هئي. قد ۾ بلند ۽ نزاڪتدار، مثل سرو سهي جي، منهن چوڏس جي چنڊ جهان ڪول ۽ سفيد، ڳل ڳاڙها جهڙا گلاب جا گل، اکيون نرگس وانگر نشيدار، نڪ ڊگهو جهڙو آمي جي ڦار، وات لنيڙو غنچي جهڙو، چپ سرخ لعل جهڙا، ڏند اڇا جهڙا موتي.“

(ب) ”اڄ شهنشاه نورالدين جهانگير، معنيٰ اسلام جو سوجهرو ۽ عالم جو سوڀارو سردار، تخت ڏئي ٿاڻيو ويو آهي. هي اهو صاحبقران آهي، جنهن جو زحل درٻان ۽ آسمان آستان، قمر سندس پيغام رسائيندڙ آهي، ۽ زهرو راڳيندڙ. قضا سندس نگهبان آهي، ۽ قدر ثنا خوان. تجمل ۽ توانائيءَ جو مايو آهي، ۽ شان ۽ شوڪت

جو پاڻيو. سخا جو بحر آهي، ۽ عطا جو ڪڪر. سندس دولت ۽ دٻدٻي بهشت کي بيرونق بنائي ڇڏيو آهي. امير اصل آهي، امير نسل. ملائڪ رو آهي ۽ ملائڪ خو. شان جهان هميشه سندس پڌو پانهو هجي!"

(ب) "غياث بيگ کي ماڻهن جي منهن مان سرهائي پئي معلوم ٿي. ڳڀرو جوان، برف جهڙا سفيد ڪپڙا پهريو، مجموعا ڪريو، سينديءَ رتڙن هٿن سان گلاب آڏائيندا، گلن ڦلن جون ورڪائون ڪندا، سرهي پاڻيءَ جون پچڪاريون هڻندا، پهان جا پيڙا چهاڙيندا، ٽينگ ٽپا ڏيندا، ٽهه ٽهه ڪندا، ڪلندا، ڪڏندا، پئي آيا ويا. گهر گهر مان مٺا من موهيندڙ آلاپ پئي آيا. شاهي خاندان جا جنگي جوان ۽ غلمان، زربفت جا لباس ڍڪيو، تذرو وانگي ناز نخرا ڪندا، پير پير ۾ ڪٽندا، ٽپ ٽپ تي ٻيهندا، رونشا ڪندا پئي ويا. اميرن ۽ نوابن جي گاڏين ۽ گهوڙن ۽ پالڪين جي ڌم لڳي ويئي هئي. هرهنڌ هل ۽ هلاچو، ڪل ۽ چرچو، شان ۽ شوڪت، تجمل ۽ توانائي پئي نظر آئي."



## چيتمل پرسرام گلراجاڻي
### وفات ١٩٤٨ع

سنڌ جي هن مشهور اديب، قومي ۽ ملڪي خدمتگار، صوفي ۽ ٿياسافسٽ ١٩٤٨ع ۾ بمبئي ۾ وفات ڪئي. هي صاحب برهمو سماج، سناتن ڌرم، اسلام ۽ ٿياسافيءَ جو وڏو ڄاڻو هو. سندس طبيعت فقيرائي هئي، سنڌ جي صوفين ۽ سنتن، هندو توڙي مسلمان فقيرن جي ڪلام جو مٿس گهڻو اثر هو. پيغمبر اسلام (صلعم) جي سچيءَ تعليم کان متاثر هجڻ جي ڪري، حضرت جن تي هڪ ڪتاب به لکيائين. سندس ئي ڪوشش سان، حيدرآباد ۾ "بسنت لاج" جو بنياد پيو.

**علمي ۽ ادبي خدمتون:-** مسٽر چيتمل پرسرام جون سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتون ناقابل فراموش آهن. هن پنهنجي زندگيءَ

۾ وسيع مطالعو ڪيو هو. تصوف ۽ ويدانت جو ڪافي علم هوس. شاهه لطيف جي ڪلام ۽ ان جي رمزن جو وڏو چاڙهو هو.

مسٽر چيئنمل ان وقت ادب جي ميدان ۾ آيو، جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي شروع ٿي هئي، سماجي توڙي معاشي مسئلا گهرا ٿيندا ٿي ويا. انهيءَ زماني ۾، ۱۹۱۴ع ڌاري، هن مسٽر لالچند امر ڏنيمل سان گڏجي ''سنڌي ساهت سوسائٽيءَ'' جو بنياد رکيو، ۽ نيڙن ڪتابن جو سلسلو شروع ڪيائون. ۱۹۱۷ع ۾، ساري هندستان ۾ ''هوم رول'' تحريڪ جي سلسلي ۾، سنڌ ۾ اخبارون شروع ٿيون. مسٽر چيئنمل به هڪ روزانه سنڌي اخبار ''هندواسي'' جاري ڪئي، جنهن جو ايڊيٽر پاڻ هو. هن اخبار سنڌي ادب جي ڪافي خدمت ڪئي. مسٽر چيئنمل، ۱۹۱۸ع ۾، مرحوم غلام محمد ڀرڳڙيءَ جي صلاح سان ''هندواسي'' جو نالو بدلائي ''ڀارتواسي'' رکيو. هيءَ اخبار مسز اني بسنت جي تحريڪن ''هوم رول'' ۽ ''ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ'' جي اصولن ۽ نظرين موجب هلندي هئي.

۱۹۲۳ع ۾، ''سنڌي ساهت سوسائٽي'' پوين پيرن تي هئي، تنهن ڪري هن صاحب ''نئين سنڌي لئبرري'' ۽ ''سستو عمدو ساهت مالا'' جي نالن سان ڪتابي سلسلو شروع ڪيا، ۽ انهن ادارن طرفان سؤ کن ڪتاب ڇپايائين. ۱۹۲۴ع ۾، خلافت تحريڪ واري زماني ۾، گلراجاڻي صاحب ''روح رهاڻ'' رسالو ڪڍيو، جنهن جو خاص مقصد 'ٿياسافي' ۽ 'تصوف' جي پيغام کي عام ڪرڻ هو. پاڻ هن رسالي جي ذريعي ويهه سال، يعني ۱۹۴۴ع تائين، سنڌي ادب جي خدمت ڪندو رهيو.

**تصنيفون:** مسٽر چيئنمل پرسرام ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، جن مان هيٺيان خاص اهميت رکن ٿا: (۱) موناوانا، (۲) بال هتيا، (۳) گل بلاس، (۴) اوم جي آڪاٽي، (۵) سڌيون ۽ چڪر، (۶) پيغمبر اسلام، (۷) فلاسافي ڇا آهي، (۸) موت آهي ڪونه، (۹) هئمليٽ، (۱۰) فاسٽ، (۱۱) سنگر جي چرنن ۾، (۱۲) اپنشو گيان، (۱۳) ڀڳوت گيتا ۽ راج گيان، (۱۴) ٻنڌل پيڙي، (۱۵) پتا گورسا، (۱۶) پر لوڪ مان پيغام، (۱۷) چمڙا پوش جون آڪاڻيون، (۱۸) ديچ، (۱۹) حسابي حساب، (۲۰) سچل سرمست، (۲۱) سدا چار، (۲۲) سوشلزم، (۲۳) سونو گڏهه، (۲۴)

سناتن ڌرم، (٢٥) شاهه جون آکاڻيون، (٢٦) طوفان، (٢٧) ڀائي ڪلاچند، (٢٨) گوتم ٻڌ، (٢٩) مارگ جوتي ۽ ڪرم، (٣٠) ميران ٻائي، (٣١) يوگ جي سمجهاڻي، (٣٢) پورب جوتي.

**عبارت ۽ ٻولي:** مسٽر گلراجاڻيءَ جي سنڌي، مختلف خوبين سان مالامال آهي. سندس ناول ۽ ڊراما قومي جذبي جي لحاظ کان خاص اهميت رکن ٿا. سندس سنڌي سليس ۽ جذبي واري آهي. پختگي، رواني ۽ سلاست جي لحاظ کان سندس لکڻي خاص درجو ٿي رکي.

روزانه سنڌي اخبار ”هندواسيءَ“ ۾ سندس لکڻيءَ بابت مسٽر موتيرام ڏاسومل سونيجي لکي ٿو:

”پروفيسر چيتمل جي لکڻيءَ ۾ عجيب جادو ۽ حيرت‌انگيز جولان هو تڌي خون کي ٿهڪائڻ، هيٺي ۾ لرزش پيدا ڪرڻ، سٽل دل کي جاڳائڻ تہ ڪو ڪانئس سگهي. ليکن ذريعي سرڪار جي خوب لاک لاٿائين، ۽ چاپلوسي ڪندڙن جون ڪاون. آزاديءَ سان قلم وهائيندي، انيک ڀيرا جيل ڀوڳيائين، ۽ بيحد سور سختيون سٺائين، پر هيءُ ٻہ، شينهن مثل، نڪو ڊڪيو نڪو مڙيو“.

مسٽر لالچند لکي ٿو:

”’هندواسي‘ هٿون هٿ کپي ويندي هئي. ماڻهو ان کي چاهه سان پڙهندا هئا. هو (چيتمل) کهڙي بہ وڏ وڏيري جي لاک لاهيندي سانگو نہ ڪندو هو. هن جا ’سونهي وارا چٽڪا‘ ۽ ’چمڙا پوش‘ جون آکاڻيون جڏهن بہ پڙهہ تہ هنيانءَ ۾ گهڙيو وڃن“.

## ڪتابن تي تبصرو:

**١- موناوانا.** موضوع:- مسٽر گلراجاڻيءَ ڪارمارس منٽر لنڪ جي مشهور ڊرامي ”موناوانا“ کي، پنهنجي نموني ۾ پيش ڪيو آهي. دراصل اصلوڪو ڊرامو وڏو آهي، جنهن کي قابل مترجم هڪ ڪهاڻيءَ ۾ پيش ڪيو آهي. هيءَ ڪهاڻي، وطن جي جذبي ۽ دماغ ۾ روشني پيدا ڪندڙ خيالن سان سينگاريل آهي.

ڪهاڻيءَ جو سچو تت آهي وطن جي حب. مسٽر چينمل بيان ڪيو آهي ته وطن جي سڄي پنهنجي عصمت، عزت ۽ غيرت قربان ڪرڻ لاءِ سڌ ٿئي، ته پنيان نه هٽجي. ڪهاڻيءَ ۾ اٽليءَ جي پسا ۾ رهڻي جي هڪ من موهڻي، شيرين گفتار، سندر ناري، 'وانا' جو بيان ٿيل آهي. پسا جي، ٻئي پرڳڻي 'فلورينس' سان لڙائي لڳي. فلورينس جي لشڪر جو مهندار 'پرنزي' هو ۽ پسا جي لشڪر جو مهندار 'وانا' جو مرد، 'گيودو'، هو. 'پسا' وارن جو اناج کٽي ويو ۽ عوام بيحال ٿي پيو. آخرڪار صلح لاءِ سفيد جهنڊو چاڙهيو ويو، ۽ فلورينس جي سردار کان اناج ۽ بارود جي گهر ڪئي ويئي. هو انهيءَ شرط تي رضامند ٿيو ته رات جي چند گهڙين لاءِ 'سونا' سندس حوالي ڪئي وڃي. 'سونا' جو مرد جوش ۾ اچي ويو، پر 'سونا' وطن خاطر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿي. پرنزي 'سونا' جي قربانيءَ کان متاثر ٿي، لڙائيءَ تان هٿ ڪڍي ويو، ۽ پسا وارن کي مدد ڏنائين.

هن ڪهاڻيءَ ۾ مسٽر چينمل حب الوطني جي جذبي کي چڱيءَ طرح نباهيو آهي. جيتوڻيڪ پاڻ هڪ وڏي ڊرامي کي ڪهاڻيءَ ۾ نچوڙيو اٿس، تاهم سچي ڪهاڻيءَ جو مفهوم پيش ڪري سگهيو آهي.

**عبارت ۽ ٻولي:-** مسٽر چينمل هڪ قابل اديب ۽ صحافي هو. لکڻيءَ جي خوبين کان چڱيءَ طرح جاڻو هو. پاڻ هڪ محب وطن به هو. تنهن ڪري هن ڪهاڻيءَ کي اهڙن نظرين سان پوري چڙهيو اٿس. نه فقط آمنگ ۽ وطني جذبي لاءِ جوش ڏياريندڙ نثر ڪم آندو اٿس، پر سيرت نگاري ۽ فطرت نگاريءَ ۾ به ڪمال ڪيو اٿس. 'وانا'، 'گيودو'، 'پرنزي' ۽ 'مارڪو' جي ڪردار نگاريءَ مان ان جو اندازو بخوبي لڳائي سگهجي ٿو. هيٺ ڏنل مثالن مان مسٽر چينمل جي طرز تحرير جي خبر پئجي سگهي ٿي.

(الف) ''اي گيودو، هت سيڪڙو ماڻهن جون حياتيون جوکي ۾ آهن. پنهن جي جان بچائڻ ڪاڻ گڻ، آدرش، مان" وغيره ڪجهه به ڪين آهي. نه سمجهه ته سر ڏيڻ ئي دليريءَ جي جبل جي اوچي ۾ اوچي چوٽي آهي. سڀ ۾ وڏو ۽ دليريءَ جو درجو اهو آهي،

جنهن ۾ اسان کي گهڻي ۾ گهڻو قربان ڪرڻو پوي. موت ته
ڪيترا ئي دفعا جيئڻ کان سولو آهي.“

(ب) ”وانا! وانا! تون جلد ٿي. منهنجي پيءُ کي پنهنجو جواب ڏيئي
ڦٽو ڪر. اول وطن، ڪين اول عصمت! وانا، جنهن جي اندر ۾
وطن ۽ عصمت جي وچ ۾ جنگ هلي رهي هئي، وانا، جنهن ڏٺو
ته لکن ماڻهن جي جان منهنجي فيصلي تي منحصر آهي، تنهن
وانا، مڙس جي جذبي ڏي ڪونه نهاريو، پر هڪدم وڃي پنهنجي
سهري مارڪو وٽ آئي، ۽ چوڻ لڳي: آءٌ اڄ رات فلورنس جي
سپه سالار وٽ اڪيلي ۽ هڪ جُبي ۾ ويندس!“

۳. **هئملٽ**:- مسٽر چيتمل پرسرام، شيڪسپيئر جي مشهور ڊرامي
”هئملٽ“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، سنڌي ادب جي ڊراما واريءَ
صنف ۾ هڪ چڱيءَ شيءِ جو اضافو ڪيو آهي. مغرب جي هن مشهور
شاعر ۽ ڊراما نگار جي ڊرامن کي ٻين صاحبن به سنڌي ۾ آندو آهي،
مگر مسٽر چيتمل جو ترجمو ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌندڙ ۽ پسنديده آهي.
وليم شيڪسپيئر جي باري ۾ مسٽر چيتمل لکي ٿو ته:

”شيڪسپيئر هڪ آتم رشي آهي. هن ”هئملٽ“ ۾ اهي
آسر آتما ۽ دنيا جي اندرين مخلوقات جون ڳالهيون کوليون آهن،
جي رشين جي اپنشدن، گيتا ۽ ٻين شاسترن ۾ ٿا ڏسون. اهي
اندريون ڳجهارتون، آڪاشي ۽ ناٽڪن جي اندر داخل ڪيون
اٿس. ٻاهرينءَ جاچ جو ته هو صاحب آهي. انسان جي سڀاوَ
جي اندران ته هو پيهي نڪتو آهي. نه رڳو انسان پر ٻيءَ
قدرت جو به هن اندريون ۽ ٻاهريون، پورو پورو اڀياس ڪيو
آهي. هر انسان جي اندر ۾ هو لنگهيو وڃي ۽ سير ڪري، ۽
آئي پاڻ کي هن سان سمايو ڇڏي. آهو وقت هن جهڙو ٿيو
هوي، ۽ پوءِ ناٽڪن ۾ هن جون هوبهو تصويرون ٿو چٽي،
مورتون ٿو چٽي، جي پڙهيو حيرت ۾ اچيو وڃجي“.

مسٽر چيتمل ”هئملٽ“ ۾ بيان ڪيل آڪاشيءَ جي وضاحت هن طرح
ٿو ڪري:

''هئملٽ''، ھٽس، ماٽس، چاچس ۽ سندس دوست وغيره، اهي سڀ اندر آهن. جيئن اصل مصنف ''روميو جوليٽ'' ۾ ٿو چوي ته انسان وغيره جي اندر ۾ اهڙا ٻه ضدي راجا وڏا لشڪر لڳائي - هڪڙو راجا سَڀ مت، ۽ ٻيو راجا درمت، ۽ انهن جا لشڪر- تيئن، هڪڙو ''هئملٽ جو پيءُ، ٻيو سندس چاچو، ٻه ضدي راجا آهن. سندس مرحوم پيءُ سَڀ مت راجا آهي، جو چاچس درمت جي چاپ ڪري ٽڙجي ويو آهي، ۽ هن جي باهر ڏسڻ ۾ سيلوان رائيءَ، ريهي ربي، ٻوءِ پنهنجو ڪيو آهي. اها رائي آهي انسان جي ترشنا روپي دل، جنهن ڪي سَڀ مت چڪي ته چڱي ٿيو پوي، پر درمت چڪيس ته بري ٿيو پوي، پنهي جو بيان هئملٽ انهيءَ تڪر ۾ ٿو ڏئي، جتي چويس ٿو: ڏس، هن تي ۽ هن تي! ڪيڏانهن فرشتو، ڪيڏانهن ڀوت''!

''هئملٽ انهيءَ سَڀ مت پيءُ، ۽ اڃا سنسار ۾ پٽڪندڙ دل، 'ماءُ'، جي سيلاپ مان پيدا ٿيو آهي. اهو 'هئملٽ' آهي انسان جو تجربو، جنهن تي اها 'شناس' ٿو چئجي، جا سَڀ مت ۽ درمت جي پرچاڻ ڪري سگهي ٿي. هئملٽ اهو روح آهي، جنهن تي 'شناس' پڪي نه آهي، 'جو' انهيءَ جو ۾ قائو آهي ته ڇا ڪريان. هئملٽ منجهندڙ انسان آهي، جنهن ۾ دماغ ۽ ضمير جي شناس پيدا ٿي آهي، پر اها پڪي نه ٿي آهي''.

اهڙيءَ طرح، مسٽر چينمل هن ساري ڊرامي جو مضمون پاڻ ويهي بيان ڪيو آهي''.

**عبارت ۽ ٻولي:-** چينمل صاحب هن ڊرامي ۾ اصطلاحي زبان ۽ عبارت ڪم آندي آهي، جنهن ڪري شيڪسپيئر جهڙي مصنف جي ترجمي ۾ گهڻي قدر ڪامياب ثابت ٿيو آهي. ايترقدر جو پڙهڻ وقت ڪوبه ماڻهو ائين نه چئي سگهندو ته ڪو هي ڊرامو ترجمو ٿيل آهي. گلراجاڻي صاحب نظماڻي نثر ڪم آڻڻ جي به ڪوشش ڪئي آهي، جنهن ۾ هو ڪجهه قدر ڪامياب به ٿيو آهي. مثال لاءِ ڪي ٽڪرا ڏجن ٿا: (الف) ''ملائڪ ۽ رحمت جا فرشتا، بچايو اسان کي! هجين روح صحت

جو، يا يوت پتڪيل؛ آئين جي هيرون بهشت جون، يا طوفان دوزخ؛ ارادو ڪهڙو به هجيئي، پاپي يا ڏرسي؛ صورت اٿئي اهڙي، جو ڳالهائيندس ضرور، سڏيندو سان، هٿملت، بادشاهه، بابو، شهنشاهه ڏيڻ. اڙي او، جواب ڏي، نه ته اجاڻ ۾ ڏري ڏو مران. ٻڌاءِ ته ڇو تنهنجا قبر ۾ پوريل، پاڪ ٿيل هڏا، ڪفن ڦاڙي نڪري ٿيا آهن ظاهر؟ ڇو تنهنجي قبر، جتي توکي ماٺ ۾ ڏٺوسين پوريل، تنهن پنهنجو وات ڳرو، سنگمرمر جو کولي، اڇلائي ڪيو آهي توکي ٻاهر؛ هن جو مطلب ڇا! تون مئل جنازو، سروپاءِ ذري ۾، چنڊ جي چمڪن ۾ هيئن، اچي رات کي ڀيانڪ ڪيو ڇڏين. اسين قدرت جا پتلا، ڏکيو وجون، ۽ خيال، پنهنجي روح جي پهچ اندر جهليو نه سگهون. ڇو، ائين ڇو ٿيو آهي؟ ڇاڪاڻ؟ ڇا ڪريون؟؟"

(ب) "روح آهيان آءٌ روح، تنهنجي پيءُ جو. ڪجهه وقت تائين اها سزا آهي مون کي مليل، رات جو رلڻ جي، ۽ ڏينهن جو باهه جي بند ۾ سڙڻ جي، جيسين منهنجي جيوت جي ڏينهن جا ڪيل پليت گناهه وڃن سڙي ۽ صفا ٿي. پنهنجي قيدخاني جا ڳجهه، مون کي منع آهي ٻڌائڻ جي، نه ته توکي سڻايان ڳالهه اهڙي، جنهن جو اکر ڪو ذرو جي سڻين، ته جان ذري وڃئي؛ جوان رت جمي وڃئي تارن جيان، ڪرّ اکيون پنهنجن گولن مٿان نڪري اچن، تنهن ها ڳتيل وار ڪر جدا ٿي پون؛ ۽ هرهڪ وار ائين ڪڙو ٿي بيهي، جيئن ڇرڪندڙ ساهيءَ جا ڪنڊا؛ پر هن دوزخ جو احوال نه ٻڌائڻو آهي، رت ۽ ماس جي ڪنن کي".



## مولانا دين محمد 'وفائي'

## ١٨٩٣-١٩٥٠ع

مولانا صاحب ٢٠-رمضان المبارڪ، سنه ١٣١١هه (١٨٩٣ع) ۾، پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڪٽي عرف نبي آباد، تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ ڄائو هو. سندس والد جو نالو خليفو حڪيم گل محمد هو، ۽ ذات جو پٺي هو.

اچا عربيءَ جي تعليم ختم ئي مس ڪيائين ته مولانا ابوالفيض ڪيس ڪراچيءَ ۾، سنڌ مدرسي ۾ تعليم ڏيڻ لاءِ مشورو ڏنو. مولوي صاحب اها آڇ قبول ڪئي، ۽ ڇهه سال سانده سنڌ مدرسي ۾ تعليم ڏنائين. پوءِ ڀيرين راٺيهور وڃي رهيو، ۽ بعد ۾ ٺلاه شريف ڏانهن روانو ٿيو، جتي ڪيس پير سيد حاجي امام الدين شاه راشديءَ جي فرزندن کي تعليم ڏيڻ جا فرائض سپرد ڪيا ويا(١).

## علم ادب ۽ صحافت ۾ حصو:

وفائي صاحب ان دور جي پيداوار آهي، جڏهن ڀيرين مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ، برصغير ۾ 'خلافت تحريڪ' شروع ٿي هئي. جيئن ته هن تحريڪ جو تعلق خاص طرح مسلمانن جي سياسي آزاديءَ سان هو، تنهن ڪري سنڌ جي مسلمانن به هن تحريڪ ۾ نمايان حصو ورتو. هن تحريڪ جي اثر هيٺ، سنڌ ۾ ڪيترائي رسالا ۽ اخبارون نڪتيون. وفائي صاحب مرحوم هن تحريڪ کان گهڻو متاثر ٿيو، ۽ سنڌي صحافت جي ميدان ۾ ڪهڙي پيو. مولانا صاحب، صحافت جي ميدان ۾، پنهنجي دور ۾، سڀني کان گوءِ کڻي ويو. هن ڏس ۾ لازوال خدمت ڪيائين، ۽ صحافت کي نئين راهه ۽ نئون ڊول ڏنائين، جنهن سنڌي صحافت تي دور رس اثر ڇڏيو.

وفائي صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ ڪامياب ۽ بيباڪ ايڊيٽر ٿي رهيو. ''صحيفه قادريه'' ۽ ''الڪاشف'' رسالن ۽ ''الحق'' اخبار ۾، نهايت بيباڪيءَ سان ڪم ڪيائين. ١٩٢٠ع ۾ روزانه ''الوحيد'' اخبار جاري ٿي، ۽ وفائي صاحب کي نائب ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. ١٩٢٣ع ۾، مولانا صاحب پنهنجي ادارت هيٺ ''توحيد'' رسالو جاري ڪيو، جنهن ۾ هو علمي، ادبي ۽ ديني مباحثا ۽ تاريخي مضمون لکندو ۽ ڇاپيندو هو. ١٩٣٥ع ۾ سنڌ بمبئيءَ کان ڌار ٿي، ۽ الڳ صوبي جي حيثيت ورتائين. انهيءَ موقعي جي يادگار لاءِ، ''الوحيد'' اخبار پنهنجو خاص نمبر ڪڍيو. هن نمبر ۾ سنڌ جي تاريخ، تهذيب، تمدن ۽ علم ادب تي بهترين ۽

(١) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: مقالو ''مرحوم مولانا دين محمد وفائي''، سماهي ''مهراڻ''، جلد ٣-٤، ١٩٥٧ع، سوانح نمبر، ص ١٨٠

ناياب مضمون ۽ مقالا شامل ڪيا ويا. هن نمبر کي ”الوحيد، سنڌ - آزاد نمبر“ سڏيو ويندو آهي. وفائي صاحب هن خاص نمبر لاءِ وڏو ڪم ڪيو هو. هن جهڙو خاص نمبر، سنڌي صحافت ۾ ٻيو هرگز ملي ڪونه سگهندو.

١٩٢٧ع ۾، مولانا صاحب، پير سيد حزب‌الله شاه عرف جيئل شاه شهيد جي سرپرستيءَ هيٺ سکر مان هفتيوار اخبار ”الحزب“ جاري ڪئي. پر هيءَ اخبار گهڻو وقت هلي ڪانه سگهي، تنهن ڪري ”الوحيد“ اخبار ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ واپس ويو. ١٩٤٢ع ۾ سنڌي ادب جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ”سنڌي مرڪزي بورڊ“ قائم ٿيو، جنهن سنڌي لغت ٺاهڻ لاءِ هڪ رٿ پيش ڪئي. انهيءَ رٿ جي تڪميل لاءِ ڇهن ڄڻن جي جيڪا ڪميٽي مقرر ڪئي ويئي هئي، تنهن ۾ مولانا صاحب به هو.

**تصنيفون:** گهڻي مشغوليءَ هوندي به، وفائي صاحب ڪيترائي مذهبي، علمي ۽ ادبي ڪتاب ترجمو ۽ تصنيف ڪيا، جن ۾ هيٺيان خاص طور مشهور آهن:

(الف) **اصلوڪا:** تاريخ محمد مصطفيٰ، حيدرِ ڪرار، خاتونِ جنت، صديق اڪبر، فاروق اعظم، سيرت عثمان، غوث اعظم، نو مسلم هندو راڻيون، راحت الروح، تذڪره مخدوم نوح سرور، مقصد زندگي، لاجواب تحرير، قرآني صداقت، هندو ڌرم ۽ قرباني، تذڪره مشاهير سنڌ [نامڪمل]، لطف اللطيف ۽ شاه جي رسالي جو مطالعو.

(ب) **ترجمو ٿيل:** توحيد اسلام [”تقوية الايمان“ جو ترجمو]، الهام الباري [”تجريد البخاريءَ“ جو پنجن جلدن ۾ ترجمو]، فتوح الغيب

هنن ڪتابن کان سواءِ، وفائي صاحب جا بيشمار مقالا ۽ مضمون به لکيل آهن، جيڪي ماهوار ”توحيد“ ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپبا هئا. وفائي صاحب هڪ وڏو اهل قلم ۽ عالم هو. سندس مضمون ۽ مقالا، هر موضوع تي لکيل آهن. جن مان اسلاميات، سياسيات، اخلاقيات ۽ سماجي بهبودي وارن موضوعن تي سندس لکيل مضمون ۽ مقالا، وعظ ۽ نصيحت جهڙي اهميت رکن ٿا. مسلمانن جي معاشي، سماجي ۽ تعليمي ترقيءَ لاءِ سندس هڏ ٿي ڪرڪيو. هن مسلمانن ۾ جاڳرتا آڻڻ لاءِ انهيءَ قسم جا ڪيترائي

مقالا لکيا. پنهنجن مضمونن ۽ مقالن ۾ مولانا صاحب جيڪا ٻولي ڪتب ڪتب آندي آهي، سا پختي، مائيدار ۽ لغت جو ڀنڊار آهي. هن جو هر مضمون، موزون ۽ وڻندڙ عبارت وارو ۽ سليس نثر ۾ آهي. سياسي، سماجي، ديني ۽ علمي مضمونن ۽ مقالن ۾ سندس بيان جي طرز ۽ ادائگيءَ جو حسن، پُراثر ۽ پر ڪشش آهي.

## ڪن اهم ڪتابن جي باري ۾:-

١. **لطف اللطيف:** مولوي صاحب جو هيءُ ڪتاب، جيئن نالي مان ظاهر آهي، شاهه لطيف ڪلام ۽ سوانح بابت آهي. هن ڪتاب ۾ شاهه جي ڪلام جو مطالعو گهٽ، پر شاهه لطيف جي زندگيءَ سان واسطو رکندڙ خارجي ڳالهيون گهڻيون بيان ڪيون ويئيون آهن. شاهه صاحب بابت، هن ڪتاب ۾ هيٺين عنوانن تي بحث ڪيو ويو آهي: حسب نسب، تعليم ۽ تربيت، سلسلهٔ طريقت ۽ بيعت، مريديءَ جو سلسلو، سير و سفر، وقت جي وڏن ماڻهن سان ملاقاتون، شادي ۽ ڀٽ جي آبادي، وقت جي ڪن ماڻهن جون مخالفتون، شاهه صاحب جا حڪيمانه قول، متفرق آکاڻيون، شاهه جي رهڻي ڪهڻي ۽ عادتون، ۽ شاهه جو ڪلام.

هن سڄي ڪتاب جي مطالعي ڪان پوءِ، ائين چئبو ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو ڪتاب، ”مقدمه لطيفي“، هن ڪتاب کان وڌيڪ معلومات افزا آهي. هن ڪتاب مان ظاهر آهي ته وفائي صاحب، لطيف جي ڪلام جي مطالعي ۾، گربخشاڻيءَ جي معيار کي پهچي نه سگهيو. جيتوڻيڪ آخري باب، شاهه جي ڪلام تي، تيرهن صفحن ۾ تنقيدي جائزو پيش ڪيو اٿس، پر گربخشاڻيءَ جو مقام اڃا مٿيرو آهي. مولوي صاحب جي خيال موجب، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارو ”شاهه جو رسالو“ به اڃا غيرمڪمل آهي. هو لکي ٿو:

> ”هن مان پڌرو آهي ته شاهه جي نج ڪلام جو صحيح مجموعو اڃا به گهربل آهي، جنهن ۾ ڌاريو ڪلام بلڪل نه هجڻ گهرجي، ۽ اهڙيءَ طرح صحيح نموني ۾ شرح جي ضرورت آهي. الله تعاليٰ گهريو ته انهيءَ ڪم کي ڪي مرد مولا جا

پورت تي پهچائيندا (۱).

هن ڪتاب ۾ مولوي صاحب ڪي اهڙيون ڳالهيون ۾ لکيون آهن، جن تي پوءِ ڪيترن ئي صاحبن تنقيدون ڪيون. مثال طور، هالن جي مخدوم بزرگن ڪي شاهه لطيف جا مخالف ڄاڻايو اٿس (۱). جنهن تي پروفيسر محبوب علي چنا تنقيد ڪئي(۲). اهڙيءَ طرح، سڙ ڪيڏاري تي مولانا صاحب جي ڪيل تحقيق به مدلل نه آهي(۳).

**طرز تحرير ۽ عبارت:**- مولوي صاحب جي سنڌي پختي، سليس ۽ عام فهم آهي. موقعي آهر موزون لفظ ۽ اصطلاح ڪم آهي، طرز تحرير جو عمدو مثال پيش ڪيو اٿس. هيٺ سندس عبارت جا ڪي نمونا ڏجن ٿا:

(الف) ”سلوڪ جي رستن، مجاهدي جي طرحن، ترڪ ۽ توڪل جي واٽن، زهد تقوىٰ جي صفتن، حقيقتن جي معرفتن، وحدت وجودي جي وصفن، مقام شهود جي شرطن، تصوف جي اسرارن — ان مان جيڪي ڳولجي سو سندن ڪلام فيض نظام ۾ موجود آهي؛ مگر پروڙڻ جو مادو ۽ سمجهه جو مادو ضرور گهرجي. بيتن جون معنائون فقط ظاهري آڪاٿين تي حمل ڪرڻ، شاهه صاحب جو مقصود اصل هرگز نه آهي. سندن ڪلام ڪامل مرشد جو قائم مقام آهي؛ فقط ان ۾ ذڪر ڪيل امرن ۽ انهن جي تعميل ڪجي ته ڪنهن عالي درجي ۽ اعلىٰ مقام کي پهچجي. سوز و گداز ۾، نابودي ۽ نياز ۾، ظاهر ۾ پيو ذڪر باطن ۾، پنهنجي محبوب جي محبت جو بيان ڪرڻ ۾ سنڌيءَ ۾ ڪلام بي نظير ۽ لاثاني آهي.

(۱) مولانا دين محمد 'وفائي': ”لطف الطيف“، وفائي پبلشنگ هائوس، ڪراچي، ۱۹۵۱ع، ص۲۰۵ ۽ ۲۰۶ (۱) ص۱۲۱-۱۲۳
(۲) محبوب علي چنا، مقالو: ”لطف اللطيف تي هڪ نظر“، نئين زندگي، نومبر ۱۹۵۲ع، ص۱۰۵
(۳) عبدالجبار جوڻيجو: ”ڪنزاللطيف“، حيدرآباد، ۱۹۶۱ع، ص ص۴۲، ۴۴ ۽ ۴۵

(ب) ”شاهه جو شعر ايڏو همه گير آهي، جنهن جو وطن دوستي واري رنگ ۾ ڪوبه مثال پيش ڪرڻ ڏاڍو ڪٺن آهي. شاهه صاحب جو ڪلام گوناگون رنگينين سان ڀريل آهي. هو هڪ فطرتي شاعر هو، ۽ فطرتي نظارن جو پنهنجي ڪلام ۾ شرح ڪرڻ گهريو اٿس. هن جي سنڌ ۽ سنڌي زبان سان ايڏي سڪ آهي جو انهيءَ ڪان پنهنجو پير ٻاهر ئي نٿو پائي. هو سنڌ جي ذري ذري تي نظر ڪري ٿو، ان ڪي نظم جي لڙهيءَ ۾ پيش ڪري ٿو. صوفيانه توحيد، همه اوست يا ”تون هين تون“ جو مسئلو نهايت باريڪ انداز ۾ بيان ڪري ٿو؛ پر ان ۾ ڪٿي به سرمستي ۽ رندانه راز جون ڳالهيون ئي ڪونه آهن، جنهن سان ماڻهو پنهنجي من مستيءَ ۾ اچي گمراهي جي ڳڙهي ۾ وڃي ڪري.“

٣. شاهه جي رسالي جو مطالعو: وفائي صاحب جو هيءُ ڪتاب، سندس وفات کان يارهن سال پوءِ، يعني ١٩٦٢ع ۾ ڇپيو. ”لطف اللطيف“ مان ظاهر آهي ته مولوي صاحب کي شاه جي ڪلام جي مطالعي جو خاص شوق هو. هن ڪتاب جي باري ۾، پير حسام الدين راشدي، پيش لفظ ۾ لکي ٿو:

”شاهه جي هم وطنن مان مرحوم مولوي دين محمد وفائي پهريون بزرگ آهي، جنهن خالص تاريخي ۽ تمدني نقطهءِ نگاه سان رسالي جو مطالعو ڪري، هڪ مستقل ڪتاب جو بنياد وڌو، جنهن جو نالو مرحوم پاڻ ئي، ’شاه جو مطالعو‘ رکي ويو. اهو خيال به، خدا بخشيس، مرحوم کي غالباً انهيءَ ڪري آيو جو سندس ذهن ۽ فڪر، پڻ تاريخي سانچي ۾ ڍلهي تيار ٿيا هئا“.

هيءَ ڪتاب ستن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. انهن مان ڪي بلڪل اهي آهن، جيڪي ڀيرومل پنهنجي ڪتاب ”لطيفي سير“ ۾ بحث هيٺ آندا آهن؛ جهڙوڪ: شاه صاحب جي وقت ۾ سنڌ جي انقلابي حالت، شاه صاحب جي وقت ۾ سنڌ وارن جي رهڻي ۽ گذراني حالت، سنڌ ۾ اميري ۽ غريبي، سنڌ جا پکي، سنڌ جا ڪي پيا جانور، شاه جو ڪلام ڪيئن گڏ ڪيو ويو، ۽ رسالن ۾ ڌاريو ڪلام.

ڇهريون باب، شاه جي زماني جو سياسي پس منظر پيش ڪري ٿو.
”غيرن جي غلاميءَ ۾ ڌارين جي ٻي در ٻي ڏکوئيندڙ ڏاڍاين، شاه جي ذهن کي اذيت پهچائي، ۽ هن انهيءَ هاجي کان متاثر ٿي پنهنجي ڪلام ۾ مختلف پيراين ۽ پهلوئن سان ’ڌيرن جي ڏاڍ‘ خلاف جهاد جوٽيو، ۽ مسلسل غلاميءَ ۾ رهڻ سبب، وطن سان محبت ۽ پنهنجي گرد و پيش سان وفادار رهڻ جو احساس، جيڪو صدين کان سٽل هو، ان کي جنجهوڙي جاڳايو، ۽ ڪوشش ڪيائين، جيئن سنڌين کي پنهنجي سماجي روايتن، ريتن ۽ رسمن سان پريت پيدا ٿئي، ۽ غلاميءَ سبب سنڌي سماج ۽ رهڻي ڪهڻي تي جيڪي ڌاريا ۽ مصنوعي اثر پيا هئا، انهن جا داغ ڌوئي، اسان جي ٻوليءَ ۽ پيراهڻ کي پاڪ ۽ صاف ڪري“.
مولانا صاحب خود لکي ٿو ته:

”شاه صاحب سنڌ جي قوميت ۽ سنڌي تهذيب ۽ سنڌي تمدن، ۽ سنڌي رهڻي ڪهڻي، سنڌي تصوف، سنڌي ٻوليءَ جي بچاء لاءِ اهو اسلهه ڪم ڪيو آهي، جو سموري هندستان ۾ ڪنهن به شاعر انهيءَ انقلابي زماني اندر ڏيهي ٻوليءَ ۾ ڪونه ڪيو آهي. هي نه هڪ صوفي بزرگ شاعر آهي، جو پنهنجيءَ زبان ۾ سنڌ کي ڌاريءَ تهذيب ۽ ڌارين جي غلبي کان بچائڻ لاءِ؛ پنهنجي شاعريءَ جي وسيلي هڪ اسر يا لافاني امانت اسان وٽ ڇڏي ٿو. شاه صاحب جي سامهون فقط سنڌ آهي، سنڌ جون وٽون آهن، سنڌ جا نظارا آهن، سنڌي زبان وارا ٻرگها آهن؛ انهن کي سامهون رکي ٿو، ۽ انهيءَ ئي دائري اندر هو پنهنجي مٺي سُرَ ۾ مٺيون ڳالهيون ڪري ٿو.“

اهڙيءَ طرح، هن باب مان معلوم ٿو ٿئي ته وفائي صاحب جو شاه جي رسالي جي مطالعي جو نقطه نظر، ڪجهه نرالو هو. وفائي صاحب هڪ انقلابي شخص هو، انهيءَ ڪري شايد پاڻ رسالي جو مطالعو به انهيءَ نظر ئي سان ڪيائين، ۽ اهڙا نڪتا چونڊي پڙهندڙن کي ڏنائين.
ٻئي باب ۾، ماهيي، اوٺي، ريڍي ۽ ڀاڪري مال کان سواء، ڪيٽيءَ بابت احوال، شاه جي ڪلام جي روشنيءَ ۾، چٽيءَ طرح بيان

ڪيو اٿس. ڪيتيءَ وارو بيان لڳ ڀڳ ڀيرومل وارو ساڳيو آهي. هن حصي ۾ مارنگ جو سعيو ڪري اچڻ، هارين جو هر ڪاهڻ، تاڙي جو تنوارڻ وغيره وارو بيان بلڪل اهوئي آهي، جيڪو ڀيرومل جي ڪتاب ۾ به ملي ٿو. اهڙيءَ طرح، ٽئين فصل ۾ زالن جي زيورن ۽ پوشاڪن جو ذڪر خاص اهميت وارو آهي. ”سنڌ جا واپاري“ جي عنوان هيٺ جيڪي ڪجهه لکيو ويو آهي، سو ”لطيفي سير“ ۾ به ملي ٿو. سنڌ جي لاڙ واري حصي جي وڻجارن، صرافن، لاهري ۽ ٻين بندرن جي وڻجارن جو ذڪر ڀيرومل به ڪيو آهي. بهرحال، ڀيرومل جو ”لطيفي سير“ ۽ مولوي صاحب جو هي ڪتاب، ٻئي گڏي پڙهڻ سان، شاه جي زماني، ملڪي حالت، ماڻهن جي رهائش وغيره بابت گهڻي معلومات ملي ٿي.

هن ڪتاب ۾ شاه جي رسالي جي مختلف ڇاپن جو تنقيدي جائزو، هڪ قيمتي اضافو آهي. هي بيان شاه جي طالبن لاءِ عموماً ۽ سنڌي ادب جي شاگردن لاءِ خصوصاً، معلوماتي مواد پيش ڪري ٿو.

**عبارت ۽ ٻولي:** هن ڪتاب ۾ مولوي صاحب جي عبارت عالمالي آهي. هڪ نقاد ۽ پارکوءَ جي حيثيت ۾، پاڻ جنهن نموني پنهنجا دليل ڏنا اٿس. تن جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو ته هو هڪ ڪامياب نقاد ۽ سنجيدو پارکو هو. هيٺ سندس طرز تحرير جو هڪ مثال ڏجي ٿو:

> ”ديوان ليلا رام سنگ، رٽائرڊ جج، هڪ پڙهو مڙس، جنهن آخوند احمد پٽ واري هڪ عالم کان شاه جو رسالو پڙهيو هو، سو به مسٽر جيٺمل جي طرفداري ڪندو رهيو ته آخر اهو ناحق چو ٿيو آهي، ۽ بيتن جو هڪ وڏو سٿو خارج ڪيو ويو آهي. مرزا قليچ بيگ مرحوم، ٢٥- ڊسمبر ١٩٢٣ع ۾، رسالي جي پهرئين حصي مطالعي ڪرڻ کان پوءِ هڪ تنقيد لکي ڊاڪٽر گربخشاڻي کي موڪلي ڏني، جنهن ۾ رسالي جي شرح ۽ اکرن جي کوجنا ۽ ڊاڪٽر صاحب جي لکڻيءَ جي ڏاڍي واکاڻ ڪئي وئي آهي، مگر ان ۾ رسالي جي پچ ڪهڙ ۽ بيتن جي

نيڪاليءَ تي ڪجهه به لڪيل نه آهي. مسٽر چيٿمل جڏهن مرزا صاحب جو هزار بيتن جي ڪوس واري هاجيءَ ڏانهن توجهه ڇڪايو، تڏهن مرزا خود حيرت ۾ پنهنجي چوڻ لڳو ته برابر اهو ته ڪوس ٿيل آهي.

مٿي چيو ويو آهي ته مولانا صاحب انقلابي شخص هو. مسلمانن کي پنهنجي شاندار ماضيءَ کي ياد ڪري، وري بيدار ٿيڻ ۽ ساڳئي مرتبي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترائي مقالا لکيائين. ”توحيد“ رسالي ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو:

”’توحيد‘ جي جاري ڪرڻ جو مقصد آهي ته عام طرح سنڌ جي مسلمانن جي اصلاح ڪجي، ۽ کين مذهبي ۽ تاريخي روايات کان واقف ڪيو وڃي. ازانسواءِ سنڌ جي مسلمانن ۾ تبليغ ۽ اشاعت اسلام جو جذبو پيدا ڪيو وڃي(١).



## غلام محمد شهواڻي
## ١٩١٢-١٩٥٠ع

سنڌ جي هڪ مشهور تعليمي ماهر ۽ قابل‌قدر نثر نويس، ١٤- ڊسمبر ١٩٥٠ع ۾ وفات ڪئي. شهواڻي صاحب نورمحمد هاءِ اسڪول ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد جي ڪامياب هيڊماسترن مان هڪ هو. پنهنجي وقت ۾ انهن اسڪولن جو بهترين انتظام رکيائين، ۽ انهيءَ زماني ۾ اهي ٻئي اسڪول ڪافي مشهور هئا.

شهواڻي صاحب جون علمي ۽ ادبي خدمتون ساراهه جوڳيون آهن. تعليمي سرگرمين سان گڏ، هو تصنيف ۽ تاليف جي ڪم ڪي به لڳو رهيو. مرحوم ٿوري وقت اندر نهايت عمدا ڪتاب شايع ڪرائي، سنڌي ادب جي نثر واري حصي ۾ چڱو اضافو ڪيو. ڪوشش ڪري نثر جي هر حصي ۾ ڪتاب لکيائين. انگريزي، اردو ۽ فارسي ڪتابن تان ترجما

(١) ڏسو رسالو ”توحيد“، اپريل ١٩٢٥ع، ڪور پيج جو پويون حصو

۾ ڪيائين، ۽ انهن ٻولين جي بيبها ڪتابن کي سنڌي ويس ڍڪائي، پنهنجي زبان ۽ ادب جي خدمت ڪيائين. پاڻ شاه لطيف جو شيدائي هو. سندس هميشه جو يادگار ”شاه جو رسالو“ آهي، جنهن تي ڪافي وقت، محنت ۽ بي‌انداز ناڻو صرف ڪيائين. رسالي جي تاليف ۾ پنهنجي تندرستي ختم ڪري ڇڏيائين، پر هميشه پيو چوندو هو ته ”منهنجي رڳي اها تمنا آهي ته مرڻ کان اول شاه جي رسالي جو هڪ جلد مون کي ڇپي ڏيکاريو وڃي“. سندس اها آرزو نيٺ پوري ٿي. رسالو کيس ڇپجي مليو، پر سندس طبيعت جيئن پوءِ تيئن ڪرندي وئي، ۽ پاڻ چوندو هو ته ”آءٌ رسالي جو شهيد ٿيندس“ نيٺ ٿيو به ائين.

**تصنيفون:-** شهوائي صاحب جي لکيل ڪتابن مان ڪي هي آهن: (١) شاه جو رسالو، (٢) علمي خزانو (مثنوي مولانا روم جو ترجمو) [ٻه جلد]، (٣) گلشن بهار (”گلستان سعديءَ جو ترجمو)، (٤) فتوح‌الغيب (حضرت غوث‌اعظم جي ڪتاب جو ترجمو)، (٥) ادبي اصول [ٻه ڀاڱا]، (٦) چونڊ نظم ۽ نثر، (٧) راز ۽ رمزون، (٨) رسول پاڪ، (٩) خلفاءِ راشدين، (١٠) ترڪن جي بهادري، (١١) اسلامي افسانا، (١٢) سرّ مستي آبري [معنيٰ ۽ سمجهاڻي]، (١٣) انتخاب نثر، (١٤) گلدستهٔ اقوال، (١٥) نظري ۽ علمي تعليم، (١٦) ادبي خزانو.

## ڪتابن تي تبصرو:

١. **گلشن بهار:** شهوائي صاحب سعديءَ جي ”گلستان“ جو سنڌيءَ ۾ مقفيٰ ۽ مسجع نثر ۾ ترجمو ڪري، انهيءَ قسم واري نثر ۾ اضافو ڪيو آهي. پاڻ گذارش ۾ فرمائي ٿو: ”ٻي سال کان ڏيا ته سعديءَ جي مشهور تاليف ’گلستان‘ جو سليس سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، پنهنجي مشفق دوست ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب جي خدمت ۾ نذر عقيدت ڪري پيش ڪيو هوم. ڪتاب نظر مان ڪڍي، ان علم جي گوهر ۽ سنڌي، انگريزي، فارسي ۽ عربي ٻوليءَ جي ماهر، اِشارتاً فرمايو ته جيتوڻيڪ ’گلستان‘ جو اهڙو اعليٰ ۽ عمدو ترجمو اڃا نظر مان ڪونه نڪتو آهي، تاهم ’گلستان‘ واري ٻوليءَ جي رنگيني نه هئڻ ڪري اهو

لطف قدري گهٽ آهي. مٿين اشاري تي عمل ڪري، گهڻيءَ محنت بعد، سجعبندي، صنايع، بدايع ۽ تڪبنديءَ کان ڪم وٺي، حتي‌المقدور ڪوشش ڪري، سنڌيءَ کي رنگين بنايو ويو آهي." سعديءَ جو "گلستان" بهترين ڪتابن مان هڪ آهي، ۽ اعليٰ خيالن ۽ رنگين زبان جي ڪري دنيا ۾ مشهور آهي. شهوائي صاحب فارسي زبان جي اهڙي شهپاري کي سنڌي زبان ۾ آڻي، جس ڪتيو آهي. البت مسجع نثر جي ڀيٽ ۾ مقفيٰ نثر ۾ ڪامياب ويو آهي.

"گلشن بهار"، گلستان جو هوبهو ترجمو آهي، تنهن‌ڪري مضمون ۾ ڪا به تبديلي ڪانه آندي وئي آهي. هن ڪتاب ۾، نصيحت جي انداز ۾، اخلاقي نڪتا بيان ڪيل آهن. انهن ۾ بادشاهن جي چال‌چلن، درويشن جي اخلاق، ۽ قناعت جي فضيلت بابت ڪيترين ئي نصيحت‌آميز آکاڻيون بيان ڪيل آهن. سڄي ڪتاب ۾، جابجا سياڻپ جا سخن پکڙيل آهن. مثلاً:

(الف) نيڪ نيتي، گڏيل ڪوڙ، فساد پيدا ڪندڙ سچ کان بهتر آهي.

(ب) ڏکهي بي‌عقل کان ڏاهو ٻندرو بهتر آهي.

(پ) ڏهه درويش هڪڙيءَ گودڙيءَ ۾ گذاري ٿا سگهن، پر ٻه بادشاه هڪڙي ملڪ ۾ نٿا سمائجن.

(ٻ) نه تونگري دل جي ڪشادگي تي مدار ٿي رکي نه مال مايا تي، ۽ بزرگي عقل تي آڌار ٿي رکي پر نه عمر ۽ ڪايا تي.

اهڙي طرح ٻيا به نڪتا هن ڪتاب ۾ هرهنڌ ملن ٿا.

**عبارت ۽ ٻولي:** قابل مترجم پنهنجي ترجمي جي پاڻ توصيف ڪئي آهي، ۽ سجعبندي، صنايع، بدايع ۽ تڪبندي جي دعوا ڪئي اٿس. شهوائي صاحب سليس ۽ سهڻي سنڌي ۾ "گلستان" جو ترجمو ڪيو آهي ۽ اصلي ڪتاب واري رنگيني پيش ڪرڻ لاءِ ڪوشش به ڪئي اٿس، جنهن ۾ هو ڪافي حد تائين ڪامياب به ٿيو آهي. تنهن هوندي به سنڌ جي نقادن کي ان ۾ ڪي اوڻايون نظر آيون آهن(۱).

---

(۱) ڊاڪٽر خليل: "ادب ۽ تنقيد"، ص ٦٨

بقول خليل صاحب، هن ادبي شاهڪار ۾ جتي ڪوڙيون آهن، اتي قيمتي لعلون به ليجن ٿيون، جن عبارت کي واقعي وٽندڙ ۽ رنگين بنايو آهي(١).

انهيءَ تبصري کان پوءِ، اٿين چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونه ٿيندو ته هيءُ ڪتاب مسجع نثر ۾ هڪ ڪامياب ڪوشش آهي، ۽ شهواڻي صاحب جي عبارت تڪبندي، صنايع بدايع ۽ رنگين زبان سان سينگاريل آهي. هيٺ ڪي مثال ڏجن ٿا:

(الف) ''پر اندر ۾ اهڙو مکي چوس، جو ماڻيءَ جو پور نه ڏيندو هو راهه ۾. حضرت ابوهريره جو پلو اڳيانس اڇي ويهي ها، ته به ان کي ڪو گره نصيب نه ٿئي ها، ۽ اصحاب ڪهف جي ڪتي کي به هو هڏو ڦتو ڪري نه ڏئي ها. نه ڪڏهن جو دروازو کليل آيو نظر، ۽ نه ڪڏهن مهمانن سان پريل ڏٺو ويو سندس گهر.

( ب ) ''حضور جن جو حڪم ۽ اقبال سدائين هجي شال. ته حاسدن کي ڪهڙي مجال: جي توهان پلايو پال، ته هن جي تيل و قال کان ڦرندا ڪم منهنجا حال، ڪرندا ڪونه ڪال، مٿان منهنجي مال، پلي ڪٽي ڪن ڪوشش ڪي سال''.

( ب ) ''هڪڙو وڏي ڪٽنب وارو هو عالم سگهورو، جنهن جو اهڙاسو هو تمام ٿورو. هن کي منجهه جهان هو هڪڙو معتقد بالشان، جو ڏيندو هوس گهڻو شان مان ۽ موڪليندو هوس ماهيانو سامان. هن وٽ پنهنجي تنگ گذران جو احوال ٿيو، جنهن احوال پڌي منهن پٽي پاسي ڪيو. عالم سگهوري کي پنهنجي حال ڏيڻ ۽ سوال ڪرڻ تي ٿيو ڏاڍو ارمان، ۽ جهڙو لڳي ويس ڪک ۾ کان، اهڙو ٿيو پريشان، جو پنڻ کان اهڙي دان، سمجهيائين چڱو نه ڪائڻ نان''.

٢. **ادبي اصول:** هيءُ ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ آهي. شهواڻي صاحب سنڌي زبان ۾ تنقيدي ادب جو خلل محسوس ڪري، تنقيد تي هي ڪتاب لکي هڪ نئون باب کوليو آهي. دراصل هن کان اڳ تنقيد

---

(١) ڊاڪٽر خليل: ''ادب ۽ تنقيد''، ص١٧٩

تي سنڌيءَ ۾ ڪو ڪتاب ڪونه هو. انهيءَ لحاظ کان شهواڻي صاحب تحسين جو حقدار آهي. سندس چوڻ مطابق، هن ڪتاب ۾ انگريزي، فارسي ۽ اردو ادب جي تنقيد جي ماهرن جو نچوڙ آهي.

**مضمون:-** ”ادبي اصول جي ٻهرئين ڀاڱي ۾ تنقيد جا اصول، نثر ۽ نظم جون خوبيون ۽ خصوصيتون، ادب جي وصف، ادب جي پيدائش، ادبي صداقت، اديب جون لياقتون، ۽ اهڙيءَ طرح شعر ۽ نثر کان سواءِ، تنقيد نگاريءَ سان فائدا ۽ نقاد جون خوبيون وغيره سمجهايل آهن. ٽئي ڀاڱي ۾، ناول نويسي، ڊراما نويسي ۽ انهن سان واسطو رکندڙ خوبيون بيان ڪيون ويون آهن.

شهواڻي صاحب سنڌيءَ ۾ تنقيدي ادب جي کوٽ تي گهڻو افسوس ظاهر ڪيو آهي. انهيءَ کوٽ جا هيٺيان سبب ڄاڻايا اٿس. جن کي محسوس ڪندي، پاڻ انهيءَ فن ۾ هي ”نڪيل ڪتاب“ پيش ڪيو اٿس:

(الف) سنڌي ادب ۾ رسالن ۽ مخزنن جي قلت سبب هيءُ فن گهڻو زور وٺي نه سگهيو آهي، ڇاڪاڻ ته اهي ننڍا مضمون جي سيکڻهن جي پڙهڻ لاءِ لکيا ويندا آهن، تن کي عوام الناس تائين پهچائڻ جو ٻهريون ذريعو رسالا يا ادبي مخزنون ۽ اخبارون آهن. طبعي ادب اڃا ٿورو آهي جو انهيءَ تي تنقيد ڪرڻ جي اديبن کي ضرورت ئي محسوس ڪانه ٿي آهي. ماڻهن ۾ ادب جي خزاني ۽ ادب جي گوناگون خصوصيتن کي سمجهڻ جو شوق گهٽ آهي. ماڻهن ۾ اهڙن تنقيدي مضمونن پڙهڻ جو ذوق گهٽ آهي، ۽ شايد ئي انهيءَ فن تي ڪو لکيل ڪتاب پڙهيو وڃي.“

**عبارت ۽ ٻولي:-** تنقيد جهڙي خشڪ مضمون کي شهواڻي صاحب صاف ۽ سليس، بامحاوره ۽ اصطلاحي سنڌيءَ ۾ سمجهايو آهي. هڪ هڪ موضوع چست بندشن ۽ شسته عبارت ۾ پيش ڪيو اٿس. مثال لاءِ ڪي ٽڪرا ڏجن ٿا:

(الف) ”تنقيد سان ڪئين فائدا آهن. چونڪ تنقيد نگار انهيءَ فن جو ماهر آهي ۽ هو پنهنجي تيز فهم ۽ گهڻي آزمودي جي آڌار تي

ادبي ڪتاب جون اوڻايون ۽ چڱايون اسان کي پڌائي ٿو، تنهن ڪري اسان جو ذهن تيز ٿئي ٿو ۽ اسين سندس انهيءَ ڪارروائيءَ مان حظ ۽ فائدو حاصل ڪريون ٿا. تنقيدنگار اسان جي ذهن کي انهي ڏس ڏانهن زياده توجهه ڏيڻ لاءِ آماده ڪري ٿو. تنقيدنگاري اسان جي ادراڪ کي تيز ۽ ذهن کي برانگيز ڪري ٿي. سچو ۽ پورو نقاد اهو آهي، جو پنهنجي وسيع معلومات ۽ آزمودي ڪري اسان کي هڪ نئون نقطہ نگاھ ڏيکاري ٿو. هو تيز هوش ۽ فراست، دوربيني ۽ ذڪاوت، عقل ۽ فهم، ذهن ۽ دانش، شناس ۽ ادراڪ سبب اسان کان گهڻو، ڪتاب جي تهه تائين پهچي ٿو“.

( ب ) ”ناول نويس لاءِ اهو لازمي آهي ته جن ماڻهن جو ناول ۾ تذڪرو ٿيل هجي، انهن جون اهي خصوصيتون بيان ڪري يا نمايان ڪري، جيڪي عام ماڻهن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، يعني ته ناول جا اشخاص دنوي ماڻهن جهڙا هئڻ گهرجن ۽ نه غيبي دنيا جا رهاڪو. ناول پڙهڻ سان سمجهيو وڃي ته جن جي آڪاڻي پڙهي رهيا آهيون، سي اسان جهڙا انسان آهن، نه ٻئٽ. هنن ۾ ناول‌نويس کي اتساہ ڏوکي انسانن جو جاسو پهرائڻو آهي، جيئن محسوس ڪري سگهجي ته هو انسانن جي اعلى اخلاقن سان آراسته آهن ۽ اسان جي همدردي جا لائق آهن. اهو لازمي نه آهي ته سيئي اشخاص پاڪدامني ۽ پرهيزگاري جا پتلا هجن ۽ سنجهائن فقط بلند اخلاقي جي بوءِ اچي، جيئن حياتي ۾ مشڪل سان ڪو اهڙو مثال ملندو. انهي ۾ اهي اوڻايون پڻ هجن، جيڪي عام انسانن يا ڪن خاص ماڻهن ۾ لڀن ٿيون.“

( ب ) ”معاشرتي طنز ۾ ناٽڪ نويس سوسائٽيءَ يا معاشرت جو سچو فوٽو ڪيدي ٿو. هو اسان کي پنهنجي هنر رستي ۽ نقل ذريعي پنهنجو پاڻ ڏيکاري ٿو، جنهن ڪري مرد خواه عورتون پنهنجو عڪس ناٽڪ جي آرسيءَ ۾ ڏسن ٿيون. هو ماڻهوءَ کي ڏيکاري ٿو ته اسين پاڻ براد ريءَ ۾ ڪيئن هلون ۽ اٿون ويهون ٿا. آيا

اسان جي نشست برخواست جو طريقو ۽ هلت چلت جو ڍنگ اهڙو آهي، جنهن تي عقل ڪيلي سگهي ٿو؟ آيا جيڪڏهن ٻيا ائين هلن ها ته اسان کي تعجب لڳي ها يا نه؟ هن جو مقصد آهي ته معاشرتي اوڻاين ۽ سوسائٽيءَ جا عيب نمودار ڪري، ماڻهن ۾ سندن خراب رسم ۽ رواج متعلق ڪل مسخريءَ ذريعي نفرت پيدا ڪري ۽ سڌارو آڻيان. هو عام رواجي اصلاح ڪندڙ وانگر سڌو سنئون تقرير ڪري عيب ۽ اوڻايون بيان نٿو ڪري، پر مقصد اهو ئي اٿس“.



## احمد غلام علي چاڳلا

### ١٩٠٢-١٩٥٣ع

هي صاحب ڪراچيءَ جي هڪ مشهور هستي، غلام علي چاڳلا جو وڏو فرزند هو. سندس ولادت ١٩٠٢ع ۾ ٿي. اوائلي تعليم سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ حاصل ڪيائين. نظر جي ڪمزوريءَ سبب، وڌيڪ تعليم جاري رکي نه سگهيو ۽ موسيقي توڙي ڊرائينگ ڏانهن توجهه ڪيائين. جنهن ۾ گهڻي مهارت حاصل ڪيائين. هو نه صرف ديسي موسيقي ۾ ماهر هو، پر ايراني، ترڪي ۽ مغربي موسيقي ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ هو. سنڌي اسٽيج ڊراما ”عمر-مارئي“ ۾ پاڻ موسيقي جي ڊائريڪشن ڪئي هئائين. وڏو فخر هن ڳالهه تي ڪري سگهجي ٿو جو پاڪستان جي قومي تراني جي ڌن به چاڳلا صاحب جي ئي ترتيب ڏنل آهي. پاڪستان جي هن قابل قدر اديب، ڊراما نويس ۽ موسيقار، ١٩٥٣ع ۾ وفات ڪئي.

**ادبي خدمتون:-** مرحوم چاڳلا چڱو نثر نويس هو. انگريزي ۽ سنڌي ۾ ڪيترائي مقالا لکيائين. حرمين شريف جي زيارت جو تفصيلوار احوال ”السٽريٽيڊ ويڪلي آف انڊيا“ ۾ ڏنو هئائين. ازانسواءِ ”آرين“، ”پاڪستان ڪوارٽرلي“ ۽ ”پاڪستان مسلينيءَ“ ۾ سندس انگريزي مقالا

ڇپيا هئا. سندس مقالا ''سنڌو'' ۽ ''مهراڻ'' رسالن ۾ به ايندا هئا، جن جي پڙهڻ سان سندس قابليت جي خبر پئجي سگهي ٿي.

چاڳلا صاحب سنڌ جي مشهور ڊراما نويسن مان هڪ هو. هن ڪيترائي ڊراما تصنيف ۽ ترجمو ڪيا، جي سنڌي ادب ۾ گهڻي اهميت رکن ٿا. پاڻ مرحوم مرزا قليچ بيگ جو ساٿي هو. سندس ئي استدعا تي مرزا صاحب شيڪسپيئر جي ڊرامي ''هئمليٽ'' کي سنڌي ۾ آندو هو. سنڌي کان سواءِ، اردو ۾ ''نتي پتني'' ۽ ''طلسمي گهوڙا'' فالي به فلمي ڪهاڻيون به لکيائين. سندس ڊرامن مان ڪي هي آهن: (١) خوني، (٢) جيڪا تقدير، (٣) ديس جو دشمن، (٤) گڏيءَ جو گهر ۽ (٥) ڀوت.

## ڪتابن تي تبصرو:

١. ڀوت:- چاڳلا صاحب يورپ جي استاد ڊراما نويس، هينرڪ ابسن، جي انگريزي ڊرامي ''گوسٽس'' (Ghosts) جو ''ڀوت'' جي عنوان سان سنڌي ۾ ترجمو ڪيو، جو ماهوار ''مهراڻ'' جي ڊسمبر، جنوري ۽ فبروري ١٩٤٦ع واري پرچي ۾ ''ديوانه'' جي نالي سان ڇپيو هو. هي ڊرامو سماجي انقلاب جو مقصد رکي ٿو. هن ڊرامي جي مطالعي سان اها حقيقت بلڪل واضح ٿيو پوي ته ادب حياتيءَ جو آئينو آهي. حقيقت جي گهڻي تصديق مترجم جي مهاڳ مان ٿئي ٿي، جنهن ۾ لکي ٿو:

''اهي انساني نمونا، اهي ڪهاڙت جي حقيقت تي ٻڌل آهن سي عزرائيل وانگر، ازل کان وٺي موجود آهن، ۽ وري وري ڦيرا ڏيو، نون نون روپن ۾ پيا ظاهر ٿين. پوءِ انهي ۾ عجب ڪهڙو ته زنده دل گيانين جي دلين ۾ اهي خواه مغرب جا هجن خواه مشرق جا، انهن جو واسو ٿئي؛ ۽ اهي آزاد خيال گياني وري انهن امر ڪهاڙتو ڪي، پنهنجي پنهنجي حيثيت پٽاندر، پنهنجي پنهنجي آزمودي ۽ تجربي جي رنگ ۾، پنهنجي پنهنجي زماني جي قياسي شڪلين ۾، جڳ آڏو پيش ڪن، يعني جڳ جا روپ وري جڳ کي سوٽائي ڏين.

”خير، انسان واري روپ يا ڳهاڙت بنسبت اُهو چوڻ ضروري آهي ته اهو روپ دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ عام ٿي نٿو سگهي. اهو هڪڙو اهڙو خاص روپ، خاص ڳهاڙت آهي، جو خود سنڌس اندرين قوت ڪيس عام ٿيڻ نٿي ڏئي. باقي اهو روپ، اها ڳهاڙت، هر جا موجود بيشڪ آهي. خود اسان جي هتي جي مسلمانن ۾ به انهيءَ جي ثابتي مون کي اچانڪ ملي. مون هن ڪيل جا ۾ باب ترجمو ڪري پورا ڪيا ته عين انهيءَ ڏينهن، اسان جي ساڻئياڻين مان هڪڙي وڏيرڙي عمر جي خاتون، اسان جي گهر آئي. آءٌ انهيءَ کي شيردل ۽ روشن دماغ، قابل ۽ ذهين ته ڪري سمجهندو هوس، پر سنڌس زندگي جي مون کي وڌيڪ خبر نه هئي. مون کي سنڌس آزاد خيالي ۾ ايترو ته ڀروسو هو، جو مون ڪئس ڪيل جا هي باب سربستا پڙهي ٻڌايا. پڇيوسانس، ’ڇا ٿا ڀانيو؟‘ ڀرين ته اهڙو سخت تعجب لڳس جو نه ڪجهه نه پڇي، وائڙن وانگر مون ڏانهن پيئي نهاري. آخر زبان آڪليس، چويو ٿي: ’ديوانو ته ڪين ٿيو آهين؟‘ مون پڇيس، ’ڇو؟‘ چي، ’مون سمجهيو ٿي ته منهنجي حياتي جي ڳُجهن جي ڪنهن کي به خبر ڪانهي، مون توسان جو ڪڏهن ڪجهه حال پئي اوريو آهي، سو نه انهيءَ مطلب سان ته تون منهنجي پرپٺ منهنجي زندگي جو ڦوڙهو ويهي ڦولين، ......۽ ڳالهيون هٿ ڪري، ناٽڪ جوڙين!‘

”هي استاد ابسن جي اندرينءَ زندگي جي سچائي جو کهرو ۽ زوردار ▪ اڇرج جهڙو ثبوت آهي، جو ناروي جي مغربي سنسار کي ڦيرائي سنڌ جي هندي سنسار جي صورت ۾ سنڌس ڪيل آنجي ٿو، ته ائين پيو لڳي، ڄڻ اسان جي حياتي جو ئي نقش آهي!“

چاڳلا صاحب هي ڊرامو ۱۹۳۰ع ڌاري لکيو هو. ڊرامي جا ويسداري سنڌي نالن سان ڏنا اٿس. پاڻ خود لکيو اٿس ته ”مهاڳ پنهنجو رٿيو اٿم. هن جو مطلب آهي ته ناٽڪ کي سنڌ جو روحاني رنگ

ڏجي، مرحوم قليچ بيگ جي هڪ انچپيل ڪافي، ”ڪيئن مستين مان تن
چاتون“ هن ڊرامي ۾ نغمي جي صورت ۾ داخل ڪئي ويئي آهي.

**عبارت ۽ ٻولي**:- چاڳلا صاحب جي زبان پختي آهي. سلاست،
رواني ۽ ڪردار نگاري“ جي ڪري، ڊرامي جو هڪ هڪ نظارو اکين
آڏو تري اچي ٿو. وري جو موزون هنڌ تي راڳ به ڏنا اٿس، تنهن ڪري
فني لحاظ کان آغا حشر ۽ مرزا قليچ بيگ جون سکون ٿو لاهي. ٻولي ۽
انداز بيان جي خاص خصوصيت ڪري، هيءُ ڊرامو ترجمو نٿو لڳي.
مڪالما ننڍا، گفتگو اثر انداز ۽ جاندار لفظ، اصليت کي اُجاگر ڪن ٿا.
مثال لاءِ هڪڙو ٽڪرو ڏجي ٿو:

(الف) ”تون؟ تون به هلي اتي منهنجي همراه ٿيءُ. ٻر رڳو نالي خاطر،
نه نه، توکي ڏکيائي مور ڪانه ٿيندي. ۽ ٻوءِ ارادو اٿم ته
دڪان سان گڏ ڪو ٻرت جو ڪارخانو به کوليان. توکي ڀي
تڪليف ڏبي ڪانه، تون رڳو خاندان مان وڃي ڪم وٺي اچجئين،
۽ ٻوءِ — ٻوءِ ڪڏهن ڪو من سٺيو گراهڪ ور چڙهي وڃي.
(نزديڪ اچي) ڏس، نينگر، هوش جاءِ رک. سينيائي تنهنجي
لڪائڻ پڙهائڻ تي هيڏو خرچ ڪيو، انهي کي برباد ٿيڻ نه ڏي.
انهي مان ڪو ته لاڀ پراءِ. هتي ته ٻڌو اٿم، توکي يتيمخاني
۾ رڳو ٻارن جي سنڀال جو ڪم ملندو. چا، تو جهڙي حور پري
۽ عقل ۾ اڪابر ۽ سلاماڻل نينگر جي منهن تي اهو ڪم ٻوي
ٿو. چا، توکي اها ڳالهه وڻي ٿي ته تون پنهنجو جوڀن جواني
۽ سکهه صحت سموري چورڙن ۽ چورين جي ٻنيان برباد ڪرين؟“

٣. **خوني**:- چاڳلا صاحب جي ڊرامن ۾، هن ڊرامي جي
اهميت سڀ کان وڌيڪ آهي. هي ڪتاب حيدرآباد جي ”ٽئگور ڊراماٽڪ
۽ لٽرري ڪلب“ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي واڪاڻ ۾ ديوان لالچند
امرڏنومل جڳتياڻي لکي ٿو:

”ڪتاب اچا ڇپيو ڪونه هو. حيدرآباد ۽ ٻارن نظر مان
ٻني ڪيو. آءٌ سانگي سان انهي ٽائي حيدرآباد هوس. اتي
هڪڙي ٻريتم وٽ منهنجو وڃڻ ٿيو. منهنجي سڏ تي اٿي در

وٽ آيو. ۽ عجب ڪهڙو، جو رنائين ٺهي! ٻهيوماس، ڇو؟ ڪتاب جو دستخط ڏيکاري، ڇپائينس: هيءُ وٺو پڙهان.

’خونيءَ‘ جو مضمون اکر به اکر خود احمد چاڳلا جي واتون ٻڌيءَ ٻڪيءَ ٻڌو مون به هو، ۽ ٺهي ٺهي ٿي اکيون ڀائي ساں ڀُر منهنجون به ٿيون هيون. ۽ مون وڏيون مجرايون انهي ويل احمد چاڳلا جي پڙهڻ ڪي ڀٽي ڏنيون. ڳالهه ۾ پنهنجون ذاتي ڳُڻ ڪيترو هو، انهي باري ۾ مون اڃا راءِ ٺهرائي نه هئي. هينئر مون کي پڪ ٿيڻ لڳي ته ڳالهه ۾ پنهنجو ذاتي ڳڻ به جهجهوني هو.

”پوءِ ته ’خوني‘ جو سارو مضمون اکر اکر ڪري مون کي اٿلائٿو پنهنجي سر به پيو. ٿوري گهڻي جيڪا عبارت جي پيچ گهڙ ڪرٺي هئي، اها ڪٺي وٺي، ۽ جيٺن ٿي مون دستخط جا ورق ورايا، جيٺن ٺي مون قلم قلم تي اک ڦيرائي، جيٺن ٿي مون اکر اکر ڪري اٿلايو، تيٺن ٺي مون کي ناٽڪ نويسي ۾ احمد چاڳلا جي قابلڪاري ذهن نشين ٿي. آءٌ پانيان ٿو ته سنڌيءَ ۾ ناٽڪ نويسيءَ کي سچو پچو نئون ڍنگ احمد چاڳلا جو هيءُ ’خوني‘ نالي کيل ٺي وٺائيندو. انهيءَ ڏس ۾ ادم پين به ڪيا آهن: سنڌيءَ جي پيار وارا جوڳيي، قدر انهن جو به ڪن پيا، پر هن ’خونيءَ‘ واري کيل مان ڏسو ته احمد چاڳلا پنهنجو مٽ پاڻ آهي.“

ڊرامي جي پلاٽ بنسبت مصنف خود لکي ٿو:

”هن ناٽڪ جي روپ-ريکا گهڻي قدر ’قاتل‘ نالي ترڪي ناٽڪ تي ٻڌل آهي، جيتوڻيڪ ويسڌاري جيڪي به ڇون ڪن ٿا، اهو، توڻي مهاڳ، منهنجو پنهنجو رٿيل آهي. ترڪيءَ وارن به هي ناٽڪ جرمنيءَ جي نامياري ناٽڪ نويس ’رچرڊ ووس‘ (جنم ١٨٥١ع) جي ناٽڪ تان ورتو آهي. ۽ ترڪيءَ وارن پنهنجي ناٽڪ ۾ ويسڌارين جا نالا ڦيرايا آهن، اصلوڪا جرمن نالا ٺي هلائي ڏنا اٿن. مون نه رکيو نالا ڦيرايا آهن. ۽ ٺي

۽ ٽئين باب ۾ ٿوري تبديلي به آندي اٿس، بلڪ روپ ريکا ۽ رنگا به جيڪي سو ڪٿي سنڌي ڏانوَ تي بيهاري اٿس.

”مون ڏٺو ته ’قاتل‘ جو اثر ناظرين تي ازحد ٿيو. الهندي، ڏکڻ ۽ وچ يورپ جي گهڻو ڪري سيني نامي نامي ناٽڪ. شالائن ۾ مشهور مشهور ويسداريزن ڪي معروف معروف ناٽڪن ۾ پارٽ ڪندو ڏسي، اهو سون پهرين استنبول ۾ ڏٺو ته قابل، ذهين، ۽ خانداني ناظرين، ڪيسي سان رومال ڪيڍي اکين سان لڙڪن آگهڻ ڪي گهٽتائي نٿا سمجهن. ساري ماندوي جي حاضرين ڪي ائين ڪندو ڏسڻ به هڪ عجيب تجربو آهي.“

**مضمون:-** هن ڊراسي جو مضمون نهايت ئي رقت آميز ۽ دردانگيز آهي. رفيق، هڪ شريف انسان، قتل جي ڏوهه ۾ بيگناهه جنم-ٽيپ ڪاٽي ٿو. الزام هو ته هن پنهنجي سيٺ کي قتل ڪري، ان جي تمام ملڪيت ۽ جواهرات چورايا آهن. ڪورٽ هن کي ڏوهي ٺهرائي ٿي. هو پندرهن سال سزا ڀوڳي ٿو. تنهن کان پوءِ اصلي خوني پاڻ ڏوهه قبول ڪري ٿو، ۽ رفيق کي آزاد ڪيو وڃي ٿو. رفيق جي جيل وڃڻ کان پوءِ، سندس ٻه ٻار (لطيف ۽ شمسي) ۽ سندس زال (بتول) بک ۾ ڏتڙجي وڃن ٿا. نيٺ يارو نالي هڪ شخص، بتول جي حسن تي فدا ٿي، کين پناهه ڏئي ٿو. آزاد ٿيڻ کان پوءِ، مئجسٽريٽ ۽ پوليس جي مدد سان، رفيق کي سندس ٻچن جي خبر پوي ٿي، ۽ هوٽل ۾ روبرو اچي، هو سندن تمام حالات کان واقف ٿئي ٿو. يارو شمسيءَ جي ٻانهن ’رمزو‘ نالي سندس دوست کي وڪڻي ٿو. بتول مخالفت ڪري ٿي. يارو بتول کي ماري ٿو. تنهن وچ ۾ رفيق کيس ڦاسيان وڇائي ڪيڍي ٿو.

**عبارت ۽ ٻولي:-** هن ڊراسي ۾ چاڳلا صاحب جي لکڻيءَ جي رواني دلڪش آهي. اصليت کي اهڙي ته ڍنگ سان نمايان ڪيو اٿس، جو پڙهندڙ پاڻ کي حقيقي ماحول ۾ گم ڪريو ڇڏي، ۽ پنهنجي تصور جي اک سان اصلي درد، ڏک ۽ تڪليفون محسوس ڪري ٿو، جن کي سندس دل سهي نٿي سگهي. هو رفيق، بتول ۽ ان جي ٻارن جي تڪليفن کي ڏسي رويو ڏئي. چاڳلا صاحب ڪردار نگاري ۽ منظر نگاري،

سلاست ۽ پختگيءَ جي ڪري پڙهندڙ جي دل موهيو ڇڏي، ۽ هو سندس ڪردارن سان همدردي ڪرڻ لڳي ٿو. هن ڊرامي ۾ هڪ هڪ جملو، هڪ هڪ لفظ، اهڙيءَ طرز ۾ بيان ڪيل آهي جو ڊرامي جي پڙهڻ يا ڏسڻ وقت وار وار ڪانڊارجيو وڃي ۽ بدن ۾ سياتي جي لهر ڊوڙيو اٿي.

هن چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونه ٿيندو ته چاڳلا صاحب جي هن ڊرامي جا مڪالما ۽ گفتگو، مرزا قليچ بيگ جي ناول ''زينت'' جي مڪالمن ۽ گفتگوءَ کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ نه آهن. جهڙيءَ طرح مرزا صاحب جي ''زينت'' ڏک ڏاڪڙا ڏسي، زماني جي طبع ۽ حرص جو مقابلو ڪري، هن سڻائي سير سان پار پوي ٿي، تيئن چاڳلا صاحب جي ''بتول'' به زماني جي عميق بحر ۾ واڳن جي ور چڙهي ٿي، سور سهي ٿي، ۽ پنهنجن ٻچن جي تعليم خاطر ڏک ڏسي ٿي. يقين، مرزا صاحب ۽ چاڳلا صاحب جا هي شهپارا زندگيءَ جا اهي عڪس آهن، جن ۾ زينت ۽ بتول، رفيق، پارو، رمزو ۽ شمسيءَ جهڙا ڪردار اسان جي ماحول ۽ معاشري ۾ به نظر اچن ٿا.

چاڳلا صاحب جي عبارت پنهنجي مٽ پاڻ آهي. اهوئي سبب آهي جو ديوان لالچند امر ڏنيمل سندس هن ڊرامي کي گهڻيقدر ساراهيو آهي. هيٺ ڏنل ٽڪرن سان چاڳلا صاحب جي پختي عبارت جي خبر پوي ٿي:

(الف) ''رفيق: (سخت بيتابي سان) بيگناهه! بيگناهه! يا خدا! بيگناهه! هائو! سان ضرور بيگناهه آهيان! اهوجهه انسان جي شڪ جو شڪار آهيان! ظالمن جي ظلم ۾ قاتل، مظلوم، لاچار آهيان! (ماجسٽريٽ ڏانهن وڌي، ميز مٿان جهڪي) منهنجا مهربان، منهنجا سائين، مون تي ويساهه ڪجو، آءٌ سچ ٿو چوان. حق ناحق منهنجي انسانيت لٽي، مون کي حيوانن جي دفعي ۾ داخل ڪيو آهي. آءٌ سچ ٿو چوان، آءٌ ايمان فروش نه آهيان. مظلوم آهيان، بيگناهه آهيان''.

(ب) ''رفيق: (دلسوزيءَ سان) سائين، دنيا ۾ عدل آهي؟ بلڪ الله وٽ انصاف آهي؟ مون تي جيڪا پري آئي، مون سان جيڪو نذير ٿيو، آءٌ، ڏسو ٿا، مٿو ڪوڙو، سهان وينو. پر ڇڏهن خيال ٿو ڪريان ته ويچارن ٻارڙن ۽ سندن ماءُ جو مون کان پوءِ ڪهڙو

حال نه هوندو، تڏهن دل چاڪ چاڪ ٿيو پوي. اهو درد آءٌ سهي نٿو سگهان. جوان ويچارا ناز جا نپايل، ڪهڙن واڳن جي وات پيا هوندا! سائين هي به ڪو انصاف چئبو جو هڪڙي جي گناهن جون سزائون ٻيا پيا ڀوڳين؟ هي به ڪو عدل چئبو، جو گنهگار وڃن ڇڙواڳ ڦرندا ۽ بيگناهه وڃن عذاب سهندا؟

”...پنج سؤ سٺ! پنج سؤ سٺ! انهيءَ هڪڙي انگ ۾ ڪيترو نه دل ڏاريندڙ ڀيد رکيل آهي! انهيءَ هڪڙي انگ ۾ ڪهڙا نه دل شڪن خيال سمايل آهن! انهيءَ کان بهتر ڪين هو جو آءٌ ڪو جهنگ جو جانور هجان ها! انهيءَ حالت ۾ ڪم از ڪم آزاد رهي، پنهنجي پيدائشي حق کان محروم ته ڪين ڪيو وڃان ها.“

(ب) ”بتول: (ڪو وقت خيال ۾ ٻڏي) نه ذرا! مون کي ته انهيءَ ۾ ڪو به اعتراض ڪونهي. (نزديڪ اچي) باقي، احسان، آءٌ ڪيترو چاهيان ته تون پنهنجو دل سان ٻچي پوءِ هيءُ قدم کڻين. آءٌ پنهنجي ورهين جي آزمودي مان سمجهان ٿي ته سک ڀريو شاديءَ کيل زندگيءَ ۾ ڪين اچي سوڙهو آهي. شاديءَ جو گٺ ڳچيءَ ۾ وجهي پاڻ کي آهي ساري ڄمار پابند ڪرڻو. آءٌ پاڻ کي خوش‌نصيب ٿي سمجهان جو تو جهڙو سهنجي شمسي لاءِ گهر ٿو ڪري. پر آءٌ ها ڪريان، انهيءَ کان اڳي سندس دل جي خبر به هئڻ گهرجي. (ڏانهنس نهاري) توکي ضرور عجب لڳندو ته آءٌ پراڻي زماني جي پوڙهي زال، هي جوان ڇا ٿي؟ پر توکي ايتري ته خبر آهي ته آءٌ پڙهيل لکيل آهيان، زماني جي گردش به گهڻائي ڏٺي اٿم. تقدير ۾ آئين هو ته پنهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو سبق تجربي جي مڪتب ۾ مڪان. بابا، توکي خبر نه آهي ته اهو سبق ڪهڙا ڏک ڏاڍهرا ڏسي مون حاصل ڪيو. خير، تقدير سان ڪاڻ تدبير!“

## پيرومل مهرچند آڏواڻي

## ١٨٧٦-١٩٥٣ع

سنڌي زبان ۽ ادب جو هي سچو سڄڻ، ١٨٧٦ع ڌاري، حيدرآباد ۾ ڄائو هو. ننڍي هوندي کان وٺي کيس علم ادب سان گهڻو چاهه هوندو هو. ويهن ورهين جي عمر ۾، ١٨٩٦ع ۾، ايڪسائيز کاتي ۾ ملازمت شروع ڪيائين، ۽ نيٺ انسپيڪٽر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. ١٩٥٣ع ۾ هندستان ۾ سندس وفات ٿي.

**علمي ۽ ادبي خدمتون:**- سنڌ جي هندن توڙي مسلمانن ۾ اهڙي صاحب جن سنڌي زبان جي ادب ۽ خدمت لاءِ پنهنجي حياتي وقف ڪئي هئي، ديوان پيرومل انهن سنڌي ساهت جي ستارن مان هڪ نمايان ستارو هو. ديوان صاحب سنڌي، سنسڪرت، هندي، فارسي، عربي توڙي انگريزي زبانن ۾ ماهر هو.

١٩٢٤ع ۾ ڊاڪٽر دائودپوٽي صاحب جن ولايت آسهڻ کان پوءِ، ڪراچيءَ جي ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو. انهيءَ زماني ۾ سڄي سنڌ جو سير ڪيائين، ۽ سنڌي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ، ريتين ۽ رسمن مان چڱيءَ طرح واقف ٿيو. پاڻ سنڌ ۽ سنڌي ساهت تي عاشق هو. سنڌ جي تاريخ، لغت، ڪهاڻين، قصن، راڳ رنگ ۽ ٻين احوالن کي گڏ ڪري، سنڌي ادب ۽ زبان جو حق چڱيءَ طرح ادا ڪيائين.

ديوان صاحب اٽڪل چاليهه ڪتاب تصنيف، تاليف ۽ ترجمو ڪيا. سندس خواهش هوندي هئي ته ڪاليج جي نصاب لاءِ شاگردن کي اهڙا ڪتاب موجود ڪري ڏجن، جي سندن مادري زبان جي ساڃاهه وڌائڻ ۾ مدد ڪن. انهيءَ ڏس ۾ پاڻ ڀتوڙيائين، ۽ ناول، ناٽڪ توڙي ٻيا تحقيقي ڪتاب لکي، سنڌي ادب جي لافاني خدمت ڪيائين. ازانسواءِ ”مهراڻ“ رسالي جي پهرئين دور جي ايڊيٽوريل بورڊ جي هڪ سرگرم رڪن جي حيثيت ۾ چڱي خدمت ڪيائين.

**تصنيفون:**- ديوان پيرومل هيٺيان ڪتاب لکيا آهن:-

(١) سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، (٢) لطيفي سير، (٣) سنڌ جو سيلاني، (٤) قديم سنڌ، (٥) گلقند [ڀاڱو ١-٢]، (٦) گوپي چند [ناٽڪ]، (٧) درو پڳت [ناٽڪ]، (٨) بزارين جا ناٽڪ، (٩) وڏو ٻنگتي مقدمو [ناٽڪ]، (١٠) آزاديءَ جي ڪوڏي [ناٽڪ]، (١١) حرص جو شڪار [ناٽڪ]، (١٢) وريل نعمت [ناول- ڀاڱو ١-٢-٣] (١٣) پريم جو مهاتمو [ناول]، (١٤) گهرو ڪفايت، (١٥) هندن جي تاريخ [ٻه ڀاڱا] (١٦) طلسم [ناول- ٻويون اڌ]، (١٧) گلزار نثر، (١٨) بهار نثر، (١٩) ويا ڪرڻ نديو، (٢٠) وڏو سنڌي ويا ڪرڻ، (٢١) جوهر نثر، (٢٢) گولن جا گوندر، (٢٣) ريتين رسمن جو بنياد، (٢٤) سوهن پاڻي [ناول]، (٢٥) آنند سدريڪا [ناول] (٢٦) مرزا قليچ بيگ جي حياتي، (٢٧) چونڊ ڪلام [نظم]، (٢٨) نوبهار [نظم]، (٢٩) سودن جي صاحبي ۽ (٣٠) غريب اللغات.

## ديوان صاحب جا ڪي خاص ڪتاب:

**١. سنڌي ٻولي جي تاريخ:-** سنڌي ٻوليءَ جي اونهي اڀياس لاءِ هن تاريخ کان اڳ ڪوبه ڪتاب لکيل ڪونه هو. ٻولين جي صوتياتي، صرفي ۽ نحوي قانونن ۽ انهن جي ڦيرين گهيرين جي اصولن کان سنڌ جي ماڻهن جي اڪثريت غير واقف هئي. ڀيرومل ٽي سال سانده محنت ڪري، ڏيڍ سؤ کن ڪتابن جا حوالا گڏ ڪري، هي ڪتاب جوڙيو. ''ٻوليءَ جي تاريخ معنيٰ ٻوليءَ جي تبديل جي تاريخ. ٻوليءَ ۾ تبديل ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ آڻين ٿا.'' تنهن ڪري، ٻوليءَ جي تاريخ سان گڏوگڏ، ٻرگهي جي ماڻهن جو ذڪر به ڏنل آهي، ۽ سنڌ ۾ سياسي تاريخ جو جيڪو ٻوليءَ تي اثر ٿيو آهي، تنهن جو بيان به ڏنل آهي.

ٻولي ۽ ادب هڪٻئي سان ڳنڍيا ۽ ڳتيا پيا آهن. علم ادب جو مدار ٻوليءَ تي، ۽ ٻوليءَ جو مدار ماڻهن تي آهي. تنهن ڪري ڀيرومل ''سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ'' ۾ اهو به ڄاڻايو آهي ته سنڌي ادب ترقي ڪيئن ڪئي. حاصل مطلب ته هن ڪتاب ۾ ٽي تاريخون اچي وڃن ٿيون: (١) سنڌ جي سياسي تاريخ، (٢) سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، (٣) سنڌ جي ادبي تاريخ.

هن ڪتاب ۾ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي ته سنڌي زبان بنيادي طرح سنسڪرت سان نسبت رکي ٿي، ۽ پوءِ جدا جدا دورن ۾ ڌار ڌار زبانن جو منجهس اثر ٿيندو ويو آهي.

۲. **قديم سنڌ**:- هي ڪتاب مسٽر ڀيرومل انگريزي، هندي ۽ ٻين ڪتابن توڙي مقالن مان مواد گڏ ڪري مرتب ڪيو آهي. ڪتاب جي پهرئين جلد ۾ سنڌ جي اوائلي دورن جي بيان ڪندي، ويدن کان ٻ، اڳ جي دور کان وٺي، پراڻن جي دور ۽ مهاڀارت تائين مواد جي ڇنڊڇاڻ ڪئي ويئي آهي، جنهن جي مطالعي کان پوءِ سنڌ جي قديم دور جي انساني معاشري، مذهب، تهذيب، رسمن ۽ حالتن جو پتو پوي ٿو. هن ڪتاب جي مطالعي سان پنهنجي مادر وطن جي گذريل دور جي خوشحالي، اوج ۽ عروج جي خبر پوي ٿي. خود ڀيرومل لکي ٿو:

> ”پنهنجي ديس لاءِ فخر، وطني حب جو هڪ مکيه لڇڻ آهي. اهو لڇڻ، اسان ۾ وڌي، اسان کي سچو وطن دوست تڏهن بنائيندو، جڏهن اسين پنهنجي پرڳڻي جي آڳاٽي اوج جو دل ۾ دور ڪري ۽ وڌيڪ ترقيءَ لاءِ حال جو خيال ڪري، پنهنجو ارواح مستقبل سان ملائي ڇڏينداسين. پوءِ آڳاٽي اوج جو فخر ۽ آئيندي جا آسرا اسان ۾ نئين جيوت ڦوڪيندا ۽ عجيب اتساهه پيدا ڪندا“.

هي ڪتاب ڪل سورهن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. پهريائين ”سنڌ“ جي عنوان هيٺ، پنجيتاليهن صفحن ۾ تبصرو آهي، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي ته قديم هندستان جي تاريخ ڪيئن نهي، ڏندڪٿائن ۽ ٻولين ۽ تاريخ ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون کوجنائون ٿيون آهن، آرين جو اصلوڪو ٺڪاڻو ڪهڙو هو، ويدڪ زمانو ڇا هو ۽ ان دور ۾ تاريخ جون ابتدائي لکيتون ڪيئن جڙيون، ۽ سنڌ جي تاريخ جو بنياد ڪيئن پيو. آخر ۾ ’سپتو سيتا‘ جا اوائلي ماڳ ۽ مڪان ٻ پڌايا ويا آهن. ان کان پوءِ ڪتاب جو اصل مواد شروع ٿئي ٿو.

۳. **طلسم**:- هي ڪتاب اصل ۾ ’ٽئلسمن‘ جي ٿالي سان والٽر

اسڪاٽ جو تصنيف ڪيل آهي، جنهن ڪي اول ساڌو هيرانند سنڌي ويس ۾ آڻڻ جو خيال ڪيو، ۽ ٥٦ صفحا ترجمو ڪري، پنهنجي مئگزين ''سرسوتيءَ'' ۾ ڏنا ۽ ڇپائين. پر حياتيءَ ساڻس وفا نہ ڪئي ۽ پويان پياسي صفحا پوءِ ڪاڪي پيرومل سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا. هن صاحب ڪوشش ڪري پنهنجيءَ عبارت ۾ ساڌو هيرانند وارو رنگ رکيو آهي. ترجمو ٿيل ڪتاب سنڌي ادب ۾ اهڙوئي مقام حاصل ڪيو آهي، جهڙو اصلوڪي ڪتاب ڪي انگريزي ادب ۾ حاصل آهي.

**ڪتاب جي بابت ۾:-** هيءَ هڪ نصيحت آموز تاريخي ناول آهي. جيڪو صليبي لڙاين جي ذڪر تي ٻڌل آهي. پنهنجو ڌرم، پنهنجو آبرو پنهنجيءَ جان ڪان بہ وڌيڪ عزيز سمجهڻ، نيت جو صفا ۽ دل جو دلير ٿيڻ، اهڙي فراخدلي ڌارڻ جو دشمن سان بہ سڄڻ تي هلڻ، بيمارن جي خدمت ڪرڻ، اوکيءَ ۾ ٻين جي واهر ڪرڻ، قول تي قابو رهڻ، شراب کي ڌڪارڻ، دغا ۽ ڪوڙ کان وڌُن وڃڻ، ابهرو ٿيڻ — اهي ۽ ٻيون ڪيتريون ئي چڱيون ڳالهيون هن ڪتاب ۾ آيل آهن: اهوئي سبب هو جو ساڌو هيرانند جهڙي لائق انسان هن ڪتاب ترجمي ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو: انهيءَ لاءِ تہ ننڍيءَ نهيءَ وارا اهو پڙهي ان مان چڱا لڇڻ پرائين.

**عبارت ۽ ٻولي:-** مٿي چيو ويو آهي تہ هن ڪتاب جا پويان ٨٢ صفحا ديوان پيرومل ترجمو ڪيا آهن، پر ڪوشش ڪري پنهنجي عبارت بہ ساڌو هيرانند جهڙي رکي اٿس، جنهن بزرگ پهريان ٥٦ صفحا ترجمو ڪيا هئا. ڪاڪي پيرومل جو اهو ڪمال آهي جو ساڌو هيرانند جهڙي هوبهو عبارت رکي اٿس. سندس لکڻي اصطلاحن پهاڪن ۽ چوڻين سان سينگاريل آهي: البت ايترو آهي جو ديوان پيرومل، ساڌو هيرانند جي ڀيٽ ۾، عربي خواهہ پارسي لفظ ۽ محاورا زياده ڪم آندا آهن. هيٺ پيرومل جي طرز تحرير جا مثال ڏجن ٿا:-

(الف) '' ٻئي جوان پوءِ ميدان ۾ نڪري نروار ٿيا، ۽ هڪٻئي سان منهن اٽڪائي بيٺا. سلطان جي اشاري تي، دهلارين دهلن تي دس هنيا، ۽ اهي واڄٽ وڄايا، جو تماشبينن کي ڪنن ۾ تاڙيون

ٿي پيئبون. هيءَ ڪوپاڪلي ڪوڏيا، گهوڙن کي اڙيون هڻي، هڪيڻي تي حملو ڪرڻ لڳا. ڪا مهل ڊوڙي پٺي ڊهون ڏنائون. نيٺ مارڪئس، وجهه وٺي، پنهنجو ڀالو سر ڪنئيٽ جي سيني ۾ ٿي ستڪايو ته هن حريف، سيني اڳيان سپر ڏيئي اهو ڌڪ گسائي ڇڏيو. اتي سر ڪنئيٽ جو گهوڙو ڇرڪيو، ۽ پستيون هڻڻ لڳو. هن ڪار سوار گهوڙي کي ڇڪار ڏيئي، گهٽي جهليو، ۽ ڦڙتائي ڪري، مارڪئس تي ڦري آيو. پر ڪري اهڙو ڀالو هنيائينس، جو ڍال زره سان پار لنگهي ويس، ۽ ڦڙ ڦيهي وڌائينس!"

(ب) "بادشاهه جي شوخيءَ تي حڪيم ڊرو ته ڪين ٿيو، پر پاڻ ۾ قدم مٿي ويو. رک رکائي اصل ڪانه ڪيائين. چوٽ سان چيائين: فرنگستان جا بادشاهه ٿي منهنجي ڀلائيءَ جو عيوض مون کي اهو ٿا ڏيو، جو مون تي اکيون ڪيي ٿا اچو؟ هاڻي ڏسجو ته آءٌ اوهان کي ڪيئن ٿو چنگ چاڙهيان. هينئر ديس پرديس اوهان کي بدنام ڪندس. جتي قدردان ماڻهو هوندا، اتي اوهان جي بيقدري ۽ بيشڪري جو ڊنڊورو ڏيندس. جن اوهان جو نانءُ ناموس ٻڌو هوندو، انهن کي به آگاهه ڪندس ته اوهين اول درجي جا ڪنجوس آهيو".



## مخدوم محمد صالح ڀٽي
## ١٨٨٧-١٩٥٣ع

هي صاحب، ٢٥- سيپٽمبر ١٨٨٧ع / ٧- محرم ١٣٠٥هه تي، پراڻن هالن ۾ ڄائو هو. سندس نصب، سورج ونسي راجپوت خاندان ۾ شري رامچند سان ملي ٿو.

پنهنجي ڳوٺ ۾ چار درجا سنڌي پاس ڪري، وڌيڪ پڙهڻ لاءِ ڪراچيءَ ويو، ۽ سنڌ مدرسة الاسلام ۾ ١٩٠٢ع ڌاري داخل ٿيو، جتان ١٩٠٨ع ۾ سنڌي فائينل ۽ ١٩٠٩ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. ١٩١٠ع ۾ کيس پوني جي زرعي ڪاليج ۾ تعليم وٺڻ لاءِ وظيفو مليو.

مگر ساڳئي وقت مدرسي جي پرنسپال مسٽر ٽي.ايچ.وائينس، کيس ہاڻ وٽ اسسٽنٽ ماسٽر ڪري رکيو، جا غربت جي ڪري قبول ڪيائين. ان ڪان پوءِ سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو، جتان ترقي ڪري، ١٩٤١ع ۾، ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ٿرپارڪر جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر مقرر ٿيو. آخر ١٩٤٤ع ۾ انهي عهدي تان سبڪدوش ٿيو. پاڻ ڊاڪٽر دائودپوٽي ڏانهن لکيو هئائين:

''قادر ڪريم جا ڪروڙ احسان، جو پنهنجي هن ابزي بندي کي پنهنجيءَ قوم ۽ ملت جي خدمت ڪرڻ جي توفيق بخشيائين، ۽ چوٽيهن ورهين جي طويل عرصي اندر ڪڏهن به چاپلوسي خواه خوشامد ۽ ذاتي غرض اڳيان نمڻ نہ ڏنائين. 'فتبارڪالله احسن الخالقين!' هنن ڏکين ڏينهن ۾، آمدنيءَ جي محدود ذريعن تي نظر ڪندي، جيتوڻيڪ بشريت جي ڪلي قاعدي ڪان مجبور ٿي، بندو حوصلو هاري رهيو آهي، تاهم غني الاغنيا ۽ دانا بينا خالق برحق ۽ رزاق مطلق مان آسرو لاهڻ ۽ 'لاتقنطو من رحمة الله' ڪان منهن ڦيرائڻ گناه عظيم سمجهي، پنهنجا ڪم ڪريم جي حوالي ڪريان ٿو، ۽ پنهنجي ۽ پنهنجن ٻچن لاءِ سندس ئي دستگيريءَ ۽ ڪرم جو خواستگار آهيان.''

پٽي صاحب، ڊسمبر ١٩٥٣ع ۾ پراڻن هالن ۾ وفات ڪئي.

**علمي ۽ ادبي خدمتون:**- مخدوم صاحب ماستريءَ واري زماني ۾ ''الاسلام'' رسالي جو ايڊيٽر هو، مگر سياسي حالتن جي ڪري ايڊيٽريءَ تان استعفا ڏنائين. ١٩٢٠ع ڪان سنڌي ورنيڪيلر فائينل جو ممتحن مقرر ٿيو. هن جي ادبي خدمت جو زمانو ١٩١٤ع ڪان شروع ٿيو، ۽ آخري عمر تائين هيٺين ادارن تي ميمبر ٿي رهيو: مسلم ايجوڪيشن مليس ڪاميٽي؛ سنڌي لٽريچر سينٽرل ائڊوائزري بورڊ آف ڪنٽرولر، ايجوڪيشنل ڪاميٽي فار ٽرائيبل پيپل، ڊسٽرڪٽ ائڊوائزري ڪاميٽي حيدرآباد سنڌ، ۽ سنڌي ادبي سوسائٽي حيدرآباد.

**تصنيفون:** شاگرديءَ واري زماني ڪان وٺي، مخدوم صاحب کي مضمون نويسيءَ ۽ شاعري ڪرڻ جو گهڻو شوق هو. نوڪريءَ واري عرصي ۾ هيٺيان ڪتاب لکيائين:

سيدة النساءِ، بي بي رابع بصري، منصور حلاج، صديق اڪبر، عروس ڪربلا، سقراط، اخلاقي جواهر، منهاج المؤمنين.

پينشن تي لهڻ کان پوءِ هي ڪتاب لکيائين:

اسان جو پيارو آقا، فاروق اعظم، واندڪائيءَ جي وندر، فتوحات اسلام، ڪيڏارو [احسان فقير جو]، المرتضيٰ، حيات سعدي، ڪلام صوفي مخدوم محمد ابراهيم پٽي [سندس والد]، ڪلام مخدوم عبدالرؤف ڀٽي [سندس ڏاڏو]، مضامين [متفرقه]، ڪلام صالح.

## ڪتابن تي تبصرو:

**اخلاقي جواهر:** مخدوم صاحب جو هي ڪتاب، رسالت ماب جن جي سوانح حيات آهي، جا پاڻ دلي جذبي ۽ محبت وچان لکي اٿس. ڪتاب جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته اسلامي تاريخ مان سندس دلي شوق هو. ڪتاب جي منڍ ۾ پاڻ عرض حال جي عنوان سان لکي ٿو:

> ”حمد ۽ نعت بعد: مشيت ايزديءَ ۾ هر ڪم لاءِ وقت ۽ ساعت اڳيئي مقرر ۽ معين آهي، ۽ جيستائين اهو وقت لٿو اچي اها ساعت نٿي پهچي، تيستائين عاجز انسان ڪيتري به ڪوشش ڪري، بيسود: جيڪا تڪليف وٺي، سا سڀ اجائي ثابت ٿئي ٿي. چنانچه هن ڪتاب جي تيار ڪرڻ جي سودا ڪجھ وقت کان سر ۾ سمايل هو، پر ڪجھ دنيوي مشغولين، ڪجھ طبع جي سستيءَ ۽ گهڻو مٿين سبب ڪري، اها خواهش پوري ٿي نه سگهي.“

هن ڪتاب جو مواد، حضرت جن جي اسلام آڻڻ ۽ انهيءَ سلسلي ۾ تڪليفون برداشت ڪرڻ واري مضمون تي مشتمل آهي. مختلف ۽ موزون جاين تي نعتون به ڏنل آهن.

**عبارت ۽ ٻولي:** مخدوم صاحب جي ٻولي جذباتي عبارت واري آهي. سندس عبارت سليس آهي. صاف، سليس ۽ سهڻيءَ زبان، مضمون ۾ دلڪشي ۽ عبارت ۾ روح ۽ جذبو پيدا ڪري، سندس هن ڪتاب کي وڻندڙ بڻايو آهي. مخدوم صاحب جي طرز بيان اثرائتي آهي. دلي محبت وچان، پنهنجي لکڻيءَ ۾ جو آهنگ پيش ڪري سگهيو آهي، تنهنجو ثبوت هيٺ ڏنل مثالن مان معلوم ٿيندو:

(الف) آهي جن الاهي احڪام رڳو پڌڻ ۾ نثي ڳهريا، اهي جي ڪنن ۾ ڪيهه وجهي گهڻين سان لکيا ٿي ته خدائي ڪلام سڻڻ کان بچون: —الله اڪبر! اهي ئي هٿا، جن ساڳيو ڪلام معجز انجام عرب جي حصي حصي ۾، عجم جي ڪنڊ ڪنڊ ۾ پهچايو. اهو عمر بن خطاب، جو غيظ ۽ غضب ۾ پرجي هروقت حضور جن جي ٻئي باعث آزار رهيو ٿي، سو ئي فاروق نامدار ۽ سندس ئي تلوار آبدار هئي، جنهن قيصر ۽ ڪسريٰ جو هميشه لاءِ خاتمو ڪيو. ''اهي مشهور ۽ معروف شجاع، جن تي شجاعت ڪي به ناز هو: اهي نامور فاتح ۽ اعليٰ درجي جا سپهسالار جن هڪڙي ئي ڌڪ سان سطلنت ڪي گهڙيءَ ۾ صفحهٔ هستيءَ تان هميشه لاءِ غلط حرف جيان ميٽي ۽ ميساري ڇڏيو. جن زماني جي زبردست شهنشاهن ڪي هڪ آن ۾ تخت تان تختي تي ليٽائي وڌو. آخر پڌايو ته ته چوطرف هزارين اهڙن زبردست ۽ بهادر دشمن هوندي به هڪڙي تن تنها انسان حق جي دين جو هوڪو ڏيڻ شروع ڪيو، ۽ هڙو جو ڪامياب ٿيو، تنهن جو ڪارڻ ڪهڙو؟ اهي لوهه ۽ فولاد جا خنجر جن ڪان سطيع ٿيا، يا هڏن جا هٿ هئا، جن جي صوبن جو تاب آڻي نه سگهيا.

( ب ) ''سڻايو ته اهو ڪهڙو جان جانان آهي، جنهن جي گهڻين سان لنگهڻ وقت، جنهن جي آواز سڻڻ شرط، معصوم ٻچا ڊوڙي ڪيس چنبڙي ويا ٿي: ساڻس ڇهني پيار ڪيائون ٿي ۽ پيار ورتائون ٿي! جنهن جي زبان تي هڪ جنبش سان سوين شيدائي خزانا نثار ڪرڻ لاءِ آماده هئا، سو ٽي-ٽي، چار-چار ڏينهن سانده فاقي ۾ رهي، پنهنجا ڪپڙا پاڻ ڌوئي، پاڻ پنهنجون چتيون وجهي، پنهنجي جتيءَ جي پاڻ سرمت ڪري، ۽ پاڻ ئي سٽس پيوند لڳائي! جنهن جي مهمان نوازيءَ جو اهو حال جو جَوَ ڪائي ۽ ڪنڪ ڪارائي، بک ۾ رهي به ڍؤ ڪرائي! سخاوت جو اهو مثال، جو فرمائي ته جي مون وٽ جبل جيترو سون به هجي ته رات گذارڻ کان اڳيئي سڀ رب پاڪ جي راهه ۾ خيرات ڪري ڇڏيان!''

(ت) ”يتيم ياتي جي ثابت قلمي ڏسي، ايمان ۽ اتفاق سان پريل جواب ٻڌي، ابو طالب حيران رهجي ويو. محنت جو دريا جوش ۾ آيس، ۽ سڏ ڪري چيائين ته اي اکين جا نورا اي ساهه جا سرور، ڪاڏي ٿا وڃو؟ محمد! بابا، موٽي اچو. سر صدقي، دل فدا. پيارا، رنج نه ٿيو، غم نه ڪريو: جان قربان ڪندس، ۽ ساهه نثار. ڪير اوهان جو نالو وٺي!“



## لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي

### وفات ١٩٥٤ع

هيءُ انهن صاحبن مان هڪ آهي، جن کي سنڌي زبان جا سڄڻ هرگز وساري نه سگهندا. ديوان صاحب ١٩٥٤ع ۾ بمبئيءَ ۾ وفات ڪئي. پاڻ ورهاڱي کان پوءِ هندستان لڏي ويو هو، جتي سنڌي ادب جي خدمت لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. سندس اها خواهش هئي ته ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ۽ هند جي سنڌين ۾ علمي، ادبي ۽ ثقافتي ميل جول جيئن جو تيئن رهي. هو آزاد خيال شخص هو. پيغمبر اسلام (صلعم) جي تاريخ نهايت وڻندڙ انداز ۾ لکي اٿس، جنهن ڪري کي دوست کيس مذاق طور 'لعل محمد' به چوندا هئا. سنڌ سان ايتري ته محبت هيس جو مرڻ کان اڳ وصيت ڪئي هئائين ته ”منهنجي هاڏي سنڌو درياءَ ۾ داخل ڪئي وڃي. منهنجي گنگا سنڌو آهي.“ شاهه جو هي بيت چوندي مٽيءَ سڪ جو اظهار ڪيائين:

مياڻي جياس جي وڃي مڙهه ملير ڏي.

**ادبي خدمتون:** ديوان لالچند هڪ ماستر جي حيثيت ۾ پنهنجي ادبي زندگي شروع ڪئي، ۽ هڪ بلندپايه اديب ۽ مصنف جي حيثيت ۾ هي جهان ڇڏيائين. ادب جي هر فن ۾ ڪتاب لکيائين. سنڌي زبان، شاهه لطيف، تصوف، گهرو زندگي، سماجي معاملات کان سواءِ، ناول، ڊراما، ڪهاڻيون ۽ مضمون به لکيائين. پاڻ هڪ پختو فنڪار، سليس ۽ مٺي زبان لکندڙ ۽ ظرافت جي عبارت جو صاحب هو. سندس زبان

مٺي، سليس، صاف ۽ سهڻي هئي. عربي، فارسي، هندي ۽ سنسڪرت جي ڏکين لفظن کان پاسو ڪيو اٿس، جنهن ڪري سندس زبان ۽ عبارت عام فهم آهي. سنڌ سرڪار طرفان بنايل ”سنڌي ساهت صلاحڪار ڪاميٽيءَ“ (هاڻوڪو سنڌي ادبي بورڊ) جو پاڻ سيڪريٽري هو. ورهاڱي کان اڳ ”مهراڻ“ رسالي سان سندس گهرا ناتا هئا، ۽ شروع کان آخر تائين ”مهراڻ“ جو مئنيجنگ ايڊيٽر تي رهيو.

**تصنيفون:-** لالچند صاحب جي تصنيفن ۽ ترجمن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:- (١) سيٺ ڪي ويٺ [ڊرامو]، (٢) نقد ڏرم [ڊرامو]، (٣) چوٽ جو چنڊ [ناول]، (٤) ڪشنيءَ جا ڪشٽ [طبعزاد ڪهاڻي]، (٥) ڏکن ڏڌي زندگي، (٦) شاهاڻو شاهه [شاهه لطيف بابت]، (٧) سچل سونهارو، (٨) بيرلکي باغ جو گل سنڌي [ٻه ڀاڱا. خليفي گل تي تنقيد] (٩) ندا گلاب [نظماتي نثر] (١٠) ڦلن مٺ [مضمونن جو مجموعو]، (١١) عمر مارئي [ڊرامو]، (١٢) لڳ نئيو، جيءُ ڪهڻو، (١٣) سون ورنيون دليون [ناول]، (١٤) ڪيرت رس، (١٥) پرمانند، (١٦) هندو نارين سان ويل، (١٧) سهڻي ميهار [ڊرامو]، (١٨) سچ تان صدقي [ناول]، (١٩) پرونو، (٢٠) حضرت محمد رسول الله، (٢١) مسافريءَ جو مزو ۽ مير جو رنگ، (٢٢) ماتمين کي دلداري، (٢٣) سڦر ڪيڏارو، (٢٤) حسُرَ مکيءَ جا، (٢٥) پريم جا پول، (٢٦) هندستان جي تاريخ [ڀاڱو پهريون]، (٢٧) لجاوتي، (٢٨) شاعراڻا گل، (٢٩) ساٺڪ، سوتي، لال، (٣٠) پنيور، (٣١) عملدار کين رعيت آزار.

## چند ڪتابن تي تنقيدي نظر:

**١. سون ورنيون دليون:-** ديوان لالچند هيءَ ناول I. Edhor صاحب جي اصل انگريزي ۾ لکيل “Hearts of Gold” تان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. پاڻ خود لکي ٿو: ”سون هن کي سنڌي ويس هن لاءِ ڍڪايو، جو چيم، پنهنجي ديس ڀاين کي ڏيکاريان، جو سون ورنيءَ دل وارا جيئرا جتي ڪٿي ٿا ٿين“.

هن ناول جي پلاٽ ۾ ڏيکاريل آهي ته ’رٿ‘ هڪ جرمن، نوجوان، سترهن سالن جي ڇوڪري، برلن کان رواني ٿئي ٿي، ۽ پنهنجي ماميءَ

جي گهر اچي ٿي، جا ڪيس ڏسي چپ ٿي موٽي؛ البت ماساتيس سرهي ٿئي ٿي. هن سفر ۾ رت جي پيلاين وت اچ وڃ ٿئي ٿي، ۽ هيلبار سان ۾ واقفيت ٿئي ٿي. هيلبار شهر جو رهاڪو ۽ اڪيلو اميرزادو آهي، پر شهري زندگيءَ سان بيزار آهي. هيلبار کي رت جي صحبت اهڙي وڻي ٿي جو نيٺ ساڻس شادي ڪرڻ جو ارادو ڪري ٿو. سندن مڱڻو ٿئي ٿو، پر نيٺ ٻنهي جي خيالن نه ٺهڻ ڪري مڱڻو ٽٽي ٿو، ۽ رت جي شادي آلڊينهوفر سان ٿئي ٿي.

هن ناول ۾ ڪيئي نصيحت آموز ڳالهيون آهن. ناول نگار جي مقصد مطابق، آهي دليون، جيڪي عشق ۽ محبت سان ڀمتار آهن، جيڪي ناز ۽ نخري، هٺ وڏائيءَ ۾ ظاهري ڏيک ويک کي نظرانداز ڪن ٿيون ۽ قدرت جي ڪرشمن کان متاثر ٿين ٿيون، جيڪي محبت جي محابي ڪلفت کي ڪاٽڻ لاءِ تيار رهن ٿيون، ۽ سک، صلح ۽ سانت لاءِ بيچين رهن ٿيون، سي ئي ”سون ورنيون دليون“ آهن. دل ئي دل کي سڃاڻندي آهي. هڪ گلابي گل جي ڪلڻ سان سارو باغ ٻهڪڻ لڳي ٿو، تيئن هڪ سون ورنيءَ دل جي آمد سان غم ۽ گوندر في‌الحال غائب ٿيو وڃن ٿا، ۽ هڪ سلول، مايوس ۽ ويڳاڻو انسان مسرت ۽ راحت وچان ٽپڻ لڳي ٿو.

هن ناول ۾ مترجم ڪردار نگاري، سيرت نگاري توڙي ٻيون خوبيون اهڙي انداز ۾ نمايان ڪيون آهن، جو خبر ئي پوي ته ڪو هيءُ ناول ترجمو ٿيل آهي.

**عبارت ۽ ٻولي:-** سليس، مٺيءَ ۽ دلڪش زبان جي ڪري، لالچند امر ڏنومل هرهڪ سنڌي دان کي پيارو هو. هو هميشه بامحاوره ٻولي ڪم آڻيندو هو. مسٽر لالچند هڪ ڪامياب ناول نگار ۽ قابل مترجم هو. ”سون ورنيون دليون“ سندس هڪ بهترين شاهڪار آهي. هن ناول ۾ واقعه‌نگاري ۽ سيرت نگاري اهڙيءَ قابليت سان ڪئي اٿس، جو سڄي مضمون ۾ اصليت نمودار آهي، ۽ سون ورنين دلين جا ديدار تصور جي پردن تي ٿيڻ لڳن ٿا. سڄي ناول جي زبان عام فهم ۽ سليس آهي. اصطلاح، پهاڪا ۽ محاورا اهي ئي ڪم آندا اٿس، جيڪي عام‌طور

گهرن ۾ استعمال ڪيا آهن. هيٺ ڏنل مثالن مان سنڌس طرز تحرير جي خوبي معلوم ٿيندي:

(الف) ''تون نينگر، اڃا دنيا ڏٺي ڪانهي. حياتيءَ جي لاڙهه چاڙهه جي تو کي ڪهڙي سڌ؟ ماڻهوءَ جي مٿان گهٽيئي ٿا اهڙا دور اچن جو سنا پيارا سڀ ڪانئس ڦريو وڃن. جنهن ننڍڙيءَ تي پاڻ پيٽو هجي، ماءُ تپايو ڏنيس. جن کي پاڻ اکين نُور ڪيو سمجهي، سي سندس جاني دشمن بڻجيو پون. آن مهل ڏس ته اڪيلائي ساري ٿي، ڪين پاڻ جياري ٿي.

(ب) ''ننڍڙي کا آتانهين ڪانهِ هئي، پر وڻ آتس هيٺ مٿي پاسن کان ايترا ۽ اهڙا گهاٽا لڳا پيا هئا، جو منجهانئس اڳيرو لنگهي وڃڻ ڪاتر گس ٿي ڪونہ ٿي ڏنو. سانت ۽ ايڪايت وري ڪهڙي هئي! ماڻهوءَ جو آواز ته نهيو، پر ڪنهن پکي پرندي جي لات بہ ڪانہ ٿي سڄي. رڻ آمالڪ منهن ورائي، وڻن جا ڏار هڻن سان ڏار ڏار جهلي، وچانئن وات جوڙي، منجهن اندر گهڙي ائين ويئي، جڻ ڪا ٽپي ٿي هنيائين. وڻن جي ڏارن مان جو ڪنين سندون سج جو ترورو هيٺ پٽ تي ڪونہ پيو مو، سو آتس گهاٽي سائي سينور جا چٽا بڻجي ويا هئا، جنهن ۾ رڻ جا پير سرئي تائين پرجي پيا، وري وڻن مان جي پن ۽ گلن جا ورق ڇڻيا، سي موتين ۽ زمرد جيان، مٿي ۽ گهاگهريءَ تي چنبڙي پيس. رڻ جنبڪو ڏيئي، آهي لاهي ڇڏيا.''

(ب) ''رڻ پٺاري تي هٿ رکي، اکيان بيهي، چشمي جي تري ۾ نهاريو. جاچيائين ٿي ته سچ پچ ترو اهڙو اونهو اٿس ڇا، جنهن جو سَپ مليُ ٿي نٿو. ڦوهاري مان جي پوندون پئي آيون، هر هر آهي پئي منهن تي جهٽيائين، وري چشمي مان جو پاڻي اڀڙ ڪري مٿي پئي چڙهيو، هر هر ڪنڙو ڏيئي، ان جو آواز ائي بڌائين؛ ائين پئي پانيو، جڻ چشمو ڳالهيون پيو ڪٿي، ۽ سڪ وارن جون جي آسون آميدون آڏامي ويئيون هيون، تن کي اوساري اوچنگارون ڏيو پيو روئي.''

اهڙيءَ طرح، هن ڪتاب جي زبان بامحاوره ۽ بيشمار چوڻين سان پريل آهي.

۴. **چوٽ جو چٽڪ:** هيءُ ڪتاب ديوان لالچند جي آڳاٽن طبعزاد ڪتابن مان هڪ آهي. ان جو پهريون ڇاپو ۱۹۰۹ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو. ڪتاب جو عنوان ٻي آهي ”چوٽ جو چٽڪ“ يا ”پرم جي پلاڻي“، ۽ عنوان جي مٿان هيٺين ٻه لکيل آهي: ’هر ڳالهه ۾ حڪمت‘. دراصل هن ناول جو پلاٽ اهڙو آهي، جو خود مصنف کي ڇپائڻ تي دل ئي نٿي ٿي. خود پاڻ لکي ٿو:

”هيءُ ڪتاب لکي تيار ڪيم، ۽ ڪيترن سڄڻن کي ڏيکاريم، تن مان گهڻن جي صلاح ٿي ته بيشڪ ڇپائينس. پر ته به ٻڌي نريس، ته مٿان ڪو اهڙو اجايو سڄايو ۽ ڪٿو حرف وڏو هجيم جو ڪن اشرافن، اخلاق جي عشق ۾ سرگردان صاحبن کي نه وڻي، ۽ ڪراهت ڪان ٿيءُ اچي وڃين.“

هن ڪتاب جو پلاٽ رواجي آهي، پر قابل مصنف پنهنجيءَ خداداد قابليت سان اُن کي سهڻي نموني ٺاهي ويو آهي. ڪتابي صورت ۾ ڇپجڻ کان اڳ، هيءَ آڪاڻي ”سرسوتي“ مخزن ۾ ڇپبي هئي، پوءِ منجهس قدري پيچ-گهٽ ڪري، اُن کي ڪتابي صورت ۾ آندو ويو.

هن ناول لکندي، لالچند صاحب ٽيپي ٽيپي تي ڪي رايا به ڏيندو ويو آهي، جن مان ڪي سنڌس پنهنجا خيال آهن ۽ ڪي ڪن مغربي ناولن مان ترجمو ڪيا اٿس. هرهڪ باب جي منڍ ۾ نظم به ڏيندو ويو آهي.

ناول جو مضمون آهي ته: هن روي زمين تي هرڪا قوم پرسي آهي. اڻ پڙهيل ته خير، پر پڙهيل به پرم ۽ سنسي کان ڇٽل نه آهن. هن ڏس ۾ مغربي باشندا به آزاد نه آهن. ڪٿي ڏسندا ته مانيءَ تي تيرهن ڄڻا گڏ ويٺا آهن، ته هڪڙو منجهانئن اُمالڪ ڪسڪي ويندو، چو ته سنسو پوندو اٿن ته تيرهن ڄڻا ماني گڏ کائيندا ته هڪڙي جو سال اندر موت ٿيندو.

هن ڪتاب ۾ ڏيکاريل آهي ته پرم جو پوت ماڻهوءَ کي ڪيئن نه پنڌڪائي ٿو، ۽ انسان ذات تي سنڌس ڪيترو نه زور جميل آهي.

ڇپي ڇپي تي نصيحت وارا نڪتا بہ بيان ڪيل آهن. مڱڻي ڪهڙو ڪجي، قرض ڪان پاسو ڪجي، وغيره جهڙيون ڳالهيون چڱي نموني سمجهايون ويون آهن.

**عبارت ۽ ٻولي:**- هن ڪتاب ۾ لالچند صاحب جي سنڌي جهوني طرز واري ۽ بامحاوره آهي. لکڻيءَ جون سڀ خوبيون — سليس زبان، رنگيني ۽ رواني — هن ڪتاب جي حسن جا اسباب آهن. ازانسواءِ حسن بيانيءَ جي ڪري لالچند صاحب جو هيءُ ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ خاص مقام رکي ٿو. سندس عبارت جا نمونا هيٺ ڏجن ٿا:

(الف) ''واهري جي وير هئي، سورج پنهنجي روشن سواريءَ جو نشان شفق جي صورت ۾ ڪري ڇڏيو هو. اسان جي 'تازي سڳيل' نوجوان کي ٿهڪندڙ اڇو وڳو ڍڪيل هو، ۽ هڪ آشنا سان گڏ، وڏي درياءَ جو رستو ڏيو پئي ويو. انهيءَ ساري رستي جي ٻنهي ڪپن تي ڳچ سرهيون نمون ۽ سارا گهاٽا پپر، ٻندرا ٻڙ ۽ سهٽا پپر، جزوي هنڌن سنوان سڙهہ ۾، هڪٻئي سان لاڳيتو آيا آهن، جن جا جهمٽ هڪٻئي ۾ بلڪل ڳتيا پيا آهن، ۽ شاهي ڇٽي ڪري ٻڌي اٿن. انهن وڻن پور جهليو هو، ۽ ٻوڄاڙيءَ جي سيتل هير بہ پئي لڳي، سو خوشبوءِ جي هبڪار ڏاڍي پئي آئي.''

(ب) ''اسانجو 'تازو سڳيل' نوجوان رات جي رسوئي جهمي، دستور موجب، رستي تي هوا کائڻ نڪتو. اوچتوئي اوچتو، آتي سندس دماغ ۾ سندس پريتم جي قرب جو بجليءَ جيئن چمڪو ٿيو، ۽ آتيئي وري اڳيانئس پردو اچي ويو. پڻ پانيائين تہ ڪا ڳجهي چؤر منهنجو اندر پيئي کائي، ۽ دل جو ماس چني. ڦٽڪندي ڦٽڪندي، اک تہ لڳي ويس، پر چت ۽ دماغ جو چرخو آئينئي پئي هليس. تانجو پوئين سج سڌن جي مهل، خواب نڌائين تہ تہ ''مون کي چاوا آهن ڪنب، ۽ آءٌ هڪ ڳاپٽ ڳيروءَ کي پاڪر ۾ وجهيو هوا ۾ پيو اڏامان. سونهن ۽ سرهائي، گلاب ۽ چنبيلي کانئس شرمسار آهن. منهن جنهن جو چوڏڪلو ۽ ڳچي جهڙي هنس جي؛ پيشاني لسي، نهايت موچاري؛ پرون تہ جهڙا پالا ڪارا؛

اکيون تنوُرن جيهون ۽ آب ڪٽورا، منجهائن پريم پيو ڇٽي؛
نڪ انب قتار ۽ وات تنيو؛ بعضي چپ تـو چوري، ته ڪر
ڪوئل تي ڪنجي يا پنوُر تو ڳنجي!“

(ب) ”قرض کهڙو نه پرو مرض آهي. متان ڪو اوهان سان حرص
وچون سائس هٿ ڳنڍي! ٻلاءُ جي وسيعت نه هجيو، ته پيٽ کي
پٽيون ٻڌي پڇيءَ تي ويلو پاڙجو؛ پٽ پنهر له پڇيو ته ڪٿو
هنڊائي وقت ٽپائجو، پر قرض ڪوڙهه جو ٽڪو، تنهن جو ٻوجهو
سر تي نه کڻجو. قرض اتو چنوُري جي چوُرا ڏسو، متان پاڻ تي
چنبڙڻ ڏيوس. ته ٻڌڻي نه پيٽي ڪري ڏيوَ ۽ ڳنڍڻي نه
ڳاري ڇڏيوَ.“

٣. **سدا گلاب**:- ديوان لالچند جي ڪتابن ۾ ”سدا گلاب“
جو درجو گهڻو اتم آهي. پاڻ مهاڳ ۾ لکي ٿو:

”سون هي سدا گلاب، ٽورڙا بابو رويءَ جي ’باغبان‘ تان
وٺي، ۽ ٽورڙا انهن جي اوٽ تي پنهنجي سرجي، گهڻيءَ سڪ
۽ پيار سان، سنڌي ساهت جي چمن ۾ هن لاءِ لڳايا، جو
سون کي پڪ هئي ته سنڌي زبان جي زمين هوندي جيتوڻيڪ
ڪلراٺي، ته به ندرَ صوفين جي نهر جا آٿس جو ڳجگاهه پيلا
پيا جهولن، انهيءَ ڪري هي سدا گلاب انهيءَ چمن کي رونق
چڱي وڌائيندا“.

لالچند صاحب هن ڏس ۾ ٻهريون دفعو ڪوشش ڪئي آهي، ۽
سنڌي ادب ۾ پهريون دفعو ’نغماتي نثر‘ ۾ هن قسم جا اوچا آدرشي
خيال، دماغ جي مدد سان، دل جي گهرائين سان ويهي لکيا آهن. پاڻ
مهاڳ ۾ لکي ٿو ته:

”اڄ جاڻان ٿو ته سنڌي ساهت جي چمن ۾ هي سدا گلاب
نپٽ نوان آهن، پر سنڌين کي هڪواري اها طرز اچي وڻئي
ته انهن جي سڳنڌ جو ساءُ ڪيئن وٺجي، ته پوءِ پڪ اٿم
جو پاڻيهي پيا ڏک پريندا ته هي سدا گلاب برابر جيءَ کي
جيارينداڙ ۽ پريم سان ڀرَ آهن“.

لالچند صاحب هن ڪتاب کي جدا جدا نمونن ۾ ورهايو آهي. سيئي عنوان، واقعي 'جيءَ کي جيارينڌڙ' ۽ ''هرير سان پٽر'' آهن. انهن عنوانن سان ڪي هي آهن:

(الف) ادا باغبان! هھڙا سدا گلاب تو ڪٿان آندا؟
( ب ) سندن لڙڪ سدائين مرڪ ڳاڙڙ.
( ب ) آءٌ ٻار سان ٻار، ٻڍي سان ٻڍو.
( پ ) دل جو ڦڪيڙو دام ۾ ڪيئن ڦاٿو؟
( ت ) مون ڏي تو ليئو چو پاتو؟
( ٿ ) دل ويرانيءَ جو ڦڪيڙو.
( ٽ ) اگوندر آنند جو لڪاءُ.

**عبارت ۽ ٻولي:-** هن ڪتاب جي عبارت دلڪش ۽ لطيف آهي. مصنف نازڪ خياليءَ، باريڪ بينيءَ، لطافت، ملاست ۽ رنگين زبان سان هن ڪتاب ۾ بيان ڪيل هڪ هڪ خيال کي سينگاريو آهي. جذبي، آهنگ ۽ تڙپ واري مضمون کي اصلي رنگ ۽ ويس ۾ اهڙي نه انداز سان پيش ڪيو اٿس، جو اصلي روپ نمودار ٿئي ٿو ۽ سارو منظر اکين اڳيان ڦرڻ لڳي ٿو. مثال لاءِ ڪي ٽڪرا ڏجن ٿا:

(الف) ''سڪ وارا سڪايل، تن کي اٺ ئي پهر ڪڪر منجهه ڪپار ۽ جهڙ نيڻن سان نه لهي. ميهن متدائتو وسي؛ هنن جون اکيون اونهاري، سياري، چيٽ ۽ ڪتيءَ آگميو اڇن. پر سندن لڙڪ سدائين مرڪ ڳاڙڙ؛ ۽ مشڪ جو هڳاءُ ۾ منجهانئن اچي ٿي پيو.''

( ب ) ابا شاعر! سچ ٿو لهي. مٿي جا وار ننهنجا اڇا ٿيندا وڃن. تون ته پنهنجي منهن ڏن لڳايو ويٺو آهين. پر پرلوڪ جو ڪو ٻڌيان ڪن تي پوندي ٿو ڪين نه؟

چار ئي مهلون گڏ برابر اچي ٿيون آهن. پر آءٌ ڪنڙو ڏيو ويٺو آهيان ته وهڻ سان ڪو سڏ ته ڪونه ڪريم؛ جيتوڻي دير ٿي ويئي آهي. آءٌ اکيون ٻايو ويٺو آهيان ته متان ڪي رولاڪ دليون نه اچي باڻ ۾ ملن، ۽ نينهن پريا نيڻ ڪٿي مون کي نيزاري ڪن، ته سان جي دل جو راز سرود ساز ۾ بيان ڪر.

هاڻ، آءٌ جيوت هُن پر ويهي، اجل ۽ آخرت جا وِٿو واسامان ڳايان، تہ ٻوءِ هن جي ذلين ۾ آڏ سانڊ پيا آتن، انهن جو ذوق شوق تازو جهڪو ٿيندو وڃي.

نديءَ جي ڪپ تي هوءَ چڪيا پيئي پري، اها بہ چاڻ ٽري. چنڊ بہ هٽي هٽي، باقي ڪا ليڪ وڃي رهيو آهي، انهيءَ جي سُهانيءَ ۾، هن اڪيلي آستان جي آڳنڊ سنجهان گدڙ پيا ڪوڪون ڪن."

(ب) "ٻڌايانءِ، منهنجي دل جو پکيڙو تنهنجي دام ۾ ڪيئن ڦاٿو؟ ڪم سوداگر جو، آءٌ مڪ سانگي سانس رکيو ڳڌجي آيو هوس، ٻوءِ تنهنجن چپن جي چاش سنجهان هڪڙو چنبو جو اتس پيو، انهيءَ جو سواد ڪانئس اڃا نٿو وسري!"

ٻڌايانءِ، منهنجي دل جو پکيڙو تنهنجي دام ۾ ڪيئن ڦاٿو؟ اُهي سر جا وار چمڪيدار، لسا ۽ زيبدار، انهن کي جو تو چنبڪو ڏنو، تہ هڪڙي دل ڪانہ هئي، جا اچي ڦٽ تي پيئي!"



## علي خان ولد عمر خان اَبڙو

### ١٨٨٨-١٩٥٤ع

هيءَ صاحب هڪڙي غريب گهر جو چشم و چراغ هو. سندس پيدائش سيهڙ کان ڇهہ ميل پري، ڳوڊڙني کان اوريان، هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾، ١٨٨٨ع ۾ ٿي. ننڍي هوندي تمام گهڻو ڪمزور هوندو هو. سندس والد کي ڪن ماڻهن چيو تہ "هي ڇوڪرو وري ڪهڙا هر ڪاهيندو؟" عمر فقير نالي هڪ درويش ننڍڙي عليءَ جي آڱر جهلي چيو تہ "انشاءالله، اوهين سڀ هن جا ڳيجهر ٿيندا." آخر اها ڳالهہ سچي ثابت ٿي. مرحوم جنهن ماحول ۾ پليو هو، تنهن جو ذڪر پاڻ پنهنجي ڪتاب "اسلام ۽ ترقيءَ" جي پهرئين حصي ۾ هيئن ڪيو اٿس:

"منهنجو مرشد ۽ منهنجو والد ٻئي صوفي هئا، پر اڻپڙهيل هئا.

اسلام جي ڪين ڪاٻہ خبر ڪانہ هئي. جيتوڻيڪ هو فهم ۽ عقل وارا هئا، ۽ نيڪ نيت ۽ اخلاص وارا بہ هئا، پر اسلام جي واقفيت نہ هئڻ ڪري، ۽ هاٺوڪي ڪوڙي تصوف جي رواج هئڻ ڪري، شريعت ڪان پري هئا. روزي ۽ نماز ڪان غافل هئا. ڀلڪ نشو ڪرڻ، فڪر پچائڻ واريءَ حالت ۾ مباح ڄاڻندا هئا. بهشت فقط دلاسو ۽ دوزخ فقط ڊڄڪو سمجهندا هئا.“

ابڙو صاحب ننڍي هوندي ڪان وٺي نهايت محنتي هو. مئٽرڪ جو امتحان ١٩٠٦ع ۾ شانداريءَ سان پاس ڪيائين. هشياريءَ ۽ قابليت جي ڪري، مدرسي جي پرنسپال سندس همت‌افزائي ڪئي، ۽ ان جي مهربانين سان ئي ڪيس جهوناڳڙهہ ۽ بمبئيءَ ۾ تعليم وٺڻ جو موقعو مليو، جتي پاڻ فيلو ٿي رهيو. آخر، ١٩١٢ع ۾، ايم.اي. پاس ڪيائين.

علم جي شوق ڪري ئي پاڻ تعليم ڪاتي ۾ گهڙيو. اول ڪراچي جي اين.جي.وي هاءِ اسڪول ۾ هيڊماستر ٿيو. علم جو ايترو تہ شوق هوندو هوس، جو ڏينهن رات ونس ڪتابن جا ڍير لڳل هوندا هئا. هر سوضوع جهڙوڪ: ادب، مذهب، تاريخ ۽ فلسفي جا ڪتاب پڙهيائين. مولانا حاليءَ جي مسدس پڙهڻ ڪان پوءِ ڪيس اسلامي تاريخ جي واقفيت جو خيال ٿيو. اسلاميات جي موضوع تي بہ ڪافي ڪتاب پڙهيائين. انگريزي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ شايع ٿيل اسلامي ڪتاب، قرآن ڪريم جا سڀ تفسير، علم حديث ۽ علم فقه جو گهرو مطالعو ڪيائين. انهي سلسلي ۾ خود لکيو اٿس:

”مٿين ڪتابن پڙهڻ ڪان پوءِ مون کي اسلام جي تبليغ جو شوق گهڻي قدر پيدا ٿيو، جا ڳالهہ عجب جهڙي ڪانهي. انسان جي فطرت ئي ائين آهي. جنهن ڳالهہ کي سچ سمجهندو ۽ جنهن جو ڪيس شوق هوندو، سا ٻين سان ڪندو. ڪيس ان ڳالهہ ڪرڻ ڪان روڪڻ اهڙو آهي، جهڙو درياءَ کي وهڻ ڪان روڪڻ.“

**علمي ادبي خدمتون:-** هي صاحب، پنهنجي دل جي لاڙي موجب، پيرن فقيرن ۽ ملن مولوين جي خلاف لکندو هو. هر خراب

رسم جي خلاف جهاد ڪيائين، تنهن ڪري هر طرف کان مٿس ڪفر جون فتوائون نڪتيون. هيٺين لکيتن جي ڪري مٿس فتوائون ظاهر ڪيون ويون:

(الف) ''نُورنامو'' ڪوڙو آهي

(ب) دعا گنج‌العرش جون سندون ڪوڙيون آهن

(ٻ) ڪيترا معجزا ڪوڙا آهن

(ڀ) تسبيح مٿين واري پڙهڻ فضول آهي

(ت) اسقاط ڪرڻ غلط آهي

(ٿ) تعويذ لکڻ غلط آهي

(ٽ) مرادن حاصل ڪرڻ لاءِ لک صلواتون ڪيڻ غلط آهي

(ث) اڪيلو يا گڏجي ''الله-الله'' يا ''هو-هو'' ڪرڻ (رواجي ذڪر) غلط آهي

(ٺ) قرآن بخشائڻ غلط آهي

نه رڳو غلط رسمن لاءِ بلڪ سماجي برائين دور ڪرڻ لاءِ به ڏاڍو هٿ پير هڻايائين، ۽ قلمي جهاد ڪيائين. هميشه اعلان ڪندو هو ته اسلام مُلائيت، فرعونيت ۽ قارونيت کي ختم ڪرڻ لاءِ آيو آهي. سرڪاري ملازم هوندي به، سياسي رهنمائن جي خلاف پيو لکندو هو. سندس هي رايو هو ته سياست جو بنياد اخلاق تي هئڻ لازمي آهي، نه ته فرعونيت جو پيدا ٿيڻ اٽل آهي. مرڻ ويل چيائين ته افسوس صرف اهو اٿم جو هڪڙو مضمون لکي نه سگهيو آهيان: سندس چوڻ موجب، پنو ۽ قلم گهرايو ويو، ۽ پاڻ مضمون لکڻ شروع ڪيائين، جنهن جو موضوع هو ''دنيا جي سيني مسلم حڪومتن کي انتباهه''. ليڪن اهو مضمون پورو ڪرائي نه سگهيو. انهيءَ اڻپوري مضمون جي شروعات هن ريت آهي:

''جيڪو به ٻئي تي حڪومت ٿو هلائي سو پاڻ کي خدا ٿو سڏائي؛ ۽ جيڪو به ٻئي جي غلامي ٿو ڪري، سو خدا کي ڇڏي ٻين جي پوڄا ٿو ڪري.''

**تصنيفون:-** ابڙي صاحب جا هيٺيان ڪتاب مشهور آهن:

(١) حالات نبوي، (٢) احاديث، (٣) رسومات تباهي، (٤) تعليمات اسلام [حصو ١، ٢] (٥) اسلام ۽ ترقي [ڇهن حصن ۾]، (٦) اخلاقي گلدستو، (٧) اسلام ۽ ڇوڪريون، (٨) تفسير قرآن مجيد، (٩) اسلام ۽ ڪميونزم، (١٠) اسلام جو مالي نظام.

## ڪتابن تي تبصرو:

**١. اخلاقي گلدستو:** هن ڪتاب ۾ نيڪ اخلاقن ۽ نيڪ عملن تي مضمون لکيل آهي. حب الوطني ۽ خود قرباني، هڪڙي عام غلطي، قرآن مجيد معنيٰ سان پڙهڻ، سنڌ جا مسلمان پنهنجي اولاد جا سچا خيرخواه نه آهن، عقل ۽ اختيار، دينداري ۽ روحانيت، تعليم ۽ تربيت، نظام ۽ آزادي، مساوات بنيادي آهي، پيار ۽ محبت، ۽ اهڙي قسم جا پيا مضمون هن ڪتاب ۾ ڏنل آهن، جن جي مطالعي کان پوءِ ائين چوڻ بلڪل درست ٿيندو ته هي ڪتاب بيشڪ ”اخلاقي گلدستو“ آهي. مُنڍ ۾ سنڌ جي سمورن مسلمانن کي مجموعي خطاب ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ تي زور ڏنو اٿس. اڳتي صاحب لکي ٿو:

> مسلمان ڀائرو! اوهين ڇيئي چاهيو ٿا ته اسين خوشحال ۽ آسودا هجون: تندرست ۽ طاقتمند هجون: بيمارين ۽ دوائن کان ڇٽل رهون. چڱا چڱا کاڌا، جهڙوڪ کير، مکڻ، گوشت، مڇي ۽ ميوا کائون، چڱا چڱا ڪپڙا، جي اونهاري جي گرميءَ کان ۽ سياري جي سرديءَ کان بچائين، سي پهريون، اهڙن ڪشادن گهرن ۾ رهون، جن ۾ گرميءَ ۽ سرديءَ کان بچاءُ هجي، ۽ صفائي سٿرائي سوجود هجي، چورن، ٺڳن، بدمعاشن ۽ ظالمن جي لچاين ۽ ظلمن کان آزاد رهون، مطلب ته هر طرح دنيا ۾ خوش ۽ باعزت رهون. اهي اوهان جون خواهشون ۽ تمنائون آهن، ته پوءِ انهن مرادن حاصل ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟ مان اوهان کي يقين سان ۽ ثابتين سان ٻڌائيندس ته فقط علم جي وسيلي ئي اوهين پنهنجون اهي سڀ مرادون حاصل ڪري سگهندؤ. جيڪڏهن اوهين سڀ پڙهيل هجو ۽ چڱا چڱا ڪتاب پڙهندا رهو، ته پوءِ ترقي ۽ سڌارو جلد اچي ويندو.“

**عبارت ۽ ٻولي**: ابڙي صاحب جي لکڻي سليس آهي. هن جيڪي لکيو آهي، سو قوم ۾ اصلاح پيدا ڪرڻ جي مقصد سان لکيو اٿس. هو عمل جو قائل هو، تنهن ڪري اڪرن ۾ ڪڏهن به اٽڪي نه پيو. پاڻ جيتوڻيڪ عربي ۽ فارسيءَ ۾ ماهر هو، پر تنهن هوندي به ڪڏهن ڳاٽي ٻڌا لفظ پنهنجيءَ عبارت ۾ ڪم ڪونه آندائين. پاڻ جيئن محسوس ڪندو هو، تيئن ئي لکندو هو. اهو ئي سبب آهي جو سندس لکڻيءَ ۾ جاذبيت گهڻي آهي. حاصل مطلب ته هن صاحب سليس سنڌيءَ ۾، قوم کي اخلاقي سبق سيکارڻ لاءِ قلم کنيو. سندس طرز تحرير جا ڪي مثال ڏجن ٿا:

(الف) **حب الوطن**:- ”وطن جي حب ايمان جو جزو آهي. قرآن شريف ۾ حج واري سورت پڙهي ڏسندؤ ته اوهان کي يقين ٿيندو ته ان ۾ فقط خود قربانيءَ جو سبق سيکاريل آهي، ۽ سنجهس ڏيکاريل آهي ته خود قرباني عين اسلام آهي. ارسان جي ڳالهه آهي ته اسان جي سنڌ ديس ۾ اڃا خود قربانيءَ جو گڻ پيدا ئي نه ٿيو آهي. اسين پنهنجي ديس ۽ قوم کي پنهنجي خود غرضيءَ لاءِ قربان پيا ڪريون.“

”عوام الناس يعني عام ماڻهن ۾ جي اڪثر ڪري جاهل آهن، ڏسندؤ ته گهڻو ڪري منجهن جهيڙا جهٽا، فساد، هڪٻئي کي ٺڳڻ ۽ هڪٻئي کي نقصان پهچائڻ بلڪل رواجي ڳالهيون آهن. اڄڪلهه پيا ته ڇڏيو، پر پاڙ ۽ پاڙيال ۽ چاچا ۽ ماما به هڪٻئي جا دشمن ٿي پيا آهن. هي ته ٿيا جاهل، پر تعليم يافته ماڻهن جو ڪهڙو حال آهي؟“

( ب ) **قرآن مجيد معنيٰ سان پڙهو**:- ”مسلمان ڀائرو! جيڪڏهن توهين دولتمند ۽ عزت وارا ٿيڻ چاهيو ٿا، جيڪڏهن دنيا ۾ سر بلند ۽ شاندار بنجڻ چاهيو ٿا، ۽ دنيا ۽ آخرت جون سڀيئي نعمتون ماڻڻ چاهيو ٿا، ته قرآن مجيد معنيٰ سان پڙهو. سڀ مرد ۽ عورتون، ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون، قرآن مجيد معنيٰ سان پڙهو، ۽ اڻپڙهيلن کي پڙهي ٻڌايو. وڌيڪ نه ته، هر روز فقط هڪ آيت جي معنيٰ سکو.

''الله‌تعالىٰ بار بار ٿو فرمائي ته قرآن شريف کي سمجهو، ان تي غور ۽ فڪر ڪريو ۽ عقل هلايو ۽ ان تي عمل ڪريو. يعني الله‌تعالىٰ جي حڪمن جي پيروي ڪريو ته توهين ايمان وارا ٿيو ۽ چڱا عمل ڪري، ترقي ڪريو، ۽ الله‌تعالىٰ جا پيارا بڻجي وڃو.''

## (ت) سنڌ جا مسلمان پنهنجي اولاد جا سچا خير خواه نه آهن

''حضرت رسول عليه‌الصلوات والسلام جن فرمايو آهي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي اولاد ۾ چڱيون عادتون ۽ چڱا لڇڻ ٿو ڇڏي ته ڪجهه به ٿو ڇڏي، اگرچه ڪيتري به دولت هنن لاءِ ڇڏي مري وڃي. آهي به سچ پچ ائين. روزمره جو تجربو آهي ته جن ۾ اخلاق ۽ عادتون خراب آهن، سي لک رپيا پڻ ماڻن اندر کپائي مصيبتن ۾ گرفتار ٿي وڃن ٿا. وڏي ۾ وڏي دولت آهي چڱيون عادتون ۽ چڱا لڇڻ. دنيا ۾ اهو ئي آسودو ۽ باعزت گذاريندو، جنهن جا اخلاق خراب نه هوندا. مگر جنهن جا اخلاق خراب هوندا، سو هن ئي دنيا ۾ سڃائيءَ، بيمارين ۽ مصيبتن ۾ گرفتار ٿي ويندو. سنڌ جا مسلمان، چڱين عادتن ۽ چڱن لڇڻن بدران ٻارن کي بد عادتون سيکاريندا آهن. جيڪڏهن ڪو ٻار گار ڏيندو آهي يا ڪوڙ ڳالهائيندو آهي، يا ٻئي کي ڏک هڻندو آهي، ته انهيءَ جا مائٽ کيس روڪڻ بدران کلندا ۽ خوش ٿيندا آهن، جنهن ڪري اهو ٻار وڌيڪ خراب ٿيندو ويندو آهي. جيڪي مسلمان شاهوڪار آهن، سي وري نه رکو پاڻ هٿ ڇاڙ ۽ خرچائو آهن، نه رڳو ٻار جا انگل پورا ڪندا آهن، پر ازخود خوشيءَ سان هن کي ريشمي ڪپڙا وغيره وٺي ڏيندا آهن. جيڪڏهن ٻار جا هر قسم جا انگل پورا ڪجن ٿا ته پوءِ هو پاڻ تي ضابطي رکڻ ۽ چڱيءَ سنئيءَ ڳالهه جي پروڙ ڪرڻ نٿو سگهي.''

# شمس العلماءُ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو

## ۱۸۹۶-۱۹۵۸ع

ڊاڪٽر صاحب، ۲۵- مارچ ۱۸۹۶ع ڌاري، دادو ضلعي جي ٿلتي ڳوٺ ۾، هڪ غريب گهر ۾ ڄائو هو. ابتدائي تعليم چوٿين انگريزيءَ تائين، پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ حاصل ڪري، پوءِ لاڙڪاڻي جي مدرسي ۾ داخل ٿيو، جتان ۱۹۱۵ع ۾ نوشهري فيروز جي مدرسي ۾ پڙهڻ لاءِ ويو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ صوبي جي تعليم کاتي جو مدارالمهام خانبهادر قاضي غلام نبي، مدرسي جو پرنسپال هو، جو هميشه سنڌس ساراه جا ڍڪ پريندو هو. ان بعد سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو، جتان بمبئي يونيورسٽيءَ جو مئٽرڪ امتحان نمايان ڪاميابيءَ سان پاس ڪيائين، ۽ ۱۹۲۱ع ۾ ڊي.جي. سنڌ ڪاليج مان امتياز سان بي.اي جو امتحان فارسيءَ ۾ پاس ڪيائين، ۽ سڄيءَ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو. ايم.اي. جي طالب علمي واري زماني ۾، مختلف وقتن تي سنڌ مدرسي ۽ چرچ مشن هاءِ اسڪول ۾ انگريزي، عربي ۽ رياضيءَ جو معلم ۽ ڊي.جي. سنڌ ڪاليج جو فيلو ٿي رهيو. ۱۹۲۴ع ۾ اعليٰ تعليم لاءِ انگلنڊ ڏانهن آسهيو، ۽ ۱۹۲۷ع ۾، ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان پي.ايچ.ڊي. جي سند حاصل ڪري وطن وريو. ڊاڪٽر صاحب ۲۲- نومبر ۱۹۵۸ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. سندس وصيت مطابق، ڪيس پٽ شاهه تي، شاهه صاحب جي روضي وٽ دفن ڪيو ويو.

سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقيءَ لاءِ ڊاڪٽر صاحب پاڻ ڇڳو پتوڙيو. هو ''سنڌي ادبي بورڊ'' جي باني مان هڪ هو، ۽ ''مهراڻ'' رسالي جي جاري ٿيڻ ۾ هن جو خاص هٿ هو. ڊاڪٽر صاحب مختلف مشرقي ۽ مغربي زبانن جي ادب جو تسليم شده ماهر ۽ عالم هو. هن جون تصنيفون انگريزي، عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن ۾ موجود آهن. سندس تصنيف ۽ تاليف ڪيل ڪتاب ۽ مقالا هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

(۱) عربي شعر جو فارسي شعر تي اثر [انگريزيءَ ۾]، (۲) هندستان ۾ عام تعليم [انگريزي ۾]، (۳) تاريخ معصومي [فارسي ۾]،

(۴) چچنامو [فارسيءَ]، (۵) شاهه جو رسالو [ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان گڏ]، (۶) منهاج العاشقين، (۷) شاهه عبدالڪريم بلڙائيءَ جو احوال، (۸) ابيات سنڌي، (۹) سرها گل [سهاڳ]، (۱۰) آتم ڪهاڻي [پنهنجي سوانح عمري] ۽ (۱۱) ڪلام گرهوڙي.

**مضمون ۽ مقالا:** (۱) انسان ڪامل شاهه عبداللطيف جي نظر ۾، (۲) شاهه جو صوفيانو شعر، (۳) شاهه ۽ رومي، (۴) شاهه جي تصوير، (۵) ڀٽ تي ڀيرو، (۶) شاهه ڪان اڳ جا شاعر، (۷) سنڌي علم ادب، (۸) سنڌي شاعر ۽ سنڌي شعر، (۹) سنڌي ادب جي تاريخ، (۱۰) سنڌي ادبي سوسائٽي، (۱۱) برٽن صاحب جي سنڌي ادب تي نظر، (۱۲) ادبي ذوق، (۱۳) شيخ عبدالرحيم گرهوڙي، (۱۴) ''بيڪس''، سنڌ جو هڪ مشهور شاعر، (۱۵) شاهه ڪريم، شريعت ۽ طريقت جو روشن تارو، (۱۶) سئين عيسي جي تربت جي تلاش، (۱۷) قاضي قاضن، (۱۸) سلطان الاولياء، خواجه محمد زمان، (۱۹) آخوند لطف الله، (۲۰) عيدالفطر، (۲۱) حج، (۲۲) عورت ۽ اسلام، (۲۳) باران رحمت وغيره.

ڊاڪٽر صاحب جي ٻولي سليس ۽ بامحاوره آهي. پاڻ عام فهم ٻوليءَ جو حامي هو، البت موقعي آهر عربي ۽ فارسي لفظ به ڪم آڻيندو هو. سندس عبارت جا ڪي مثال پيش ڪجن ٿا:

(الف) ''هيءَ دنيا هڪ حيرتناڪ هستي آهي. ساعت بساعت، ماڻهن جيان سوين رنگ بدلائي ٿي. گهڙيءَ گهڙيءَ نوان ويس ۽ روپ پائي ٿي ۽ ويس مٽائي ٿي. سڪندر ۽ دارا پنهنجا وارا وڄائي ويا، پنهنجا نقارا ۽ نشان جتي رڳا. مصر ۽ يونان، روم ۽ ايران، اسيريا ۽ تورانءَ جهڙون قديم بادشاهتون به انهيءَ لهر ۾ لڙهي ويئيون. جدت پسند قدرت وري ٻيون قومون پيدا ڪيون، جن پڻ نوبت لنگهائي، عدم جي واٽ ورتي. انهن جي هستيءَ جو نشان سندن تاريخ مان ملي ٿو.''

(ب) ''سنڌ جي جهاڳ ۽ ٻيانت تري ۾ سهسين بيبها موتي سپجن ٿا، جي هوند جهان کي وڏيڪ جرڪائين. هزارين گلابي گل پنهنجو منهن لڪائي، برپٽ ڪي واس ڏيئي ٿا، جن مان هوند

سنسار کي سڳنڌ ملي. ڪٿي آهن اهي غواص، جي پاتال ۾ ويهي سپون سوجهي ڪڍن. ڪٿي آهن اهي واس وڻندڙ ڪوڏيا، جي بيران بيابان جاڳي نازڪ گلن جي سرهاڻ سنگهن ۽ ان جي عطر سان دنيا جي دپيل دماغ کي دئي ڏين. ڪٿي آهن اهي ڪاني ۽ ڪرامت جا صاحب، جن جي فيض سان پرت جا پهڙا پُر جام پيئندا هئا. اڄ انهن جي جاين تي ڏپ سڙيا الغارون ڪري رهيا آهن."

(ب) **شاهه ڪريم جي رسالي جو ديباچو**:- "وڏائي واڪاڻ واحد کي جڳائي، جو جهان جو اپائڻهار ۽ بخشڻهار آهي. هو نرانجن نر آڪار بيچون ۽ بي مثل آهي. سندس صفتن بيشمار سڄي سنسار کي موهيو آهي. ڪنهن کي مجال جو انهن جي حد ۽ حساب کي رسي سگهي، ۽ سڀ هستيون انهيءَ سام ۾ منجهيل ۽ سڀئي دماغ انهيءَ دام ۾ قائل آهن. تنهن هوندي به هرهڪ چيز مان سندس جلوو بکي ٿو، ۽ ان جي هيڪڙائيءَ جو هوڪو اچي ٿو. سڀڪو لوڪ ۽ سيو جيڪو اهو ئي سُرُ الاپي رهيو آهي."

ڊاڪٽر صاحب وفات کان اڳ شاهه جو رسالو ترتيب ڏيئي رهيو هو، پر ان کي مڪمل ڪري نه سگهيو. سندن اها دعوا، ته گربخشاڻيءَ جي رسالي وارا روحاني راز وغيره پاڻ لکيا هئائون، سا قبول ڪرڻ جهڙي ڪانهي، ڇاڪاڻ ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي هن ڏس ۾ تمام گهڻيون تنقيدون ٿيون هيون. ڪيترن ئي مسلم عالمن، گربخشاڻيءَ تي مذهبي خيال کان به تنقيدون ڪيون. اگر اهي روحاني راز ڊاڪٽر دائودپوٽي مرحوم جا لکيل هئا ته پوءِ ڪين جرئت سان اهڙو اعلان ڪرڻ گهرجي ها ۽ ائين چوي ها ته اهي منهنجا لکيل آهن ۽ نه استاد محترم گربخشاڻي جا. اهڙيءَ طرح ٻيا به اهڙا ڪيترائي دليل آهن جن جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو ته گربخشاڻيءَ وارو رسالو، ديوان صاحب جي ئي محنت جو نتيجو هو. تحقيق جي ميدان ۾، توڙي سنسڪرت ۽ ٻين ڏيهي ٻولين جي ڄاڻ ۾، ڊاڪٽر دائودپوٽو، گربخشاڻي کان گهڻو هيٺ هو، ملاءِ گربخشاڻي جي مڪتب جو شاگرد هو. گربخشاڻي، ڊاڪٽر دائودپوٽي کان گهڻو مٿي هو.

# محمد بخش "واصف"

## ١٨٩٢-١٩٥٤ع

هي صاحب ١٨٩٢ع ۾، پنهنجي ناناڻي ڳوٺ، راضي جتوئي، تعلقہ سڪرنڊ ۾ ڄائو هو، ۽ حيدرآباد ۾ پرورش پاتائين. ننڍي هوندي کان وني ڏاڍو ذهين هوندو هو. ٿوري ئي عرصي اندر قرآن مجيد ختم ڪري، ابتدائي تعليم پوري ڪري، اچا انگريزي تعليم ٿي ورتائين تہ سنہ ١٩١١ع ۾ سندس والد وفات ڪئي. گهرو تڪليفن سبب اسڪول ڇڏڻو پيس، ۽ معاشي تلاش ۾ سرگردان رهيو. مشرقي ٻولين ۽ ديني علمن ۾ پنهنجي سر حاصلات ڪيائين.

**علمي ۽ ادبي خدمتون:** واصف صاحب انهيءَ دور ۾ پيدا ٿيو، جنهن دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جا بهترين شاعر ۽ اديب موجود هئا. انهن ۾ مير حسن علي، سانگي، گدا، بلبل، مخلص، فدا، قليچ، خادم، علوي، حڪيم، قادري ۽ بسمل جا نالا قابل ذڪر آهن. اگرچہ ان دور ۾ قاسم، فاضل، حامد ۽ مرتضائي وفات ڪري چڪا هئا، پر سندن جانشين موجود هئا، جن جي ڪري بزم پُر رونق ۽ سخن جي بازار گرم هئي. واصف صاحب جي صلاحيتن کي سمجهندي، مرزا قليچ بيگ فرمايو هو: "هن نوجوان جو شاعرانہ مستقبل نهايت روشن آهي."

شاعر هجڻ سان گڏ، واصف هڪ بلند پايہ جو نثر نويس ۽ اعليٰ درجي جو نقاد بہ هو. فارسي زبان ۾ مُلا حسين ڪاشفيءَ جي مشهور تصنيف "انوار سهيلي" جهڙي دقيق ۽ مغلق نثر واري ڪتاب جو سنڌي ترجمو، "گلزار چنبيلي" جي نالي سان ڪيائين، جنهن جي پڙهڻ سان سندس قابليت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

واصف صاحب هڪ قابل قدر نقاد هو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ شاهہ جي رسالي کي ترتيب ڏيئي، جڏهن ان جو پهريون حصو شايع ڪيو، تڏهن سنڌ جي جن بزرگن ان سان اتفاق نہ ڪيو، تن مان واصف صاحب هڪ هو. پاڻ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي شرح جي جواب ۾ "شرح لطيفي" نالي ڪتاب بہ لکيائين.

واصف صاحب ننڍي هوندي کان مذهبي تعليم چڱيءَطرح حاصل ڪئي هئي. فقه ۽ علم المناظره تي چڱا ڪتاب لکيا اٿس، جن مان مذهبي معلومات ملي. هن جو ڪتاب ”اسان جو پيارو رسول“، سرورڪائنات (صلعم) جن جي سيرت تي سنڌي ۾ هڪ عمدو ڪتاب آهي. اهڙيءَ طرح، ٻن ڀاڱن ۾ ”اسلامي شريعت“ نالي ڪتاب به سنڌس مذهبي تصنيفن ۾ سکيو آهن.

واصف صاحب جي لکيل ڪتابن مان ڪي هي آهن: (١) شرح لطيفي، (٢) اسان جو پيارو رسول، (٣) الاهي انتقام، (٤) اسلامي اخلاقي آڪاڻيون، (٥) اسلامي شريعت، [ٻه حصا]، ۽ (٦) گلزار چنبيلي.

## ڪتابن تي تبصرو:

**١. گلزار چنبيلي:-** ’واصف‘ صاحب جي ڪتابن ۾ هيءُ ڪتاب گهڻي اهميت ٿو رکي، جو فارسي ڪتاب ”انوار سهيلي“ تان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين.

هن صاحب ترجمي ٿيل ڪتاب کي ٻن ڀاڱن ۾ ڌار ڌار ڇپايو آهي، جيتوڻيڪ اصلي ڪتاب يڪو آهي. ڪتاب جي تعريف ڪندي، مرحوم واصف خود لکي ٿو ته ”هيءُ ڪتاب هڪ بيبها موتي آهي. هن جي پڙهڻ مان هزارين فائدا ٿيندا“. ڪتاب جو مضمون اخلاقي ڪهاڻين ۽ نصيحت آموز نڪتن تي مشتمل آهي. ڪتاب جو سارو احوال چين جي بادشاهه ’همايون فال‘ جي خواب ۽ سفر تي سنيرڻ، غيبي خزانو حاصل ٿيڻ، ۽ وصيتن جي بيان ۾ آهي. هن ڪتاب ۾ ڳالهه مان ڳالهه ٿي ڦٽي، جنهن نصيحت ۽ سمجهاڻيءَ لاءِ مثال يا دليل طور پيش ڪيل آهي. هي ڪتاب تمام گهڻو دلچسپ آهي، ۽ پڙهڻ جي لائق آهي.

هن ڪتاب ۾ حسد، ڪيني، خوشامد، ظلم، هٺ، تڪبر، احسان، صبر، تحمل، وغيره جهڙن نڪتن کي مثالن ۽ دليلن سان سمجهايو ويو آهي، ۽ انهن جي ڏاڍن ڏهڙي نقصانن کي ظاهر ڪيو ويو آهي.

**عبارت ۽ ٻولي:-** اصلي ڪتاب مغلق فارسيءَ ۾ لکيل آهي، پر واصف صاحب ڪوشش ڪري ترجمي ٿيل ڪتاب ۾ سليس سنڌي ڪم آندي آهي. جيتوڻيڪ ڪٿي ڪٿي مغلق جملا به ڪم آڻي ويو آهي، جنهن ڪري سنڌس زبان سلاست واري خوبيءَ کي ڇڏي ويئي آهي. مثال:

(الف) ”مرد عاقل کي گهرجي ته راحت کي محنت سان بدل ڪري، ۽ اقامت جي عزت کي مسافريءَ جي ذلت سان نه ميٽي.“

(ب ) ”راءِ دابلشيم جي نگاهه جڏهن حڪيم تي پيئي، تڏهن ڇا ڏسي، سبحان الله، درويش جو عالم تجريد و تفريد ۾ قدم آهي، ۽ جبو علم حقايق و دقايق جو زيب تن اٿس، صورت انسانيءَ ۾ سيرت ملڪي آهي. مراسم آداب بجا آڻي، نياز سان سلام ڪيائين.

اهڙيءَ طرح، ٻيا به ڪيترا ئي مثال ملندا. هن ڪتاب ۾ واصف صاحب مقفيٰ نثر ڪم آڻڻ جي به ڪوشش ڪئي آهي. ان ۾ ڪن هنڌن تي ڪامياب ٿيو به آهي، پر ڪٿي ڪٿي اصليت کان هٽي ويو آهي، ۽ مجموعي طور ڪامياب نه ٿيو آهي. مثال:

”خواب ۾ ڇا ڏسي ته هڪ پيرمرد، سفيد ريش، نوراني پيشانيءَ سان اچي پيدا ٿيو، جنهن کيس سلام ڪري چيو ته اي شهنشاهه، اڄ تو گنج خداتعاليٰ جي رضامنديءَ لاءِ لٽايو، تنهن ڪري درياءِ رحمت جو جوش ۾ آيو. حڪم ٿيو آهي ته سياڻي علي الصباح جي دارالسلطنت جي اڀرندي طرف ڏانهن توجهه ڪريو.“

ڪتاب جي عبارت، پراڻن قصن جي طرز واري به آهي. مثال لاءِ هڪ ٽڪرو ڏجي ٿو:

”راءِ دابلشيم چيو ته ٻڌم داستان چغلخور مڪار جو، جنهن هڪ بيگناهه کي ناحق قتل ڪرايو ۽ خداتعاليٰ ان فساديءَ کي پنهنجي بد ڪم جو به نتيجو ڏنو. هاڻي جيڪڏهن حضور جن عنايت فرمائين ته يڪدل دوستن جي صحبت جي فائدن جو داستان گوهر فشان بيان ڪن. حڪيم بيدپاءِ معشوق سخن کي بيان جي جواهر سان اهڙيءَ طرح سينگارڻ لڳو، ته عاقلن جي نزديڪ ڪوئي درجو خالص يارن جي حاصل ڪرڻ کان اعليٰ ناهي. ڪا ئي زر سخن دوستن جي وجود کان قيمتي نه آهي. بزرگن فرمايو آهي ته اي عزيز، ڪنهن يار صادق سچي جو طالبو ٿيءِ جو جهان ۾ جنهن کي دوست نه هجي، سو پڻ بي نشاني ۾ گمنام آهي.“

## خانبهادر محمد صديق ميمڻ
## ١٨٩٠-١٩٥٨ع

سنڌ جو هيءُ تعليمي خدمتگار ۽ ڪهنه مشق اديب ٢٠- نومبر ١٩٥٨ع تي وفات ڪري ويو. ميمڻ صاحب هڪ قومي خادم ۽ اعليٰ تعليمي ماهر هو. سنڌ ۾ زناني تعليم جي ضرورت محسوس ڪري، حيدرآباد ۾ ''مدرسة البنات'' جو بنياد وڌائين ۽ آخري گهڙي تائين ان ۾ چاهه وٺندو رهيو.

ميمڻ صاحب جون علمي ۽ ادبي خدمتون ناقابل فراموش آهن. جنهن زماني ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد جو پرنسپال هو، تنهن زماني ۾ ''سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ'' جو بنياد وڌائين، جنهن جو روح روان پاڻ هو. هن سوسائٽيءَ طرفان نهايت ئي دلڪش ۽ معياري ڪتاب ڇپايائين، جن ۾ ديني، اصلاحي، تاريخي ۽ ادبي ڪتاب اچي وڃن ٿا. ميمڻ صاحب بهترين نثر نويس به هو. سنڌي نثر ۾ هن جون خدمتون قابل قدر آهن. سندس لکيل ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب خاص اهميت رکن ٿا، جن ۾ درسي ڪتاب به شامل آهن.

(١) سنڌ جي ادبي تاريخ [ڀاڱو ١ ۽ ٢]، (٢) پاڪستان جي تاريخ، (٣) سنڌ جي تاريخ، (٤) انگي حساب، (٥) ذهني حساب، (٦) جاميٽري، (٧) گرامر، (٨) مضمون نويسي، (٩) حياتيءَ جو دؤر، (١٠) ڪلاس رهنما، (١١) تعليمي نفسيات، (١٢) شاهه جو رسالو، (١٣) جمڙتو شهزادو ۽ (١٤) بيگلارنامو.

### ڪتابن تي تبصرو:-

**١. حياتيءَ جو پهريون دؤر:-** سنڌي ادب ۾ اخلاقيات تي جيڪي به ڪتاب لکيا ويا آهن، تن ۾ هيءُ ڪتاب چڱي پائي جو آهي. خصوصاً سماجي ۽ گهرو زندگيءَ تي هن ڪتاب جهڙا ڪي ٿورا لبندا. هن ڪتاب جي لکڻ سان ميمڻ صاحب سنڌ جي عورتن جي رهبري ڪئي آهي. ديباچي ۾ پاڻ لکي ٿو:

''هيءُ ڪتاب 'حياتيءَ جو پهريون دؤر' ... [illegible]

لکيو ويو آهي ته پڙهندڙن کي چڱيءَ طرح خبر پوي ته نينگرين کي تعليم ڏيڻ جي ڪيتري قدر ضرورت آهي، ۽ انهن جي پرورش ۽ سنڀال ننڍي هوندي کان وٺي ساماڻجڻ تائين ڪهڙيءَ طرح هئڻ گهرجي. وندرائيندڙ ۽ مؤثر آکاڻيءَ ۾ ثابت ڪري ڏيکاريو ويو آهي ته ماءُ-پيءُ تي نيائين جا ڪهڙا حق آهن، ۽ نيائين جا ڪهڙا فرض هئڻ گهرجن، جو پاڻ کي هر حال ۾ سکي رکي سگهن، ۽ پنهنجا سونهيل ڪم فضيلت سان سنڀالي سگهن“.

ميمڻ صاحب ڄاڻائي ٿو ته:

”هن ڪتاب جو بنيادي مضمون علامه راشدالخيري دهلوي جي اردو ڪتاب ’صبح زندگي‘ تان ورتو ويو آهي، مگر سنڌ جي حالت پٽاندر ان ۾ ضروري ڦيرگهير ڪئي ويئي آهي، جنهن ڪري آکاڻي جي سٽا به اصلوڪي بيان کان گهڻي ڦريل آهي“

”نيائين کي ڪيئن سنڀالجي، سندن رهبري ۽ نگهداشت ڪيئن ڪجي، انهيءَ ڏس ۾ هيءُ ڪتاب ڄڻ ته هڪ اُستاد آهي، ۽ ائين چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونه ٿيندو ته زناني تعليم جي اصولن تي هيءُ ڪتاب جوڙيو ويو آهي. جن جن عنوانن کي آڏو رکيو ويو آهي، انهن مان ڪي هي آهن: ٻار جو ڏئي تعاليٰ ڏي ڏيان، ٻار ۾ رحمدلي جو ٻج، بيڊنگي ڇوڪري جا ڪم، مت جهڙي ملاقات، ماٽائي محبت ۽ ماٽائو درجو، گهر جو مڪتب، ڇوڪرين پاڙهڻ بابت زنانو بحث، پائر وڏي وٽ، ماءُ سان دشمني، سچ سون ڪوڙ ڪنجهو، شادي ۾ زنانا ڪتراڻ، هڪڙو بي‌انتظام گهر، ڏيءَ ڏڻ جا ڪم، ڪنوار کان سوڪلائي وغيره. سڀني ذڪر ڪيل مضمونن ۾ خوش اخلاق ۽ بداخلاق نيائين جو ڪردار پيش ڪيو ويو آهي.

**عبارت ۽ ٻولي**:- ميمڻ صاحب، ”مسافر“ مرحوم کي هن ڪتاب لکڻ ۾ پنهنجو ساٿي بنايو هو. سندس لکڻي پختي، اثرائتي، رواني‌ءَ واري ۽ دل کي وڻندڙ آهي، ۽ سندس اسلوب بيان دلڪش آهي. اصليت کي هٿان نه ڇڏيو اٿس، جنهن ڪري هرهڪ ڪردار جو عڪس،

طرزتحرير جي مدد سان ڪيبو اٿس. هڪ بگڙيل گهر جو بيان اهڙي ته انداز سان ڪيو اٿس، جو ان جو هوبهو عڪس اکين اڳيان تريو اچي. ميمڻ صاحب هميشه عام فهم ۽ سليس زبان جو حامي هو. هن ڪتاب ۾ سليس زبان، اصطلاح، پهاڪا ۽ چوڻيون سندس عام فهم زبان جو مثال آهن. هو خود هڪ ناصح هو. هن ڪتاب ۾ 'سنجيده' ڪي انهيءَ ويسڌاري جي روپ ۾ آندو اٿس. ميمڻ صاحب جي طرز تحرير جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(الف) ''سمي، الله جو ڏنو سيو ڪجهه آهي. مون ڪي ڪاڏي پيتي جي ڪا ڳڻتي ڪانهي. جيڪڏهن اولاد به الله سائين پرئين هٿين ڏني ها، ته هينئر چانگون هجن ها. سا به جيئن خداتعاليٰ جي مرضي ٿي، تيئن شڪر آهي. ان بابت ڪا ڳڻتي ڪنديس ته ڪجهه به ڪين ورندو. ادي زاهد ڪي الله سائين ويهه ڇهارون بخشي، پٽ پڌري ٿئيس، شال ست پٽيتو ٿئي. جيڪا جهوري اٿم، سا فقط ان جي اولاد جي اٿم. ڊيئن ڪاڏو گهر، ته به پاڇائي شهربانو ڪي ڇڻ ته ڪن تي جونءِ به ڪانه ٿي سري. نه ڏيئن جي اٿڻ ويهڻ تي ڌيان، نه انهن جي ڳالهائڻ ٻولائڻ جي فضيلت جو فڪر اٿس.''

(ب) ''سيارو ۽ سرديون، اونهارو ۽ جهولا، واچوڙا ۽ برساتون، صبوح ۽ سانجهيون، ڏينهن ۽ راتيون اچن ۽ وڃن؛ مگر هن مائيءَ ڪان نماز ۽ قرآن نه وڃي. ايترو ته هن مائيءَ به سمجهيو ٿي ته ڇهن ورهين جي پارڙي ته ڪٿ به ڪين سگهندي، ته به چاتائين ٿي ته ننڍڙو ٻار ڪچڙي ڪانيءَ جي مثال آهي، جنهن جي سڌي ڪرڻ جو اهوئي وقت آهي. ذرو غفلت ڪبي ته سپ نڪري ويندو، پوءِ رکو ليڪو ڪٿو پوندو. نريل لوهه جي ڪٽڻ سان ڪي به ڪين ورندو. حميده جو مثال موجود آهي. تيرهن-چوڏهن ورهين جي ٻوڙاڪ اچي ٿي آهي، ته ڇا جي نماز، ڇا جو روزو، ڪنهن جو خدا، ته ڪنهن جو قرآن! سوا پهر سج چڙهندو، تڏهن ته اٿندي، پوءِ تي ليون پائيءَ جون متنهن ٿي هنيون، نه هنئي

جھڙيون، ٻاروڻو ساروڻو، جھڙو هٽ لڳو، سو اپڙ هٽي کڻائي ڇڏيندي. ڪوڙي، ڪساڻي، مڪريلڻ ۽ مغرور، گھر جي سنڀت ۽ ڪم ڪار کان الڳ، شرم ۽ حيا کان پري. ٿوري ڪٿر نہ آئي تہ اهڙا رانڀاڙ لائي ڏيندي جو پنجن ٻاڙن ۾ پڌبا!''

(ب) ''هائو، هائو، مردن جو وڏو واسطو آهي. ٻار جو سڀ کان پھريون مڪتب آهي ماءُ جي هنج. جيڪي ٻار پڙندا سو سمجھندا، جيڪي ڏسندا سو سکندا. ماءُ جي اها حالت جو نہ خدا جي خبر، نہ رسول جي سڌ، سلڇڻائيءَ کان سؤ ڪوہ پري. جاهلي ۾ چڪناچور، عقل نہ هوش، برڪت نہ نور، ڪوڙ ٻدوڙ، مڪر فريب ۾ ڀرپور، تہ سندن اولاد بہ اهڙو ئي ساماڻبو. تون بہ مسلمان آهين، تنهنجي دل ڪھري ٿي تہ مسلمانن جي عزت آبرو دنيا ۾ برباد ٿي وڃي؟''

٣. **سنڌ جي ادبي تاريخ:-** ميمڻ صاحب جو هيءُ ڪتاب، سنڌي ادب جي هڪ لاثاني ۽ لافاني خدمت آهي. سچ پچ تہ جيڪڏهن ٻاڻ ڪوشش نہ ڪري ها تہ جيڪر سنڌي زبان جي ڪيترن ئي اديبن ۽ شاعرن جو احوال ۽ ڪلام آهستي آهستي گم ٿي وڃي ها. ڪتاب جي مهاڳ مان معلوم ٿو ٿئي تہ هن ڪتاب جي مواد لاءِ ڪافي جا ڪوڙ ڪٽي هڻائين، گشت ڪيا هئائين، ۽ جھونا ڪتاب ۽ ڪتبخانا ڏٺا هئائين. نئين، ٻاڙي، پٽ ۽ جھوڪ جي بزرگن جون الماريون بہ وڃي ڏٺيون هئائين. ڪتاب جي مواد ۽ متن مان ئي اندازو لڳائي سگھجي ٿو تہ هن قسم جي ڪمائتي ڪتاب لاءِ ڪيتري محنت جي ضرورت ٿي هوندي. هي ڪتاب سنڌي ادب جي تنقيد واري حصي ۾ گويا ابتدائي قدم هو. ميمڻ صاحب جي هن ڪتاب کان اڳ، سنڌي ادب جي تاريخ، شاعرن جو احوال، سندن ڪلام تي ناقدانہ نظر، انهن جي ڪلام جو انتخاب، وغيره، هڪ هنڌ گڏ ٿيل ڪين هئا. اهو ئي سبب آهي جو ميمڻ صاحب جي هن تاليف کان پوءِ سندس نالو سنڌ ۾ گھڻو مشهور ٿي ويو.

هيءُ ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ آهي. پھرئين ڀاڱي ۾ انگريزي حڪومت کان اڳ واري سنڌي ادب جي ڇنڊڇاڻ ڪئي ويئي آهي. انهي ڀاڱي ۾ سنڌ جي آڳاٽي علم ادب، سنڌي ٻوليءَ جي ماهيت، سنڌي صورتخطي،

سنڌ جي جهوني شعر تي سرسري نظر سان گڏ، قاضي قاضن، شاهه ڪريم، ميان ابوالحسن، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، شاهه لطيف، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، سچل فقير ۽ ثابت علي شاهه کان سواءِ، ميرن جي دور تائين جيڪي مشهور عالم ۽ شاعر ٿي گذريا آهن، انهن جو تذڪرو ڏنو اٿس. هرهڪ جي سوانح عمري به ڏني اٿس، ته ان جي ڪلام تي مجموعي تبصرو به ڪيو اٿس. حقيقت هيءَ آهي ته ميمڻ صاحب پهريون سنڌي آهي، جنهن سنڌي ۽ هندي شاعريءَ جو لاڳاپو، توڙي سنڌي شاعري ۽ ايراني شاعريءَ جو لاڳاپو، جهڙن موضوعن تي تحقيقي نظر ٿي سان بحث ڪيو آهي. هرهڪ شاعر جي ڪلام جون خوبيون ۽ خصوصيتون، سندن ڪلام جا موضوع ۽ مضمون وغيره جهڙن عنوانن تي پاڻ سهڻي نموني تبصرو ڪيو اٿس.

ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾، ساڳيءَ ريت، انگريزي حڪومت جي ابتدا کان وٺي وچين زماني وارن اديبن، عالمن ۽ شاعرن جي ڪيل ادبي خدمتن جو جائزو ورتو اٿس. مجموعي طرح، هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ پنهنجي نوعيت جي هڪ انوکي ڪاوش آهي.

**عبارت ۽ ٻولي:-** ميمڻ صاحب پنهنجي دلڪش روانيءَ ۽ پختي زبان ۾ هرهڪ شاعر ۽ نثرنويس جو تنقيدي جائزو ورتو آهي، ۽ نهايت ڪاميابيءَ سان تبصرو ڪندو ويو آهي. ڪٿي به ڪي اهڙا لفظ ڪم نه آندا اٿس، جي ڪنهن کي ڏکيا لڳندا هجن. ڪنهن به موقعي تي سندس شخصي تعصب نٿو نظر اچي، بلڪ شروع کان آخر تائين سندس نظر فقط فني عيب ۽ ثواب تي ئي جميل آهي. فني عيب جي ڀيٽ ۾، فني خوبين کي نمايان ڪرڻ جي وڌيڪ ڪوشش ڪئي اٿس، پر تڏهن به، اصول کي ڇڏي، ڪنهن جي به اجائي واکاڻ نه ڪئي اٿس. تحقيقي ۽ معلوماتي نقطه نگاهه کي ڇڏي، هي ڪتاب اهڙي ته سلجهيل ۽ آسان انداز ۽ ترتيب سان، سهڻي عبارت ۾ پيش ڪيل آهي، جنهن سان ان جي افاديت ۾ گهڻو اضافو اچي ويو آهي. هيٺ ڏنل مثالن مان سندس عبارت جي خبر پوي ٿي:

(الف) ”قاضي صاحب جيتوڻيڪ هڪ زنده دل عالم هو، ته به درويشن

۽ فقيرن جي صحبت ۾ اهڙو رڱجي ويو هو جو شرع وارن جي نوڪ جو مٿس اثر نه رهيو. هن جو پنڌ ۽ طريقت جو رستو پنهنجي رنگ ۾ هو، جو هو پاڻ ۽ سندس مرشد سيد محمد مهدي بنارسي سمجهندا هئا. پنهنجي علم ۽ عمل جو خاڪو هن بيت ۾ ڏني ٿو:

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪي ڪين پڙهيوم،

سو ٻار ٿي پيو، جنان پرين لڌوم.

سيد محمد مهدي هڪ اهل الله، عابد ۽ تارڪِ دنيا شخص هوندو هو. سندس صحبت ۾ بنارس جا مشهور جوڳي ۽ سنياسي رهندا هو، ۽ پاڻ به انهيءَ محبت جي ميدان ۾ اسلام جو هڪ جوڳي (مرشد) ٿي پيو. اهڙن جوڳين جيڪو فيض هند ۽ سنڌ کي ڏنو آهي، سو ڪنهن کان ڳجهو نه آهي. 'مرشد' جي معنيٰ کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ برصغير وارن لاءِ 'جوڳي' لفظ کان وڌيڪ پيو لفظ ڪارائتو ڪونهي. انهيءَ ڪري قاضي صاحب به مرشد لاءِ 'جوڳي' لفظ ڪم آندو آهي، جو سنڌ جا اصل رهاڪو پوريءَ طرح سمجهي سگهيا ٿي."

( ب ) "جيئن سنڌي ادب جو نئون دور نظم کان شروع ٿيو هو، تيئن هيءُ نئون دور وري نثر کان شروع ٿيو، جنهن جي پٺيان نظم جا نوان نوان ڪتاب به شايع ٿيندا رهيا. انهن نه سمجهڻ گهرجي ته سنڌي ادب جي هن نئين دور شروع ٿيڻ ڪري، پهرئين دور وارو مذهبي ۽ صوفيانو سنڌي ادب بند ٿي ويو. حقيقت ڪري سنڌي ادب جي هن نئين دور شروع ٿيڻ سان گڏ پراڻي دور واري ادب جي اشاعت اڳئين کان زياده ٿيڻ لڳي. سنڌ جو سڌو لاڳاپو بمبئيءَ سان ٿيو، جنهن ڪري پهرئين دور وارو ادب، جو ٿي سگهي ٿو ڪن ورهين رڳو قلمي ڪتابن جي صورت ۾ پيو هلندو هو، سو بمبئيءَ ۾ ليٿوگراف ڇاپخانن جاري ٿيڻ ڪري ڇاپجڻ ڪري سنڌ ۾ عام جام نيڪال ٿيڻ لڳو."

( پ ) "(مرزا قليچ بيگ صاحب) ناٽڪ ۽ ناول نويسيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. ناٽڪ نويسيءَ ۾ شيڪسپيئر جا ڪيترا مشهور ڊراما ترجما

ڪري، سنڌي ادب جي ڪوت جي پوراڻي ڪيائين. ناٽڪ نويسي علم ادب جو هڪ مکيه جزو آهي، جنهن ڏانهن اسان جي سنڌي اديبن جو توجهه بلڪل گهٽ آهي. انهن ناٽڪن ۾ مرزا صاحب پنهنجي شعر سان اصليت به قائم رکي آهي. سنڌي ناولن ۾ 'زينت' بلندپايي جو ناول آهي، جنهن جهڙو مثال اڃا سنڌ ۾ ظاهر ئي ڪونه ٿيو آهي. قصا ۽ ڪهاڻيون به اڪيچار لکيون اٿس.



## خانچند شامداس درياڻي

ديوان خانچند حيدرآباد جو رهاڪو هو. احمد چاڳلا لالچند امر ڏني مل ۽ ٻين جو همعصر هو.

هن جوانيءَ کان وٺي سنڌي ادب جي جيڪا خدمت ڪئي، سا قابلِ قدر آهي. ١٩٢٣ع ۾، رابندرناٿ ٽئگور پنهنجيءَ دعا سان حيدرآباد ۾ ''رابندرناٿ لٽرري ۽ ڊراماٽڪ ڪلب'' برپا ڪيو. هن ڪلب جو مقصد هو ته ڊرامن ذريعي سماجي اوڻاين کي ننگو ڪجي، ۽ سماج ۾ سڌاري آڻڻ جي ڪوشش ڪجي. ڪلب جي ''لٽرري ڪاميٽيءَ'' ۾ لالچند امر ڏنومل جڳتياڻي ۽ مسٽر هيرانند يوڳراج آڏواڻي، چيتمل پرسرام گلراجاڻي ميمبر هئا. هن ڪلب جو مکيه ليکڪ خانچند درياڻي هو، جنهن کي جيڪڏهن سنڌيءَ ۾ نئين ناٽڪ جو پايو وجهندڙ ڪوٺجي، ته به وڌاءَ نه ٿيندو. هن ٿورن ئي سالن ۾ پنجويهه کن ڊراما لکيا جي ان وقت ماڻهن کي گهڻو پسند آيا.

درياڻي صاحب ترجمن سان گڏ تصنيفن تي به گهڻو زور ڏنو. پاڻ گهڻو ڪري سماجي مسئلن جهڙوڪ: ڏيتي-ليتي، شاهوڪار شاهي ۽ ان جي اوڻايون، مرد خواهه زال جي فرض، زميندارن جي ظلمن ۽ هارين سان ڪڌي ورتاءُ مضمونن تي زياده لکيو اٿس. سندس لکيتن مان ڪي هي آهن:

(١) ترجما: ملڪ جا معبر، ڌرتي ڌڻي، انسان ڪين شيطان، ساٿ نڀائي.

(ii) طبعزاد: گلاب جو گل، موتين جي مکڙي، رتنا، زميندار ي ظلم، زماني جي لهر، پک جو شڪار، پدمني، مايا جو انت، مومل ۽ مينڌرو، جيڙي تي جيڙي يا ڏڪايل ديوي.

## ڪتابن تي تبصرو:

**١. جيڙي تي جيڙي يا ڏڪايل ديوي**:- کانچند درياڻي جي طبعزاد ڊرامن مان هيءَ هڪ ڊرامو آهي. مٿي بيان ڪيو ويو آهي ته درياڻي صاحب بلندپايه جو ڊراما نويس هو. هن جي ڊرامي جون خوبيون انهيءَ دعوىٰ لاءِ ڪافي دليل آهن. پلاٽ، زبان، ڪردارنگاري، جذبي ۽ جوش کان سواءِ، مڪالما به اصليت کي اجاگر ڪن ٿا. کانچند صاحب جي دل ۾ سماج جي اڻڱين روشن، ريتين رسمن، ڏيتي-ليتيءَ جهڙي موذي مرض، مايا جي سوه ۽ دنيا جي نقلي ڏيک لاءِ نفرت هئي. اهو ئي سبب آهي جو هن پنهنجن ڊرامن ۾ سماج جي خلاف قلم کنيو ۽ ان جون اوڻايون ظاهر ڪري ان کي اگهاڙو ڪيو.

هن ڊرامي جو مضمون 'جيڙيءَ تي جيڙي' شاديءَ جي باري ۾ آهي. مصنف لکي ٿو ته:

> ''ڪيترن ڏينهن کان منهنجي خواهش هئي ته هي جو اڄڪلهه اسان جي شهرن ۾ 'جيڙي تي جيڙي' شاديءَ جا مثال پيا پڌجن، سو جيڪر انهيءَ موضوع تي ڪو ناٽڪ ٺاهجي ته چڱو. تازو هڪ مثال اخبارن دوارا ئي منهنجي ڪن پيو، ۽ منهنجو ستل جوش وري لهرون کائڻ لڳو، ۽ هيءُ ناٽڪ هٿ ۾ کنيم. هن ڊرامي ۾ نه صرف هندن ۾ 'جيڙيءَ تي جيڙي' شاديءَ جي خلاف قلم کنيو ويو آهي، پر پيرن جو ننڍين نيٽين کي پاڻ سان گڏ شاديءَ ۾ اڙائڻ جهڙيءَ بد رسم خلاف به لکيو ويو آهي.''

ڊرامي جي پلاٽ موجب، سيٺ رتنچند پنهنجي پٽ 'ارجن' کي سندس مرضيءَ جي خلاف ان ٻانهن سان شادي ڪرائي ٿو، جنهن مان هو خوش نه آهي. ڪجهه عرصي کان پوءِ جڏهن ارجن پنهنجي زال مان بيزار ٿئي ٿو، تڏهن هو ٻي شادي يعني جيڙيءَ تي جيڙي شادي

ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو. آخر پنهنجيءَ تي جيئري شادي، ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو. آخر پنهنجيءَ سوٽ 'رُڪي'، چاچي 'وشنيءَ' ۽ رُڪيءَ جي مرد 'ريجهومل' سان همصلاح ٿي، چيٽانند جي ڌي 'موهني' سان ڪراچي ۾ سوڙل- شادي ڪري، ڪلڪتي هليو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ سندس ڀيءُ ظاهر ۾ مخالف هو، پر دولت جي خاطر اندروني طور، رضامند ٿئي ٿو. انهيءَ غم کان 'ديوي' جو ڀاءُ 'سوهن' وفات ڪري وڃي ٿو. ديوي ساهرن جو گهر ڇڏي وڃي ٿي. ڏکن پنيان ڏک، سوهن جي وفات، گلاب جو انتقال، پٽ جي ولادت ۽ وفات، کيس زندگي سان بيزار ڪن ٿا. نيٺ ناري-شالا ۾ وڃي سڪون حاصل ڪري ٿي.

ٻئي طرف، موهني جو پيءُ چيٽانند، پڊاپڻ ۾ ريجهومل جي پاڻ ٿي جمني سان شادي ڪري ٿو، جنهن جو نتيجو نيٺ خراب ٿو نڪري. ديوي جون آهون ۽ دانهون مالڪ جي حضور ۾ قبول پون ٿيون. قدرت هرهڪ کان انتقام وٺي ٿي. رُڪي کي ڇڏي، ريجهومل ٻي شادي ڪري ٿو؛ موهني زهر کائي مري ٿي؛ جمني چيٽانند سان بيزار ٿئي ٿي؛ آخر ارجن ۽ ٻيا ديوي کان معافي وٺن ٿا.

**عبارت ۽ ٻولي:-** هن ڊرامي ۾ مسٽر درياڻي ڪردار نگاري کي چڱي طرح نڀاهيو آهي. ڪردارن جي واتان زماني جي رفتار، دولت جي لالچ، سماج جي اڻڱن رواجن خلاف آواز اٿاريو آهي، ۽ ڪيترا ئي اخلاق آموز نڪتا انهن جي واتان چوارايا آهن. مسٽر درياڻي جا ڪردار سڀ نيڪ سيرت به نه آهن، ۽ نه وري سڀ شيطاني فطرت رکندڙ آهن. 'ديويءَ' واقعي ئي هڪ ديوي جو ڪردار ادا ڪيو آهي. سيٺ رتچند جو ڪردار همدردي جي لائق آهي، جو ٻن باهين جي وچ ۾ آهي. ديوي البت شڪل ۾ سانوري آهي، تنهن ڪري ڪنهن کي به ڪانه ٿي وڻي. مسٽر درياڻي پنهنجي ڊرامي جي ابتدا اهڙن مڪالمن سان ڪئي آهي، جن مان سڄي گذريل ماجرا معلوم ٿي وڃي ٿي:

مسٽر درياڻي جي ٻولي بامحاوره ۽ جاندار آهي. سماج جي خلاف ڪردارن جي واتان جيڪا گفتگو ڪرائي اٿس، تنهن مان سندس طرز تحرير جي بخوبي خبر پوي ٿي. مثال لاءِ ڪي ٽڪرا ڏجن ٿا:

(الف) ''ديوي: پيڙا! سانورا، موچارا، سڀ ايشور جا گل آهن. هوئڻ به ڪو مون کي وهاڻ تي هلڻ جو آت ڪونه آيو آهي. سويل مهرم تي ڪونيءَ تي ويو ته چئي ويو ته 'نياڻيءَ جو ڪارج آهي، سيئي وڃجو'.''

(ب) رُڪي: ته مهرباني ڪري بابي وڏي سان گڏجي اچجانءِ. اسان کي جتي ڪتي ڪل ٽئولي ڪانه ڪرائڻي آهي. آئي ويئي پون-پون تي وراڻي وڃي ته 'هونديءَ سونديءَ هيءَ شهر جي جڻوٽ ڪتان وڃي ڳوليو!'''

(ب) رتنچند: ڏس پٽ، انسان جي سونهن تي ڪهڙو بقاءُ آهي. سهڻا، بدزيب، سڀ ايشور جا آپايل جيو آهن. تون اڄ هئسي جي اند ۾ سوهن بابت هن ريت ڳالهائي رهيو آهين. دنيا بي بقا آهي، ڪنهن سان ساڻ ڪين هلندي. اڄ برابر موهن پگهاردار منيب آهي، پر فقط ڏهن سالن جي ڳالهه آهي جو موهن جو پيءُ هوند اسان جون سڀ ڪوٺيون ڪن ۾ خريد ڪري سگهي ها.''

درياڻيءَ جي لکڻي گهڻين ئي خوبين سان مالامال آهي. مڪالمن ۾ هر طرز ادا ڪئي اٿس، ۽ اهو ئي سبب آهي جو سندس ڊرامن ۾ اصليت گهڻي قدر نمايان آهي. منظرنگاري، سلاست، عامفهم ۽ پختي زبان توڙي رواني ڪري، مسٽر درياڻي جي طرزتحرير وڻندڙ آهي. پاڻ ڪوشش ڪري اصطلاحي زبان ڪم آندي اٿس، جنهن ڪري سندس ٻولي ۾ رنگيني هيڪاري وڌي ويئي آهي. جيتوڻيڪ ڪٿي ڪٿي ڏکيا سنسڪرت جا لفظ به ڪم آندا اٿس، پر اهي به ڪردارن جي لحاظ کان موزون آهن. مڪالمن جي وچ ۾ راڳ به ڏنا اٿس، جي سندس ڊرامن کي مرزا قليچ بيگ جي ڊرامن جهڙو رنگ ڏين ٿا.

٢. **ملڪ جا مدبر:-** درياڻي صاحب هيءُ ڊرامو هينرڪ ابسن جي مشهور ڊرامي ''دي پلرز آف سوسائٽي'' کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي، ۽ ساڳئي وقت ان ۾ اصليت جو رنگ به پيدا ڪيو آهي. هيءُ ڊرامو ''رابندرناٿ لٽرري ۽ ڊرامانڪ ڪلب'' جو ڇپريون ئي تيار ٿيل ۽ ڇپايل ڪتاب آهي.

مسٽر درياڻيءَ جو هيءُ ڊرامو، سنڌي ادب ۾ عموماً ۽ ڊرامي جي فن ۾ خصوصاً هڪ بيش‌بها اضافو آهي. قابل مترجم جنهن جذبي ۽ اُمنگ وچان، اصليت کي آڏو رکي، ملڪ جي مدبرن، سماج جي ٺيڪيدارن ضمير فروش، خود غرض، خوشامندڙين ۽ هٺ نُوڪين جو نقشو چٽيو آهي، تنهن لاءِ هُن ڪيرون لهڻيون.

ڊرامي جو پلاٽ هڪ خود غرض دوست جي ڪهاڻي تي مشتمل آهي، جو پنهنجي دوست جي وصيتنامي کي لڪائي، ان جي پٽ جي دولت هميشه لاءِ ڦٻائڻ جون سٽون سٽي ٿو. قاسم محمود اهو شخص آهي، جنهن کي 'شير جنگ'، هڪ ايماندار ۽ وفادار دوست سمجهي، پٽ جي پاڻهن حوالي ڪري ٿو، ۽ وصيتنامي ۾ ڪيس پنهنجي پٽ 'دلير' ۽ ملڪيت جو سنڀاليندڙ نهرائي ٿو. اهڙيءَ طرح، ٻئي دوست نادر بيگ تي به اهو فرض رکي ٿو. ڪجهه وقت ڪان پوءِ شير جنگ ۽ نادر بيگ فوت ٿي وڃن ٿا، ۽ قاسم محمود ملڪ جو مدبر بنجي وڃي ٿو، ۽ ملڪيت کي هميشه لاءِ هضم ڪرڻ جي خيال کان، 'دلير' کي مارڻ جا گهات گهڙي ٿو. ڪيس ڪمزور جهاز ۾ ڪپتان بنائي موڪلي ٿو، انهي خيال سان ته هو جهاز سميت لهرين ۾ لڙهي وڃي. تنهن وچ ۾ سندس ڌي 'سڪينه'، ۽ 'دلير'، 'آزاد' جي مدد سان لڪ‌چپ ۾ شادي ڪن ٿا. قاسم محمود جڏهن اها حقيقت ٻڌي ٿو، تڏهن غصي ۾ لال ٿي وڃي ٿو. انهيءَ وقت ڪيس سندس پٽ 'آزاد' جو خط ملي ٿو، جنهن مان معلوم ٿو ٿئيس ته هُو به انهيءَ جهاز ۾ روانو ٿي آهي، جنهن کي ڪمزور سمجهي صرف انهيءَ لاءِ موڪليو هو ته جيئن 'دلير' طوفان جو مقابلو نه ڪري لهرين ۾ لڙهي وڃي. حاصل مطلب ته جهاز جي ٻڏڻ جي خبر اچي ٿي، جنهن ڪان قاسم محمود بيهوش ٿي وڃي ٿو، ۽ چريو ٿي پوي ٿو. قاسم محمود جو همراز، نادر بيگ جو پٽ رحيم، وصيتنامي جي ماجرا کان واقف ٿئي ٿو. هو قاسم محمود کان 'سڪينه' جو مڱ ٿو گهري. نيٺ رحيم خودڪشي ڪري ٿو، ۽ قاسم محمود گناهن جو ڪيتو لوڙهي ٿو.

**عبارت ۽ ٻولي:** مسٽر درياڻيءَ جي هن ڊرامي جو پلاٽ پختو آهي، جنهن کي سلسليوار ٽنهن پلاٽن ۾ ورهايو اٿس. ڪردار ۽ مڪالما

ٿي هن ڊرامي جي جان آهن. قابل مترجم منظرڪشيءَ، سلاست ۽ پرجوش مڪالمن سان، خود غرض انسانن، ملڪ جي مدبرن، چاپلوسن، بي ضمير ماڻهن جي خوب نقاب ڪشائي ڪئي آهي. ’دلير‘ ۽ ’سنگينه‘ جي رومانوي ڪهاڻي کي پلاٽ ۾ شامل ڪرڻ سان، ڊرامہ بيحد دلچسپ بنجي ويو آهي.

دريانيءَ جو هيءُ ڊرامو سچو اصلاحي آهي. ڪردارن جي واتان ڪيتريون ئي نصيحت ڀريون ڳالهيون چوارايون اٿس. بديءَ جو نتيجو بدي، امانت ۾ خيانت ۽ ڪوڙي ڏيک ويک ڪان پوءِ پشيمانيءَ جهڙا نڪتا هن ڊرامي ۾ غريبن، مسڪينن ۽ مزدورن جو ڪردار پيش ڪري، مسٽر دريانيءَ هيٺئين طبقي جي ماڻهن سان دلي همدردي پيدا ڪئي آهي.

درياني صاحب جي سنڌي پختگيءَ، بامحاوره جملن ۽ رواني‌ءَ جي ڪري پُر لطف لڳي ٿي. ڪيترائي موقعي آهر اصطلاح ۽ پهاڪا هن جي زباندانيءَ لاءِ دليل آهن. هجر ۽ وصال، اميد ۽ انتظار جهون گهڙيون نهايت پر اثر زبان ۽ دلڪش منظرن ۾ قلمبند ڪيون اٿس. هيٺ ڏنل مثالن سان مٿين خوبين جو ڪي‌قدر اندازو لڳائي سگهبو:

(الف) **قاسم محمود جي ڪردار بابت**:- ”اڄ منهنجي دوست شير جنگ جي موت کي پورا تيرهن سال ٿي ويا. ڪهڙيءَ نہ حرفت سان ’دلير‘ کي اٿواقف ڏسي، مون هن جي سموري املاڪ پنهنجي ڪم ۾ لڳائي. جهاز وغيره گهني، پنهنجو واپار وڌايم، جنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو آءٌ پاڻ کي اڄ خانبهادر ۽ ملڪ جو مدبر ٿو سڏايان.“

(ب) **سنگينه**:- سچ. پر ادا آزاد، سامهون هن ضعفا ڏي تہ نهار! هوءَ ڪڙمي جي ڌيءَ اٿيئي: پر ڪيئن نہ خوشي وچون نچندي ٽپندي وڃي: هاڻ ٻڌاءِ، اسان ٻنهي مان قسمت وڌيڪ زور ڪنهن جي؟ مون کي رري زربفت پوريل، ڪلهن تي شالون دلاشا ڍڪيل، پيرن هيٺان ڳم غاليچا وڪيل، هردم حاضريءَ ۾ ٻيلي ۽ خدمتگار بيٺل. ۽ هن ويچاريءَ کي ڪلهي تي ڇڙو ڪنجرو، سو بہ ڦاٽو پراڻو، مٿي تي نہ پوتي نہ رئو، هٿن جنگهن تي گهاگهرو اسوراڻو. پوءِ ٻڌاءِ تہ اسان ٻنهي مان قسمت زور ڪنهن جي؟

مون کي هي زري زربفت بابي جي ڪٽي ڪمائي مان ميسر ٿيا، هن کي مٽي ڍڪڻ لاءِ پنج-ست هٿ ڪپڙي جا پنهنجي بازن جي پورهئي مان پڙپيا، هاڻ ٻڌاءِ ته، اسان ٻنهي مان قسمت زور ڪنهن جي؟ آءٌ هي ويس وڳا ڍڪيان ٿي، ۽ منهنجي حسن جو چارو جهلڪو ٿو ڏئي؛ هوءَ پراڻا سراڻا لڱڙا ڍڪلي ٿي، ۽ هن جي منهن جو نمڪ نروار ٿي نٿو ٿئي؛ پوءِ ٻڌاءِ ته، اسان ٻنهي مان قسمت وڌيڪ زور ڪنهن جي؟"

(ب) "منهنجو هيءُ لباس برابر شاهاڻو آهي، پر هن مان خود غرضيءَ جي بوءِ پيئي اچي، ڇو جو جنهن نقد ناڻي مان هيءُ ڳنڍو ويو، سو غريب پورهيتن جو رت نپوڙي پوءِ ميڙيو ويو، ۽ هن جو برابر غريباڻو لباس آهي، پر هن مان بسنت بهار جي بوءِ پيئي اچي، جو جنهن نقد ناڻي مان اهو ڳنڍو ويو، سو پنهنجو ئي هڏ گسائي ميڙيو ويو."

(ڀ) "سنگينهه (جهاز جو ناڙو) هتان ڀڳهه چوڙيو، تنهن کي ته پورا ٻه مهينا ٿيا، پر اڃا ته پتو ئي ڪونه ٿو پوي ته ڪٿي وڃي هنيائين. منهنجي ته تارن ڳڻيندي ٿي رات وهامي. ڏينهن جا چار پهر ٻه در ۾ اکيون پايو ويهان ته اڃهو ٿو منهنجي ڪنڌ تي ڪانو لنوي! دلبرا! دلبرا! منهنجا جاني! منهنجا دلبند! مون توکي سوکل ڇو ڏني ته تون هن پيٽي پاڻ ۾ وڃي سير چڙهه! کهوڙا! ڪوڙي عزت جي خاطر مون تنهنجي سر جو به سانگو ڪونه ڪيو! دلبرا! دلبرا!"



## ميلارام منگترام واسواڻي
(فتح چند منگترام واسواڻي)

هيءُ صاحب حيدرآبادي عاملن مان هو. مسٽر ميلارام انهي زماني ۾ ٿي گذريو، جڏهن ١٩٠٥ع کان پوءِ بنگال جي ورهاڱي جي تحريڪ ڪافي زور ورتي چڪي هئي، ۽ ماڻهن ۾ قومي ۽ سياسي شعور ڪجهه قدر پيدا

ٿي چڪو هو. هن تحريڪ نه فقط ملڪ جي سياسي حالتن کي متاثر ڪيو، پر سنڌي ادب به ان کان بچي نه سگهيو. انهيءَ سبب جي ڪري ڪيترائي رسالا ۽ اخبارون نڪتيون، ۽ ماڻهن ۾ لکڻ جو شوق پڻ وڌيو. هن دور جي لکندڙن ۾ پروفيسر چيتمل پرسرام گلراجاڻي، مسٽر لالچند امر ڏنومل، مسٽر پيرو مل مهرچند جا نالا خاص اهميت وارا آهن. ديوان ميلارام ۽ انهيءَ عرصي ۾ سٺين قابلِ قدر نثر نويسن جي صحبت ۾ ڪافي پرايو. هن ڪيترائي ادبي ۽ اخلاقي ڪتاب لکيا، جي سندس شهرت جو باعث بنيا.

هن صاحب جون سڀ کان اهم ترين خدمتون نئين دور يعني ”هوم رول“ واري تحريڪ کان پوءِ شروع ٿيون. ”سندر ساهتيه“ نالي هڪ ادبي انجمن قائم ڪيائين، جنهن جي ذريعي اٽڪل ٻارهن سال سنڌي ادب جي نثر جي خدمت ڪيائين، ۽ ڪيترائي ناول، مضمون، ڪهاڻيون ۽ افسانا ڇپائي پڌرا ڪيائين.

**تصنيفون:-** واسواڻي صاحب جي ڪتابن مان ڪي هي آهن:

پارس پدمڻي، چندن، عطر عنبير، چوڏس چانڊني، بي‌بها رتن، چرتر سينگار، گلزار چمن، رتن ڪاڻ، بهاري بوندون، گلابي ڦوهارو، باغ بهار، چرچن جي ڇهر، ودوان ناريون، جيوت جا ورق، چمن جو ميوو، سندر ڪهاڻيون، پنگتي آڪاڻيون، اسلهه موتي، سگڙيون، موتيو گلاب، نيلم زمرد، هيرا جواهر، موجي آڪاڻيون، گل گاڏي، ڪومل گل، ڦلواڙي، گل خوشي، سهڻا ستارا، سماجڪ بلوو، گل سگڙيون، جيون جي جوت، منزل، منورما، منوهر مرلي، تانسين، تارا سندري، پرستان جو شهزادو، چنبيلي مڳند، هار-جيت، ۽ سشيلا.

## ڪتابن تي تبصرو:

**١. سماجڪ بلوو:-** ديوان ميلارام گهڻو ڪري سماجي اوڻاين ۽ ان جي خوفناڪ نتيجن خلاف لکيو. هن ڪتاب ۾ هندو سماج جي چڱيءَ طرح تصوير چٽي، ان کي ننديو اٿس. حالانڪ ٻاڻ هن ڪتاب جو اصل رچيندڙ ”شري شرت چندر چٽرجي“ ڄاڻايو اٿس، ليڪن مطالعي مان سڄو ڪتاب اصلوڪو پڻ لڳي. نه رکو ٻوليءَ ۽ ڪردارن جي ڪري، بلڪ سڄو ماحول به مقامي آهي.

ڪتاب جي سورمي 'جوتي' آهي، جا تندي محمد خان ۾ هڪ غريب گهر ۾ ڄائي هئي. سندرتا ۽ سلڇڻائيءَ جو سنگ، بس چند جو ٽڪر هئي. جوتيءَ کي، 'هيموءَ' نالي حيدرآباد جي هڪ ڪاليجي زميندار ڇوڪري، تندي محمد خان ۾ ڏسي ورتو، ۽ دل ڦرائي ويٺو. آخر جوتي جي گهر ۾ سندس اچڻ وڃڻ ٿيو، ۽ جوتيءَ جي تعليم ۾ زياده دلچسپي وٺڻ لڳو. هن جوتيءَ سان محبت جو اظهار ڪيو.

انهيءَ وچ ۾ هيموءَ کي، جوتيءَ جي ساءُ، جوتيءَ لاءِ ڪنهن سٺي ڇوڪري جي تلاش لاءِ چوي ٿي. سندس دلي خيال هو ته 'هيمو' خود اها آڇ قبول ڪري جوتيءَ جو پيءُ پنهنجي نياڻي جي آڇ ڪرڻ لاءِ، هيموءَ جي پيءُ وٽ وڃي ٿو، پر جڏهن روبرو ڏسي ٿو ته سيٺ کي لکن روپين جي ڏيتي-لتيءَ جي آڇ پين گهرن سان ٿئي ٿي، تڏهن هو نااميد ٿي موٽي ٿو. نيٺ جوتيءَ جو سڱڻو لکميچند سان ٿئي ٿو.

جوتيءَ، شادي کان پوءِ سک ڪونه ماڻيو. لکميچند هڪ بداخلاق شخص هو. ويتر جو هن 'لکميچند' جي خلاف 'پريا' کان درد پربا ۽ اخلاق سوز احوال پڌا، سو ڪيس اهو گهر ڪاٽڻ لڳو. البت هن گهر ۾ هڪ ٻي فرد هو، جنهن جي جوتيءَ سان همدردي هئي؛ اهو هو 'ابناش'. نيٺ لکميچند ۽ پين جوتيءَ تي 'ابناش' جي محبت جو الزام لڳائي، ڪيس گهر سان ڪيدي ڇڏيو. 'جوتي' واپس تندي محمد خان آئي، جتي برادري وارن ڪيس نه سٺو. شامداس، جوتيءَ جي پيءُ، کي شرط وڌائون ته يا ته پنهنجي ڌيءَ کي گهر مان ڪيدي، يا ڪيس برادري مان خارج ڪيو ويندو. شامداس، جوتي کان ورتل احوال برادري وارن کي ٻڌايو، پر سندس ڪنهن به نه ٻڌي. جوتي جي معصوميت ۽ شامداس جي آه و زاري سماج وارن جون پٿر دليون پگهاري نه سگهي. برادريءَ وارا پنهنجي فيصلي تي قائم رهيا. شمداس کي ٻن ڏينهن جي مهلت ملي. آخر جوتيءَ کي گهر ڇڏڻو پيو. سوچڻ لڳي ته "هن گناه جي ڪنڊن ڀري جهان ۾ ڦاسي، جيئڻ کان ته مان کهڙو فائدو! جن کي اسين انساني صورت ۾ ٿا ڏسون، تن جي دل ۾ ... نالي ظاهر ... همدردي، ڪو ... ۾ ديا ڪانهي، حسد، دشمني، خود غرضي، فريب، ڌوکو، گناه ...

جو ڪوٽ پريل آهي. ٻيءَ جو جنم داتا هو، جنهن سون ڪي ٿپائي وڏو ڪيو، تنهن به سون ڪي ٻوڙي ڪڍيو! رڳو ساڻهن جي ڳلا ڪان ڏجي، فقط سماج جي ظلم ڪان ڏجي، هن ايترو به ويچار نه ڪيو ته ويهن - ٻاويهن ورهين جي ٻي گهر ڇوڪري ڪيڏانهن ويندي!"

حاصل مطلب ته هي هڪ اصلاحي ناول آهي، جو پڙهڻ جي لائق آهي.

**عبارت ۽ ٻولي**:- مسٽر ميلارام جي عبارت ۽ ٻولي انيڪ خوبين واري آهي. سماج جي اوڻاين جو نقش اهڙي ته طرز سان چٽيو اٿس جو ڪيس داد ڏيڻ ڪان سواءِ رهي نٿو سگهجي. هن جي لکڻي جاندار آهي. هندو سماج ۽ هندو گرهستي جو بيان تمام آسان ۽ سليس ٻولي، وڻندڙ ۽ دلڪش پيرايي ۾ ڪيو اٿس. هن ناول ۾ ڪيترائي دانشمندي جا سبق ڏنل آهن، جي سڀ ڪردارنگاري جي خوبين کي اجاگر ڪن ٿا. مسٽر ميلارام جي قلم ۾ جادو آهي. وڏوا ووره، ڏيتي-ليتي، برادري وارن جا ڪلور، سماج جي ٺيڪيدارن جا ظلم، ۽ ٻين اهڙن موضوعن تي هيءُ ناول مشتمل آهي. نموني طور، ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(الف) ''هڪ ڏينهن سخت گرمي هئي. رات جو ننڊ نٿي آيس. لکميچند سيج - پٿرن ۾ اچي ڪين سگهيو. رات جا ٻارهن وڄي چڪا هئا. جوتيءَ پنهنجي بستري تان اٿي. ڌيمل قدمن سان ڪمري ڪان ٻاهر آئي. اگڻ سان لڳولڳ، اتر طرف هڪ ڪڏ هو. ڇت تي تڏو وڇائي سهي پيئي. رات چانڊوڪي هئي. هوءَ طرح طرح جي خيالن ۾ محو ٿي، آسمان ڏانهن ڏسي رهي هئي. دل ئي دل ۾ پنهنجي حال تي ويچار ڪري رهي هئي. ههڙي شاهوڪار سيٺ جي ننهن آهيان، ڏاريا منهنجي ظاهري خوش قسمتيءَ تي رشڪ ٿا ڪائين، قيمتي زيورن سان پريل دٻلي، هيرن جو ڪاٺو ڪونئ، ريشمي ڪپڙن جون ترنڪون پريل: پر ڇا، اهي سڀ چيزون دل جو سک ڏيئي سگهن ٿيون؟ ٻين کي کهڙي ڪل؟ خود ماءُ-پيءُ کي معلوم ناهي! هو پنهنجي بستري تي آرام سان ليٽي، پنهنجي ڪکيءَ جي سؤياڳ جا سونهري سپنا لهندا هوندا، پر ڪين

کهڙي سڌ ته سندن سڪيلڌي نياڻي پنهنجي جيوت کهڙي طرح ڪاٽي رهي آهي!"

(ب) "وهاڻو...! اهو هڪڙو لفظ ظاهري ننڍڙو، پر ساگر وانگر اٿاهه، طوفان وانگر ڏرڻلو وجهندڙ ۽ نوهانئي ڪوٽ وارو تيد محسوس ٿيو. جوتيءَ محسوس ڪيو ته ڄڻ ساري گهر کي باهه لڳي آهي، جنهن جي جرم ۾ سان پيئي پچران، جلي ڪباب ٿيان. آءٌ جيڪر هن ڪوٽ کي پچي، محل سان نڪري، ٻاهر کُلي هوا ۾ دل کولي ڏکيا ساهه کڻان. هن گناهه پرئي وايو سنڌل ۾ سندس دم ٿي گهٽيو. هيءَ نرڪ محل ڇئبو، هن محل کان ته پيتا جو غريباڻو گهر سرڳ هو. باهه لڳي هن نرڪ محل کي!"

(ب) "زندگيءَ ۽ موت جي وچ ۾ فقط هڪ وک جي وڇوتي هئي. دل گهائل پکيءَ جيان ڦٿڪي رهي هئي. ڇا، هن جو نالو دنيا آهي؟ ڇا، تورن ڏيهن جي زندگيءَ تي انسان ايترو ناز ڏو ڪري؟ هن گناهه جي ڪندن پري جهاز ۾ ڦاسي حياتي ڪاٽڻ سان ڪهڙو فائدو؟ جن کي اسين انساني صورت ۾ ٿا ڏسون، تن جي دل ۾ ته نالي ماتر به همدردي، ڪوملتا ۽ ديا ڪانهي. حسد، دشمني، خود غرضي، فريب، دوکو، گناهه ۽ ظلم سان ڪوٽ ڪوٽ ڀريل آهي. ان جو سبب؟"

٣. مسشيلا:- ديوان ميلارام جو هيءُ ناول طبعزاد آهي، جو پنگتي حالتن واري پلاٽ تي جوڙيل آهي. هن ناول ۾ قابل مصنف وڏوا-شاديءَ جي فائدي ۾ پنهنجا دليل ڏنا آهن، ۽ سماج جي انهن ماڻهن خلاف آواز اٿاريو آهي، جيڪي ظاهري طور وڏوا-شاديءَ جي مخالفت ڪن ٿا، پر اندروني طور اهڙين بيواهن ۽ ابوجهن کي ريبي، تباهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

ميلارام هن ڪتاب ۾ سماجي بدڪارين جا وکا پڌرا ڪيا آهن، ۽ انهن کي سخت عبارت ۾ ننديو آهي. وڌوائن جي حالت تي جيڪا روشني هن ناول ۾ پيل آهي، سا پڙهڻ تي مدار رکي ٿي.

هن ناول جو پلاٽ مسشيلا نالي هڪ وڌوا جي زندگيءَ سان ٻڌل

آهي. لڇمڻ ۽ پروفيسر ديال پاڻ ۾ گهاٽا دوست آهن. هڪ دفعي
ڪاشيءَ جي آريه مندر ۾ پنڊت امرناٿ جي وياکياڻ ٿي رهي هئي،
جنهن ۾ لڇمڻ ۽ ديال به حاضر هئا. پنڊت پنهنجي تقرير ختم ڪرڻ
کان اڳ سڀني حاضرين کان پڇيو ته ”جيڪي ان خيال سان شامل آهن
ته وڌرن کي ڪنوارين سان شادي ڪرڻ جو حق ڪونهي، سي هٿ
مٿي ڪن.“ صرف هڪ لڇمڻ ئي هو، جنهن هٿ مٿي ڪنيو. تنهن تي
پنڊت ڪيس اخلاقي جرات تي مبارڪون ڏنيون، ۽ حاضرين جي بيهمتيءَ
تي افسوس جو اظهار ڪيو.

لڇمڻ جي زال وفات ڪري ويئي هئي، جنهن ڪري سندس سس
۽ سهري جو خيال هو ته ڪيس سندي ڏيءَ (لڇمڻ جي ساليءَ) ’پريما‘
سان پرڻائجي. پريما کي جڏهن لڇمڻ جي پنڊت کي ڏنل جواب جي
خبر پيئي، تڏهن ڏاڍي پريشان ٿي، ۽ نيٺ سندس سائٽن پريما جي
شادي ديال سان ڪرائي ڇڏي، جنهن لڇمڻ جي زال زنده هئڻ وقت
کانئي سرتيا پريما جو سڱ گهريو هو.

تنهن وچ ۾ سشيلا جو نوجوان مرد، بسنت ڪمار، هوليءَ جي
ڏينهن گنگا ۾ ٻڏي وفات ٿو ڪري. ’سشيلا‘ ٿي هڪ بيواه جي حالت
۾ سيٺ بدري پرشاد جي گهر ۾ پناه ڏني وڃي ٿي. جيتوڻيڪ بدري پرشاد
جو پٽ، ’جڳ پرشاد‘، هڪ پڪو ۽ حرفتي شخص هو، تنهنجي اول
مرضي ڪانه هئي ته ڪو سشيلا کي گهر ۾ رهائجي، پر پوءِ ڪنهن
سبب خاموش رهيو.

جڳ پرشاد جي پنهنجي زال ’سوسترا‘ سان پوندي ئي ڪانه هئي.
سڄي رات، گهر کان ٻاهر گذاريندو هو، ۽ ڪڏهن به پنهنجيءَ زال لاءِ
ڪا شيءِ ڪانه آندائين. سشيلا جي اچڻ کان پوءِ هو پاڻ وڌيڪ الڳ
ٿي ويا. سوسترا جي دل جو بار هلڪو ٿيو. هاڻي هوءَ ڪنهن ڳالهائيندي
هئي. هوڏانهن جڳ پرشاد جي طريقن ۾ عجيب قسم جي تبديلي ٿيندي
ويئي. نيٺ سشيلا سان محبت جو اظهار ڪيائين. سشيلا ڪيس ڪرمي
وهائي ڪيدي.

لڇمڻ پنهنجي ساري پونجي لڳائي وڏو آشرم کوليو، جنهن کي

جڳ پرشاد ۽ ديال ناڪامياب ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. پر جڳ پرشاد جي سشيلا سان ڪمل حرڪت جي مشهور ٿيڻ ڪري، ديال تمام گهڻو خوار ٿيو. سشيلا نيٺ آشرم ۾ ويٺي. ديال لڇمڻ وٽ اچي معافي ورتي.

**عبارت ۽ ٻولي**:- ديوان ميلارام جو ”هيءُ ناول“ ناول نگاريءَ جي فن جو عمدو مثال آهي. سڄي پلاٽ کي سلسليوار، ننڍن ننڍن بابن ۾ ورهائي، اهڙيءَ طرح تہ بيهاريو اٿس، جو ان ۾ دلچسپي ڪافي وڌي ويئي آهي. ويتر جوش ۽ جذبي وارا مڪالما، امنگ اٿاريندڙ رواني، سک ۽ محبت جا داستان، مرد ۽ عورت جي هڪٻئي لاءِ پريت، سوٽ ڪان پوءِ زال جا ورلاپ، زال ۽ مرد جي پاڻ ۾ نفرت، وڏوا جي پريشان حالي، ۽ ٻيا اهڙا مضمون، سليس ۽ دلڪش زبان، ۽ سهڻيءَ عبارت ۾ پيش ڪري هن پنهنجيءَ طرز تحرير کي لطيف بنايو آهي. حسن بياني، ڪردارنگاري ۽ دلڪش منظرنگاري جي ڪري، ميلارام جو ”هيءُ ناول“ هڪ ڪامياب ناول آهي. مثال لاءِ ڪي ٽڪرا ڏجن ٿا:

(الف) پريما سڏڪا ڀريندي چيو تہ ”نہ، اما! مان هٿ ٿي جوڙيان، ڪيس ڪجهہ نہ چئج. مان سندس نيڪيءَ جي راه ۾ رڪاوٽ وجهڻ نٿي چاهيان. هن اسان جي بدنصيب ڀينرن خاطر اهو فيصلو ڪيو آهي. اسان وٽ ڪيترا اهڙا انسان هوندا، جي ايڏي همت ڌري سگهن؟ امي، جيڪڏهن اهڙا نيڪدل ۽ روشن دماغ ماڻهو قربانيون نہ ڪندا تہ پيو ڪير ڪندو؟“

(ب) ”اهڙيءَ طرح ڏهہ ٻارهن ڏينهن گذري ويا. هڪ ڏينهن، اڌ رات جو، سشيلا کي سومترا جي دروازي کلڻ جي آهٽ ٻڌڻ ۾ آئي. سمجهيائين تہ جڳ پرشاد آهي. پنهنجي دروازي وٽ بيهي نهارڻ لڳي. ڏٺائين تہ سومترا پنهنجي ڪوٺيءَ مان آهستي آهستي نڪري مردانہ ڪمري ڏانهن وڃي رهي آهي. سشيلا سمجهيو تہ استريءَ جو ايمان جيتجي ويو. ڳالهہ برابر هئي. سومترا اڄ پتيءَ کي ورچائڻ هلي هئي.“

(ب) ”جڳ پرشاد اها ڳالهہ نہ ٻڌي. سندس بيچين نگاه سشيلا جي زرد چهري ني ڪتل هئي. سندس دل ۾ نفس پرستيءَ جي تيکي باه

پڙڪي اٿي. پکين جي اکين ۾ شڪار وقت جا چمڪ ايندي آهي، ساڳي چمڪ جڳ پرشاد جي اکين ۾ اچي ويئي. هو پلنگ تان اٿيو، ۽ پٺي ڀانهون کولي سشيلا ڏانهن وڌيو. هيستائين سشيلا ڊپ ۾ پٺي ڏکي. جڳ پرشاد کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي هن ڪنڌ مٿي ڪري هيبتناڪ اکين سان ڏانهنس نهاريو، ڄڻ ته چئي رهي هيس ته خبردار، جي اڳتي وڌيو آهين ته اسان ٻنهي سان هڪ جو خاتمو ٿيندو. ان وقت پورنا کي ٻنهنجيءَ دل ۾ هڪ غيبي طاقت معلوم ٿيڻ لڳي، جا ساريءَ دنيا جي فوجن کي پيرن هيٺان لتاڙي ٿي سگهي."



## نارائڻداس ميوارام ڀمڀاڻي

پروفيسر نارائڻداس ميوارام ڀمڀاڻي، هاسٽي خطي جو رهاڪو هو. بمبئي يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب ۾ ايم.اي. ڪري، ڊي.جي. ڪاليج ڪراچي ۾ انگريزي جو پروفيسر مقرر ٿيو. ورهاڱي کان پوءِ سنڌ مان لڏي ويو.

**علمي ۽ ادبي خدمتون:-** پروفيسر صاحب کي سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان سان خاص محبت هئي. هيءُ صاحب ان دور ۾ ڪراچي ۾ سنڌي زبان کي جديد ادب سان پيري رهيو هو، جڏهن حيدرآباد ۾ چيتمل پرسرام، لالچند امرڏنومل، کانچند درياڻي تورڙي پيا ڊراما، ناول، ڪهاڻين ۽ مضمونن سان مالامال ڪري رهيا هئا. هن نئي دور ۾ ادبي انجمن، ڊراماٽڪ سوسائٽين جو بنياد پيو. هي نئي دور هو، جنهن ۾ سنڌ جو، هر شاعر، هر ناول نگار، هر ڊرامر نگار، هر مضمون نگار، ۽ هر ڪهاڻي نويس سنڌي ادب جي هر صنف کي مالامال ڪرڻ ۾ جنبيل هو.

ڀمڀاڻي صاحب ترجما به ڪيا، ۽ اصلوڪا ناول به لکيا. هن جي اصطلاحن ۽ ٻهاڪن واريءَ زبان، سنڌي نثر جي عبارت ۾ انقلاب آندو. هن جي ڪردارن سنڌي سماجي زندگيءَ کي للڪاريو. پروفيسر صاحب

جا ناول گهرو زندگي جو عڪس پيش ڪن ٿا. هو سماج سڌارڪ هو. سندس ناولن جو خاص مقصد ئي اهو هو ته سماج مان اڻڳڻين رسمن کي ختم ڪرائجي.

هو پنهنجيءَ تيز نظر سان، سماج جي ذري ذري کي موزون ۽ عام فهم اشارن ۾ نمايان ڪري ٿو. هن جا ڪردار عوام مان آهن. هن جا بيان ڪيل ۽ ڇيڙيل مسئلا، عوام جا پنهنجا مسئلا آهن. هن اهي موضوع انتخاب ڪيا آهن، جيڪي روزمره واري زندگي ۾ هرهڪ انسان کي نظر اچن ٿا. اهو ئي سبب آهي جو پميالي جا ناول دل ۾ جاءِ ڪري چڪا آهن.

ناول نويسي جي فن ۾، پميائي پنهنجن همعصرن کان گوءِ کٽي ويو آهي. مرزا قليچ بيگ جو ناول ''زينت''، ميلارام منگترام واسوائيءَ جو ''سشيلا''، ڪربخشاڻي جو ''نورجهان''، پميائيءَ جي ناولن ''غريبن جو ورثو''، ''سالهڻ'' ۽ ''وڏوا'' سان، پلاٽ، طرز ادا، سيرت نگاري توڙي ٻين خوبين جي لحاظ سان پرميچي نٿا سگهن.

**تصنيفون:-** پميائي صاحب جي تصنيفن مان ڪي هي آهن: (١) غريبن جو ورثو، (٢) پاپ ۽ پاڪيزگي، (٤) سالهڻ، (٥) وڏوا، (٦) شاهه جون سورميون ۽ (٧) ادبي گلشن [ڀاڱو ١، ٢ ۽ ٣].

پروفيسر صاحب ان دور جي پيداوار هو، جنهن کي ''قومي جاڳرتا وارو دور'' سڏيو ويو آهي. ملڪ ۾ اٿل پٿل ۽ اجهي جهڙن مسئلن لاءِ ڪشمڪش جاري هئي. سيٺيدارن، ڪارخانيدارن، زميندارن ۽ ٻين، جن پاڻ کي ملڪ جا مدبر ۽ چڱا مڙس سمجهي، اندر ئي اندر سماج کي بگيڙيو ٿي، تن جي خلاف سڄي ملڪ ۾ اديبن قلم کنيو هو. سنڌي اديبن ۾ پميائي نه هو، جنهن سنڌي جوانن ۾ اهڙي جاڳرتا آڻڻ لاءِ ناول لکڻ شروع ڪيا. هن جي منشا هئي ته غريب پاڻ کي نيچ نه سمجهن. هن جو خيال هو:

> ''غم بيشڪ غريبن جو ورثو آهي. ساندهه ڏکن جي سهڻ ڪري سندن سيرت گهڙجيو ٿي پوي. جيتوڻيڪ کين ڏيڻ ۾ هرڪو ڪيبائي ٿو، ته به هو ڏيڻي ڄاڻن. پيو ڪجهه ڏيڻ لاءِ نه اٿن،

۽ پنهنجو پاڻ ته اٿن. جيڪڏهن ڏن نه اٿن، ته تن ۾ من جو تياڳ ته ڪو هنن ڪان سکي!"

پمپاڻيءَ جي لکڻيءَ ۾ ڪشش ۽ روح آهي. هن جي عبارت مائيدار ۽ پختي آهي. هن جا موضوع، سنڌ جا پنهنجا موضوع آهن. هن جا ناول سنڌي سماجي زندگيءَ جا عڪس آهن، ۽ ثني نقطہ نظر ڪان سنڌي ادب ۾ مهارت ۽ مطالعي سبب، هو ناول نويسيءَ جي فن ۾ ماهر ٿو ڏسجي. هو خود لکي ٿو:

"انساني طبيعت ۽ سياءَ جي طرحين طرحين نظارن جو نماءُ ڪرڻ، زندگيءَ جو اظهار ڪرڻ، آدمي جي حياتي ۾ جيڪي به سمائجي سگهي ٿو- سولايون ۽ مونجهارا، گناه ۽ ڀڄڙا ڪم، نيڪناميون ۽ ثواب جا ڪم، اونداهيون ۽ سوجهرا، لاهيون ۽ چاڙهيون- اهي سڀ، مختصر طرح چئجي ته افساني لکندڙن جي ڪتابن جو مضمون ٿي سگهن ٿيون. قصو انسان جي مشغولين جو هڪ قسم جو دفتر آهي، زندگي قصي لکندڙ جي سکيہ وشيءَ آهي. ساهتيہ آهي زندگي ۽ افسانو ساهتيہ جو هڪ ڀاڱو آهي. قصو زندگيءَ مان اپري ٿو، ۽ زندگيءَ تي ئي سندس گذران ٿئي ٿو."

"وڏي ۽ شاندار قصي جي زندگي جو مکيہ مدار آهي ليکڪ جي مخلص ٽيڪا تي. اعليٰ درجي جي ڪتاب نويس جي ڪتاب جي هرهڪ صفحي ۾، صفحي جي هرهڪ جملي ۾، جملي جي هرهڪ سٽ ۾، سندس سچائي جو چٽو ثبوت ملي ٿو. ڪتاب سندس خون جي ئي پيدائش آهي. پاڻ ويهي پاڻ کي ان ۾ پلٽيو اٿائين. اهو لکندڙ جي نقطہ نظر ڪان حياتيءَ جي ڪن مسئلن جو ذڪر ۽ ويچار ڪري ٿو. هو انهن انساني جذبن، دلي امنگن جو ههڙي نموني جو اظهار ٿو ڪري، جو اهي ليکڪ جي خيالن جو چٽو نقشو ٿي ٿا پيهن. سيڪنهن معنيٰ سان پريل ۽ ضروري قصي ۾ هڪ بنيادي ويچار رهي ٿو، جنهن سان سمورو ڪتاب پيدا ٿو ٿئي."

”انساني جي هڪ سکيم خاصيت آهي نقاش جي سچائي.
ڇاڪاڻ ته افسانو افسانو آهي، ۽ نه حقيقت يا سچي وارتا،
انهي ڪري ائين سمجهڻ ته ان جو سچ سان ڪوبه واسطو ڪونهي،
اهو بلڪل غلط آهي، اها هڪ ڀاري ڀُل آهي، ۽ ائين چوڻ
انساني لکندڙ سان بي‌انصافي ڪرڻي آهي.

## ڪتابن تي تبصرو:-

**١. پاپ ۽ پاڪيزگي:-** هي ناول Hardy جي Tess ناول جو ترجمو آهي. پروفيسر صاحب جو هيءُ ڪتاب، موضوع ۽ طرزتحرير جي لحاظ کان، سنڌي ادب ۾ قيمتي اضافو آهي. البت پلاٽ جي ڍلي هجڻ ۽ اصليت جي اڻاٺ سبب هن ناول ۾ اوڻايون رهجي ويئيون آهن. ناول ۾ پروفيسر صاحب پاڻ بيان ڪندي لکي ٿو:

”هن ڪتاب جو بنيادي ويچار ڪهڙو آهي؟ پاپ جو مدار
آهي پاپ ڪندڙ جي ڀاونا ۽ سندس نيت تي. انسان جي جيڪڏهن
صرف ٻاهرين رهڻي ڪهڻي پاڪ آهي ته اهو ڪافي نه آهي،
رهڻي کان وڌيڪ ضروري آهي ته سندس خيالات ۾ ڪوبه ناپاڪ
جزو نه هجي. نسيما جي زندگي جو سمورو احوال انهي تي ٻڌل
آهي. ڪيئن هڪ پاڪ عورت جي زندگي، سماج جا ڪوڙا
۽ نقلي نيم برباد ڪري سگهن ٿا، تنهن جو پورو پورو نقش
پاپ ۽ پاڪيزگي ناول ۾ چٽيو ويو آهي. جدا جدا حالتن ۾،
۽ جدا جدا هنڌن تي، عورت جي دل ۾ ڇا ٿو وهي واپري،
انهي جو مفصل ذڪر هت ڏنو ويو آهي.

**عبارت ۽ ٻولي:-** پروفيسر صاحب جي سنڌي پختي، بامحاوري ۽ عام‌فهم آهي. اسلوب بيان ۽ موزون لفظن جي چونڊ ڪٿي ڪٿي سندس ڪردارن کي ڪامياب بڻائين ٿا. منظرڪشي ۽ سيرت‌نگاري هن ناول جون اهم خصوصيتون آهن. جن عبارت آرائي ۾ سونهن ۽ سينگار پيدا ڪيو آهي. مثال طور:

”ساڻريءَ مان ننڍيون ننڍيون نهرون، جهڙي آواز سان وهي،
مٿ ر سر آلاڻي رهيون هيون. پاسن کان وڻن جا گهاٽا جهڳٽا،

واه جا رونق لڳائي بيٺا هئا. جيڏانهن نهار، تيڏانهن قدرت جي ڪاميابيءَ جا آثار پئي نظر آيا. نظاري جي خاص رونق، پر وارن جبلن تي چڙهي بيهي نهارڻ سان معلوم ٿي ٿي. ٿڪل مسافر به هوند هن ماٿريءَ ۾ پير رکڻ سان پاڻ کي يڪدم تازو توانو معلوم ڪن ها. ڇا هئي قدرت جي سندرتا، ڇا هئي پاڻي جي سيتلتا ۽ صفائي، ڇا هئي اتي جي رهاڪن جي خوشنمائي!"

فني لحاظ کان هي ناول ڍلي پلاٽ وارو آهي. پروفيسر صاحب پنهنجن ڪردارن سان هن ناول ۾ البت پاسخاطري ڪئي آهي. ناظر سان چڻ سندس وير آهي ۽ نسيم سان همدردي. مڪالما ڪٿي ڪٿي ثابت ٿا ڪن ته هيءُ ناول سنڌي سماج جي بدران ڪنهن اهڙي خطي جو عڪس پيش ڪري ٿو، جو سنڌ وارا هرگز قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيندا. مثال طور:

(الف) "توکي خبر هوندي ته هتان ڏهن-ٻارهن ميلن جي مفاصلي تي نصيرآباد ۾ هڪ عورت رهي ٿي، جنهن جي نالي سان سمجهون ٿا ته هوءَ ضرور اسان جي سڱ واري هوندي. هن کي ناظر بيگ نالي وڏو ساماڻل فرزند آهي. تون اتي وڃي تڪليف جي وقت ڪانئس مدد جي طلب ڪر، ۽ توکي اوڏانهن موڪلڻ ۾ اسان جو پيو مطلب پڻ آهي.

(ب) اڄ ڇوڪرين جي هڪ عاليشان سرڪس لڪرندي، جا سڄي ڳوٺ سان چڪر ڏيئي، اچي، هڪ پرواري باغ ۾ ختم ٿيندي، جتي طرحين طرحين جا ناچ ۽ گانا ڪيا ويندا. سڀني نينگرين کي بدن تي اڇا ڪپڙا اوڍيل هئا، چوٽيءَ ۾ پنيان اڇن گلن جو جهڳٽو هون، ۽ ساڄي هٿ ۾ خوشبودار گلن سان جهنجهيل لڪڙي ۽ کاٻي ۾ گلدستو. هر ڪنهن جي ڳچيءَ ۾ تازن گلن جي مالها پيل هئي. هو موج سان نچي ڪڏي رهيون هيون، هن موقعي تي سڄي ڳوٺ جون نينگريون اچي ڪٺيون ٿيون هيون. مطلب ته جهنگل ۾ منگل لڳي ويو هو. هر ڪا شعر ۽ ناچ تي دعوا رکندڙ ڇوڪري اتي حاضر هئي."

اهڙا پيا مثال ثابت ٿا ڪن ته جنهن سماج جو هن ناول ۾ بيان ٿيل آهي، سو سنڌي سماج نه آهي. سنڌي ڇوڪرين جو ميلي جي موقعي تي ناچ ڪرڻ ۾ وڃي گانا ڳائڻ ۽ اهڙيون ٻيون ڳالهيون، سنڌي سماج جي خلاف آهن.

هن ناول جي ٻولي اصطلاحن ۽ پهاڪن سان ڀريل، سلوڻي، دلڪش ۽ رواني واري آهي، جيئن مٿي ڏنل مثال مان معلوم ٿي سگهي ٿو. پر ڪٿي ڪٿي ڪي فقرا ۽ مڪالما پوري ماحول کي مصنوعي ڪري ڇڏين. معلوم ٿو ٿئي ته ''پاپ ۽ پاڪيزگي'' ڪنهن انگريزي ناول جو ترجمو آهي، جنهن کي پروفيسر صاحب سنڌيءَ ۾ آندو آهي ۽ ڪردارن ۽ جڳهين جا نالا بدلائي ڇڏيا اٿس. هن ڪتاب ۾ ڪم آندل اصطلاحن ۽ پهاڪن مان ڪي هي آهن:

اصطلاح— الوليون مائڻ، پاڻ پتوڙڻ، پور جهلڻ، پراپت ڪرڻ، سائو ٿيڻ، جهنگل ۾ منگل ٿيڻ، محبت جو مچ ٻرڻ، دل ورڻ، هنئون پرچي اچڻ، پنيلائي ڇڏڻ، وغيره.

پهاڪا — سچ ۾ پاچا، سائي کي سهي ڪونه، سچي کي ڏئي ڪونه، آئين ۽ چاڙهين، ڏت ڏهاڙي، سومرا، رڍ کي راڳ جي ڪهڙي خبر، وغيره.

٣. وڌ وا:- پروفيسر پمياڻيءَ جو هيءُ هڪ بهترين ناول آهي. هن ڪتاب جي ديباچي ۾ مصنف پاڻ لکي ٿو:

''جڏهن 'مالهڻ' ڇپجي ظاهر ٿيو، تڏهن هڪ دوست، جنهن هي ناول پڙهيو هو، تنهن مون کي چيو ته رڳو دک سان ڀرپور قصا پيو لکين. دنيا ته دک روپ آهي، پر ساهتيه ۾ به رڳو تڪليفن ۽ دکن جو ذڪر! مذاقي جزي جو ڪتاب ۾ هجڻ بلڪل ضروري آهي. انسان سمورو وقت ڳڻتين ۾ ڪڍي ٿو، هو ساهتيه جو اپياس انهيءَ ئي خيال کان ڪري ٿو ته کو ڇوٽڪارو ملي.''

''مون وراڻي ڏنيمانس، 'ڇوٽڪارو ڏيندڙ ساهتيه اعلئ درجي وارو ساهتيه نه آهي. جاسوسي قصا پڙهندڙ کي روزمره جي هل هنس

۽ مونجهاري کان ڇوٽڪارو ڏين ٿا، پر اهي ادب جو حصو نه آهن. مان انهن کي جيڪر ادبي ڪن ڪچرو ڪري سڏيان. ساهتيه اهو نه آهي جو پڙهندڙ کان دنيا ڀلارائي ڇڏي، پر اهو، جو کيس زندگيءَ جي تهه ۾ وٺي وڃي، پوءِ اها زندگي دک روپ هجي، چاهي سک روپ. جو مصنف حياتيءَ جي نقش چٽيندي، ان کي حقيقي رنگ ۾ ظاهر ڪرڻ بجاءِ، سندس اصلي روپ لڪل رکي ٿو، سو ادبي صداقت جي اصول خلاف قدم کڻي ٿو.“

”انسان جي حياتي هڪ شاهي ماڙي آهي، جنهن جي نهرن جو پاڻي انسان ڳوڙهن جي پيدائش آهي. دنيا ۾ سک کان وڌيڪ دک آهي، خوشيءَ کان زياده غم آهي، ۽ مصنف ساهتيه ۾ زندگيءَ جو سچو نقاش آهي. لڙڪ لوچ واري ساهتيه جو درجو مرڪ موج واري ساهتيه کان مٿي آهي. اداڪارن جو دک هو پنهنجو دک ڪري سمجهي ٿو. هن کي رنڌو ڏسي کانئس کلڻ موڪلائي وڃي ٿو، هن جي اعمالن ۾ هو پنهنجن جذبن جو عڪس پسي ٿو، هن جي حياتيءَ ۾ کيس پنهنجي حياتي نظر اچي ٿي، هو پاڻ کي انهن کان جدا ڪري نٿو سگهي.“

”وڏ وا“ هڪ سماجي ناول آهي. مصنف جي هن ناول لکڻ مان مراد اها هئي ته سماج ۾ انقلاب آڻجي. مصنف ناول جي ڪهاڻي پاڻ بيان ڪندي لکي ٿو:

”وڏ وا“ جي سورميءَ، سونا، کي شاديءَ جي پهرينءَ رات ئي معلوم ٿئي ٿو ته سندس پتار پيءَ کي پيار ڪري ٿو. رواجي ڇوڪري جيڪر هڪدم پيڪن يا ساهرن کي ان کان آگاهه ڪري ها، مگر سونا پڙڪ به نه پولي. پنهنجي خوشيءَ جو خيال تيس، پر تنهن کان وڌيڪ پتيءَ جي عزت ۽ مان جو اونو رهيس. سونا سنو، چاڪاڻ ته هوءَ بيعيب هئي ۽ منجهس چترائي ڪانه هئي. هن دکن جي زندگي ڪاٽي، ان ڪري جو هوءَ نيڪدل هئي، ۽ منجهس تياڳ جو گڻ هو. اهڙن انسانن کي هن دنيا ۾ سک نصيب نٿو ٿئي.“

”جيئن جهوني مڪان جي جاء تي نئين جڳهه جوڙائڻ لاء ضروري آهي ته ڀهرين پراڻي مڪان کي ڊاهي ”پٽ“ ڪجي، تيئن نئين پنگتي سڌاري کي سماج ۾ آڻڻ لاء پڻ ضروري آهي ته ڪهنين رسمن جو خاتمو آڻجي. ’وڏ وا‘ هڪ پنگتي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ عورتپڻي جي سڪيم مسئلي تي روشني وڌي ويئي آهي. اسان جي سماج ۾ عورت جو ڪهڙو درجو آهي، ۽ ڪهڙو ٿيڻ جڳائي، زال ۽ مرد جون هڪٻئي ڏانهن ڪهڙيون جوابداريون آهن، تن جو ذڪر هن ڪهاڻيءَ ۾ ٿيل آهي. هن ناول ۾ وڏوائپڻي جي باريڪ مسئلي کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.“

”وڏ وا“ جي سورميءَ، سونا، جو آواز عورت جو آواز آهي. هن جي درد ڀري آه ۾ هزارن جون آهون سمايل آهن. سياسي دنيا ۾ عورت آزادي هٿ ڪئي آهي، مگر سماجڪ دنيا ۾ آزادي حاصل ڪرڻ لاء هوءَ اڃا لڙي رهي آهي. سونا پڻ ان آزادي هٿ ڪرڻ لاء لڙي ٿي. سماج جي زبردست طاقتن سان متو ٽڪرائي ٿي“.

**عبارت ۽ ٻولي:-** پروفيسر صاحب جي ٻولي، جيئن اڳ ۾ بيان ڪيو ويو آهي. بامحاوره، عام فهم ۽ موزون لفظن ۾ بيان جو بهترين مثال آهي. ديوان سوڀراج نرملداس، هن ناول جي مهاڳ ۾ عبارت ۽ ٻولي جي باري ۾ لکي ٿو:

”سونا جي دک جي ڪهاڻي، تاجي-پيٽي-ماهر مصنف جي موثر عبارت ۾، عبرت ۽ نصيحت جو مختصر داستان آهي. سندس ٻولي سهڪ ۽ سوادي آهي، ۽ ڪيئي گهرو ديسي درسيه مناسب موقعن تي ڪم آندا اٿس. ڪتاب ۾ ڪيترائي ڊولائتا محاورا ۽ نج سنڌي پهاڪا ڪم آندل آهن، ۽ مسٽر نارائڻداس ڀنياڻي جي تحرير مان پڌرو آهي ته ڪن تجربن، لاهن چاڙهن ۽ سماجڪ اوٿاين تي خاصو غور ڪيو اٿس، ۽ دلچسپ ٻوليءَ ۾ خيالن ظاهر ڪرڻ جي منجهن تحسين جوڳي لياقت آهي.“

"لائق ليکڪ جي لکت ۾ مقناطيسي اثر آهي، جنهن ڪري ڪتاب هڪ واريءَ شروع ڪبو ته پڇاڙي تائين پڙهي پورو ڪرڻ جي ڪشش ٿيندي"(١).

عبارت ۽ ٻوليءَ جي نموني لاءِ هيٺ ڪي مثال ڏجن ٿا:

(الف) "ٻريم پيدا جيتوڻيڪ سونهن جي تاثير هيٺ ٿئي ٿو، ته به ان کي قابو ۽ جٽاءُ دار بنائڻ لاءِ صرف انهيءَ سونهن جي درڪار نٿي رهي. عورت ٿاه ٿوه ڪندي ٻريتم واسطي، جيتوڻيڪ خود ڪيس به ان ٻريتم جي ڪل ڪانه هوندي. عورت جي زندگي هڪ قسم جي جستجو آهي. هوءَ تلاش ڪندي رهندي، ليڪن ڪڪ هرگز ڪانه ٿيندي. اورچائيءَ جو علم هن ٻرابو آهي."

(ب) "ليڪين وڌوائون هندو سماج ۾ اجهي لاءِ ٻاڏائين ٿيون، مدد لاءِ پڪارين ٿيون. سماج ٻوڙو آهي، انهن جي دل ڏاريندڙ دانهن مرد ڪونه ٿا ٻڌن. سون ڪيئن دفعا هندو زالن کي رستي تي ڀيک گهرندي ڏٺو آهي. هنن کي ٻيني پيٽ ٻالڻ ۾ عار نٿو ٿئي. اسان جي سماج لاءِ شرم جي ڳالهه ڇٻي. ٻين ذاتين ۾ وڌوا-وواهه جي رسم آهي. وقت آيو آهي، جڏهن اسان کي اکيون پٽڻ گهرجن، دل ڪشادي ڪرڻ کپي، ۽ نه ته جهونين رسمن جا غلام ٿي ويهون. هن وقت زال مرد جي پيٽ ۾ ائين آهي، جيئن گدرو ڪاتيءَ جي: 'گدرو ڪري ڪاتيءَ تي يا ڪاتيءَ ڪري گدري تي'، ٻنهي حالتن ۾ نقصان گدري کي ئي رسي ٿو."



## محمد صديق 'مسافر'

### ١٨٧٩-١٩٦١ع

مسافر صاحب جو والد، زنجبار مان، 'گولي' جي حالت ۾، ٻهرين

(١) نارائڻداس ڀمڀاڻي: "وڌوا"، ڇاپو ٻهريون، ڪراچي، ١٩٤٣ع، سمالوچن، ص ص ب، ٻ ۽ ڀ

مسقط آيو، جتان هو ٺٽي، پوءِ ٽنڊي باگي وڃي رهيو. ’مسافر‘ مرحوم جي ولادت، ٽنڊي باگي ۾، ۱۸۷۹ع ۾ ٿي.

محمد صديق ’مسافر‘، پنهنجين علمي ۽ ادبي خدمتن جي ڪري، سنڌ ۾ گهڻو چاتل ۽ سڃاتل آهي. سندس ڪتاب ”ڪليات مسافر“ ۾ انهن مڙني خدمتن جي ڏنل ياد داشت جي مطالعي ڪان پوءِ، سيڪو صاف طرح محسوس ڪري سگهي ٿو ته ”ذات نه آهي ذات تي، جو وهي سو لهي“. قدرت، پنهنجيءَ رحمت سان، ”گلاب“ گولي جي گهر ۾ هڪ اهڙو املهه ماڻڪ عطا ڪيو، جنهن جي پاڪ-هند جي سنڌي اديبن ۾ ڌاڪ هوندي هئي. غربت ۽ مسڪيني جي ڪري، هن پرائمري اسڪول جي ماستريءَ سان پنهنجي زندگيءَ جو آغاز ڪيو، ۽ نيٺ، ترقي ڪندو، ٽريننگ ڪاليج ۾، استادن جو به استاد مقرر ٿيو.

**ادبي سرگرميون:-** مسافر مرحوم ادبي سرگرمين ۾ تمام گهڻو حصو وٺندو هو. ۱۹۳۴ع ۾، ”سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي“ جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر، ۽ ان سان گڏ تصنيف-تاليف ڪاميٽيءَ جو به ميمبر منتخب ٿيو. هو نه فقط هڪ استاد شاعر هو، بلڪ وڏو ناقد ۽ قابل مضمون نگار پڻ هو. سنڌي نثر واري حصي ۾ جيڪا خدمت ’مسافر‘ ڪئي، سا هرگز وساري نٿي سگهجي. ٽريننگ ڪاليج مان سندس ادارت هيٺ نڪرندڙ ”تعليم“ اخبار ۾ سندس بيشمار مضمون ڇپيل آهن، جي انهيءَ دعوىٰ جي دليل لاءِ ثابتي طور پيش ڪري سگهجن ٿا.

**تصنيفون:-** مسافر صاحب سليس ۽ عام فهم عبارت توڙي روزمره واريءَ گهرو ٻوليءَ جي ڪري سنڌ ۾ سڃاڻپ ڪي وٺندو هو. پارائي ادب ۾ انيڪ چيزون، هن جي ئي خداداد قابليت ۽ جوهر جو بينظير مثال آهن. علمي ۽ ادبي مقالن ۽ تقريظن ۾ هن جا مٽ ڪي ٿورا هئا. پاڻ ڪيترائي ڪتاب لکيا اٿس. سندس ڪتابن، ”ديوان فاضل“ ۽ ”قرب قليچ“ مان ڪيترو ئي سواد ”سنڌ جي ادبي تاريخ ڀاڱي ٻئي“ ۾ به نظر اچي ٿو(۱) سندس لکيل ڪتابن مان ڪي هي آهن:

---

(۱) محمد صديق ميمڻ: ”سنڌ جي ادبي تاريخ“، ڀاڱو ۲، ”سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي“، حيدرآباد، ۱۹۵۱ع، ص ص ۲۶۷-۲۷۵ ۽ ص ص ۴۶۹-۴۷۲.

(الف) **ترجمو ڪيل ڪتاب:-** مهرور بانو (”بهار دانش“ جي ڀڃرئين حصي جو ترجمو)، اخلاق محسني [ڀاڱو ١ ۽ ٢] (فارسي تان ترجمو)، سوم تنگري جو سير، ممتاز دمساز، زينت القاري، قولداني، جوهر اسلام، ۽ گلبدن.

(ب) **تصنيف ۽ تاليف ڪيل:-** ديوان فاضل، قرب قليچ، هداية المسلمين [٦ ڀاڱا]، شهيد ڪربلا، غلامي ۽ آزاديءَ جا عبرتناڪ نظارا، منازل مسافر بمعہ ڪليات مسافر، سچاڻ زالون، منتخب المضامين (گلزار نثر).

(پ) **اخبار تعليم ۾ ڇپيل مضمون:-** زيب النسا ’مخفي‘، صوفي ۽ تصوف، پليگ، چاند بيبي، پراڻيون نشانيون، ڏاهي پڙهيل زال، علم جو شوقين شاگرد، تربيت ۽ تعليم، انسان جي من جي حقيقت ۽ طاقت، حالت اضافت، مرزا جاني بيگ، سنڌ جي ماڻهن جا قديم ۽ عجيب رواج، سنڌ جي شاعري.

مسافر صاحب جي مٿين ڪتابن مان ڪن جو جائزو هيٺ ڏجي ٿو:

١. **ديوان فاضل:-** هيءُ ڪتاب ”سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ“ ١٩٣٧ع ۾ ڇپايو هو. فاضل شاه جيئن ته مسافر مرحوم جو استاد هو(١)، تنهن ڪري هن ڪتاب ڪي سوهڻ ۾ ڀاڻ خوشي به محسوس ڪيائين، ۽ استاد جو حق به سمجهيائين.

هن ڪتاب ۾، فاضل شاه جي عبارت جي حسن ۽ سينگار، فصاحت ۽ بلاغت جي اصولن، سندس ڪلام ۾ ڪم آندل اصطلاحن، پهاڪن ۽ ڪن ضروري لفظن تي ڪافي چندچاڻ ٿيل آهي. سنڌي ادب ۾ تنقيدي ادب جي ابتدائي ڪتابن ۾، هن ڪتاب کي پنهنجو درجو آهي.

ڪتاب کي معياري ۽ مڪمل بنائڻ لاءِ، پراڻين سنڌي اخبارن مان فاضل شاه جو جملي ڪلام هٿ ڪري، گڏ ڪيو ويو آهي. ديباچي کان پوءِ فاضل شاه جي سوانح عمري ۽ سندس زندگيءَ سان واسطيدار سڀ پهلو به بيان ڪيا ويا آهن. ساڳئي وقت، فاضل شاه جي ڪلام جي به

(١) محمد صديق ميمڻ ’مسافر‘: ”ديوان فاضل“، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد، ١٩٣٧ع، ديباچو: ص ٢

چنبڙيل ڪيل آهي. فاضل شاه جي شاعراڻي حيثيت، فاضل شاه جي همعصر شاعرن، اديبن، عالمن ۽ فاضلن توڙي سندس تصنيفات تي جامع مواد پيش ڪيل آهي. انهيءَ کان سواءِ، شرح ۽ معنيٰ واري حصي ۾، فاضل شاه جي ڪلام ۾ ڪم آندل ڏکين لفظن جون معنائون ۽ صنعتن جي سمجهاڻي به ڏنل آهي. فني تنقيد جي لحاظ کان، هن ڪتاب جو درجو تمام بلند آهي. عبارت ۽ طرز تحرير جي لطافت جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(الف) ”سائين فاضل شاه قلبي شاعر هو ڇاڪاڻ جو سندس قال (سارو ڪلام) سندس حال (عملي زندگي) سان موافق آهي. سندس ڪلام شروعات کان وٺي پڇاڙيءَ تائيد ڏسبو، ته ڪٿي عالمانه وعظ ۽ خدا پرستيءَ جو تاڪيد، ڪٿي علم ۽ اخلاق پرائڻ جو تاڪيد، ڪٿي صوفيانه صلاحون ۽ حقيقي اسرارن جو ذڪر، ڪٿي اوائلي زماني واريون مجازي عشق جون پڌريون پڌريون پوليون، ڪٿي مذاحيه ڪلام، ته ڪٿي هجويه ڪلام ۽ هزليات“.

(ب) ”تعليم ڏيڻ جو ايڏو شوق هوندو هون، جو جڏهن ڪابه سمجهاڻي ڏيندا هئا، تڏهن اٿين ڪين سمجهبو هو ته ڪو سٺ-ستر ورهين جو پيرسن پيو تقرير ڪري، پر سمجهبو هو ته ڪو نوجوان معلم ويٺو تعليم ڏئي. سندن رحلت کان پوءِ سائين حاجي محمد علي شاه مرحوم واعظ توڙي مرحوم مولوي حاجي حافظ عبداللطيف صاحب وٽان به سبق وجهيو وٺندو هوس، پر اها چس ۽ اهو اثر نصيب ڪونه ٿيندو هوم، جو سائين فاضل شاه جي تعليم مان پرهندو هوم.“

۳. **مهرور بانو:-** جيئن اڳ ۾ بيان ڪيو ويو آهي، هيءُ ڪتاب فارسي زبان جي ڪتاب ”بهار دانش“ جو ترجمو آهي. ڪتاب جو مضمون ”گل خندان“ واريون ڪون تو لاهي.

هن ڪتاب ۾ مسافر صاحب مسجع ۽ مقفيٰ نثر ڪم آندو آهي، جو شايد ان وقت داستان گوئيءَ لاءِ موزون سمجهيو ٿي ويو. پر پاڻ ان قسم واري نثر لکڻ ۾ ڪامياب نه ٿيو آهي(۱). اهو ئي سبب آهي جو هن ڪتاب جي عبارت تي لطف الله بدوي صاحب تنقيد ڪندي لکي ٿو:

(۱) لطف الله بدوي: مقالو ”سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل داستان“، سماهي مهراڻ، سرءُ، حيدرآباد، ۱۹۵۵ع، ص ۱۹۳

”مترجم ترجمي کي برقرار رکڻ ۾ وڏي ڪوشش ۽ ڪاوش ورتي، جنهن ڪري منجهس مصنوعي تڪلف اچي ويو آهي(۱).

بدوي صاحب ”گل خندان“ ۽ هن ڪتاب جي عبارت جي ڀيٽ ڪندي لکي ٿو:

”هن مقفيٰ عبارت کي ’گل خندان‘، ’چار درويش‘ ۽ ’حاتم طائي‘ جي عبارت سان ڀيٽبو ته وڏو تفاوت نظر ايندو: ڦهريان تصنع ۽ تڪلف کان آزاد، ۽ ڀوين انهيءَ قيد ۾ مقيد(۲)“.

نموني طور هڪ مثال ڏجي ٿو:

”شهزادو پنهنجيءَ سنگت سميت شاهي محلات ۾ ويو. گهمندي گهمندي هڪڙي محل ۾ ڏٺائون مردانو مڙهه پيو. پري نژاد بي اختيار ڏني اوڇنگار، اهو ڏسي شهزادو ۽ سنگتي ٿيا بيقرار. پري نژاد کان شهزادي ڪيو سوال، ته هن جاءِ ۾ اوڇنگار ڏيڻ جو ٻڌاءِ سبب ۽ حال“.



## عثمان علي انصاري

## ۱۹۰۱-۱۹۶۳ع

انصاري صاحب جو ڀيءُ، سهارنپور ضلعي جي جنت آباد (انبهٽا) ڳوٺ ۾ ڄائو هو. ۱۸۷۰ع ۾ سنڌ ۾ آيو، ۽ ۱۹۰۱ع ۾ سيوهڻ ۾ وفات ڪيائين.

انصاري صاحب پاڻ ۱۹۰۱ع ۾، شڪارپور ۾ ڄائو. سندس ننهيال سندس چاچي ميان صادق عليءَ ڪئي، جو خيرپور رياست ۾ وزير هو. انصاري صاحب، ۱۹۱۸ع ۾، شڪارپور هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪري، اعليٰ تعليم لاءِ ڀهرين جهوناڳڙهه ۽ پوءِ عليگڙهه ويو. ۱۹۲۳ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي.اي پاس ڪري، انگلنڊ روانو ٿيو. ۱۹۲۸ع

---

(۱) ڏسو صفحي ۱۰۸ تي ڏنل حوالو

(۲) ايضاً

۾ ايم.اي (انگريزي ادب ۾) ۽ صحافت ۾ ڊپلوما ڪري واپس موٽيو. اول اول ڪيس ميرپورخاص ۾ هيڊماستر مقرر ڪيو ويو ۽ نيٺ ترقي ڪري، ١٩٥٢ع ۾ سنڌ جو ڊي.پي.آء ٿيو.

**ادبي خدمتون:-** انصاري صاحب جون علمي ۽ ادبي خدمتون وسيع آهن. ورهاڱي کان اڳ، سنڌ سرڪار طرفان مقرر ڪيل سنڌي ادب جي صلاحڪار بورڊ جو صدر هو. ان وقت ديوان لالچند امر ڏنومل بورڊ جو سيڪريٽري هو. وفات کان اڳ تائين، انصاري صاحب سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر هو، ۽ ڪجهه وقت ان جو اعزازي سيڪريٽري پڻ رهيو.

انصاري صاحب، مرزا قليچ بيگ وانگر، ترجمي جو شوقين هو. سندس خيال هوندو هو ته ٻين ٻولين مان ترجما ڪري، سنڌي ادب کي مالامال ڪجي. انهيءَ خيال کان، هن ٻين ٻولين جا بيبها شهپارا ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ آندا. هن به، مرزا صاحب وانگر، ناول، ناٽڪ، فلسفي، اخلاقيات ۽ ٻين صنفن جا ڪتاب ترجمو ڪري، سنڌي ادب ۾ قيمتي اضافو ڪيو.

انصاري صاحب شاه لطيف جو عاشق هو. کيس هميشه اهو فڪر هوندو هو ته شاه لطيف جو صحيح ڪلام عوام جي اڳيان اچي، ۽ ان جي معنيٰ، ان جو مفهوم ۽ روحاني راز صحيح انداز ۾ عوام تائين پهچي. انهيءَ خيال کان، هن شاه جي ڪلام تي ڪافي تحقيق ڪئي. پاڻ چوندو هو ته ”سون وٽ شاه جي رسالي جا ڏار ڏار اوڻيهه نسخا آهن، جي سڀ گهڻو ڪري قلمي آهن. سندس نگرانيءَ هيٺ، شاه صاحب جي سرن جو هڪ سلسلو جاري ٿيو هو، جنهن جي هڪڙي ڪڙي، سر ٻروو سنڌي ۽ سر ڪاهوڙي شايع ٿيل آهن.

**تصنيفون:-** هن صاحب جيڪي ڪتاب ۽ مضمون لکيا آهن، تن جو وچور هيٺ ڏجي ٿو:

**ڪتاب:-** (١) پنج [طبعزاد ڪهاڻين جو مجموعو]، (٢) درس عمل [طبعزاد، اخلاقي مضمون]، (٣) گمراه دوست [ناٽڪ— شيڪسپيئر جي ”ٽو جينٽلمين آف ويرونا“ جو ترجمو]، (٤) جرم ۽ وفا [ناٽڪ— شيڪسپيئر جي ”سمبلائين“ جو ترجمو]، (٥) ادبي انتخاب [ترجمو— دنيا جي

ڪن مشهور ڪهاڻين جو ترجمو]، (٦) يوناني فلسفو [ترجمو – افلاطون جي فلسفي تي لکيل ”دي اسٽوري آف فلاسافيءَ“ جو ترجمو].

**مضمون:-** شاه جي ڪيمياگري، سنڌي نثر، شاه جي محبت جو معيار، گربخشانيءَ جي رسالي تي تنقيد، شاه- سنڌي تهذيب جو محافظ، شاه لطيف جا قاصد ۽ سندس پيغام.

سندس ڪتابن مان ڪن تي تبصرو پيش ڪجي ٿو:

**١- جرم وفا:-** هيءُ ڪتاب شيڪسپيئر جي ”سمبلائين“ تان ترجمو ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو عنوان مضمون مطابق آهي. هن ڊرامي جو ترجمو مرزا صاحب به ڪيو آهي ۽ ان جو نالو ”شمشاد مرجانه“ رکيو اٿس.

انصاري صاحب، پنهنجي ترجمي ٿيل ڪتاب ۾، متن توڙي ڪردارن ۾ ڪابه ڦيرگهير ڪانه ڪئي آهي. هن ڊرامي ۾ ڄاڻايل آهي ته ڪي شخصيتون پنهنجيءَ وفاداريءَ جي ڪري ڀرين ته سزا ڀوڳين ٿيون. پر پوءِ، سچ ته بيٺو لچ جي مصداق قدرت نيٺ ڪين انهيءَ وفا جو اجورو ڏني ٿي، ۽ دغابازن ۽ مڪارن کي سندن مڪاريءَ ۽ فريب جي سزا ملي ٿي.

**عبارت ۽ ٻولي:-** هيءُ ڊرامو تمام سليس، دلچسپ ۽ وڻندڙ ٻوليءَ ۽ عام فهم عبارت ۾ لکيل آهي. سڄي ڪتاب ۾ ڏکيو لفظ ڪو مشڪل ملندو. هر هنڌ موقعي آهر اصطلاح، چوڻيون ۽ پهاڪا ڪم آندا اٿس.

گفتگو ۽ طرز ادا جي لحاظ کان هي ڊرامو پنهنجو مٽ پاڻ آهي. اداڪارن جي واتان، سندن شخصيت آهر موزون گفتگو ڪرائي ويئي آهي. هن ڊرامي ۾ ڪن اخلاقي نُڪتن تي پڻ روشني وڌي ويئي آهي.

**جهڙوڪ:** قومي جذبو، ملڪ ۽ قوم لاءِ سر ڏيڻ لاءِ تيار رهڻ، آزاديءَ جي تمنا، وغيره. مثال لاءِ ڪي نمونا ڏجن ٿا:

(الف) ”تنهنجي والد کي هٿ چڙهي وڃان ۽ هو مون کي عذابن سان مارائي، اهو سڀ مون کي قبول آهي، ليڪن جان جي مالڪن جي ٻرخي، ڇا لکان ته ڇا ڪري رهي آهي! هالي جيئن اوهان

جي مرضي، جي فرصت هجيو تہ هڪ دردمند پر ثابت قدم جان نثار
جي دعا قبول ڪريو، جنهن جي محبت جي گهرائيءَ ٻس موت
جي دروازي تي اچي بيهاريو آهي."

(ب) "اي پاڪ هٿن جي لڳايل مهر، اجازت آهي تہ لفافو کوليان؟
خوش رهڻ شهر جون اهي مکيون، جن هيءَ مِٺ گڏ ڪئي، جا
محبت نامن کي مقفل ڪرڻ جو ڪم ڏيئي رهي آهي."

۳. **ادبي انتخاب**:- انصاري صاحب، دنيا جي ڇهن ملڪن، عرب، انگلنڊ، فرانس ۽ آمريڪا جي مشهور ليکڪن جي شهپارن مان ڪي ڪهاڻيون چونڊي، سنڌيءَ ۾ آنديون آهن. ڪتاب جي منڍ ۾ پاڻ لکي ٿو:

"هرهڪ ملڪ جي لکڻ وارن جو پنهنجو پنهنجو نمونو ٿو
ٿئي. ڪي خيال جا اونها تہ ڪي جذبات جي تصوير ڪڍڻ
جا ماهر، ڪي لفظي تڪبنديءَ جا استاد تہ ڪي فلسفي جا
درياءَ. سنڌي زبان جي واڌاري لاءِ ضروري آهي تہ اسان جي
مصنفن کي دنيا جي تصنيفات سان تعارف ڪرايو وڃي."

ڪتاب ۾ هر مصنف جي حياتيءَ جو ٿورو بيان ڏنل آهي. ان کان پوءِ، سندس ڪنهن مشهور ڪتاب جو ڪجهہ اختصار ۽ ڪجهہ ترجمو ڏنو ويو آهي. اول خليل جبران جي جڳ-مشهور تصنيف "پيغمبر ۽ پيغمبر جو باغ" جو اختصار ۽ ترجمو ڏنو ويو آهي. خليل جبران متعلق انصاري صاحب هڪ يورپي نقاد جو رايو ڏيندي لکيو آهي: 'ٽئگور جي گيتانجليءَ' کان پوءِ، مشرق مان اهڙو مٺو آواز وري خليل جبران جي پيغمبر مان پيو اچي."

**عبارت ۽ ٻولي**:- انصاري صاحب منڍ ۾ ٻي دعوا ڪئي آهي تہ "ترجمي ۾ هي خيال رکيو ويو آهي تہ جيئن اصل جي شان کي چوٽ نہ رسي. "ادبي انتخاب" جي مطالعي کان پوءِ قابل مترجم جي دعوا درست نظر اچي ٿي. ترجمي ۾ اهي ئي خوبيون سمايل نظر اچن ٿيون، جيڪي ڪنهن طبعزاد ڪتاب ۾ هونديون آهن. ڪتاب ۾ تمام سولي، پختي ۽ بامحاوره سنڌي ڪم آندل آهي." مثال طور:

”مصطفيٰ محبوب، پنهنجي زماني جو صبح، ٻارهن سال پرديس ۾ گذاري، پنهنجي وطن وريو. موٽڻ واري ڏينهن، ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تان ڏٺائين ته ڪيس واپس وٺي هلڻ لاءِ هڪ ٻيڙي سمنڊ جي ڪري، اکيون ٻوٽي، خاموشيءَ سان شڪر ڪيائين. پر جيئن ٽڪريءَ تان هيٺ لٿو، تيئن سندس خوشي ڏک سان بدلجي ويئي. دل کي درد ٿو رسي. مون هن شهر ۾ ٻارهن ورهيه مٺيءَ مٺيءَ مصيبت جا گذاريا آهن، هينئر هن شهر کي ڪيئن ڇڏيان! ميرو ڪپڙو هجي ته لاهي اڇلايان، پر بدن جي کَل ته ايذاءَ کان سواءِ ڪانہ لهندي! ڪو خيال هجي ته وساري ڇڏي وڃان! اهي ٻڪ ۽ اَڄ جون راتيون ۽ ڏينهن ڀلا وسري سگهندا ڇا؟“

اهڙي طرح ”ادبي انتخاب ۾ ٻي ڪهاڻي، ”سيارو آيو، بهار نہ ايندي ڇا؟“ آهي، جنهن جو مصنف ’هيچين‘ آهي. هن ڪهاڻي جي پڙهڻ کان پوءِ انهي نتيجي تي پهچجي ٿو ته، جڻ ته اها آکاڻي انصاري صاحب پاڻ لکي آهي ۽ نہ ڪ ترجمو ڪئي اٿس. ان جو ترجمو اهڙو عمدو آهي جو گمان پيو ٿئي ته اها سندس اصل لکيل ڪهاڻي آهي، ۽ رڳو وغيره هيچين جو ورتو هونداٿين.

بهرحال، هيءُ ڪتاب سنڌي ادب ۾ ڪافي اهميت ٿو رکي.



# ضميمو

| نمبر | نالو | سال | تصنيفون |
|---|---|---|---|
| ١. | آسد الله شاه "فدا" قاضي | ١٨١١—١٩٢٦ع | بهار اخلاق[رسالو]، هديه اسديه، فتح الهادي في رد گمنام حيدرآبادي، |
| ٢. | آغا صوفي | ١٨٨٩—١٩٣٨ع | دنيا دورنگي [ڊرامو]، سچل سرمست، طبي جواهر |
| ٣. | احسان احمد بدوي | ١٩٢٦—١٩٦٥ع | ناظم حڪمت، ادبي آئيني تي هڪ نظر، سنڌي ادب ۾ افسانه نگاري، سنڌي ادب ۾ مرثيو، سنڌي مقالا نگاري، تنقيد ۽ تنقيد نگاري |
| ٤. | آڏارام چانڊومل ٿڌاڻي | — | سنڌ جا مير |
| ٥. | بولچند ڏيارام، راءِ بهادر | ١٨٦٨—١٩٢٣ع | نورجهان ۽ پيامضمون، تاج محل ميرن جي دربار |
| ٦. | ڀاڳچند آڏواڻي | — | گماني گهمسان [ڊرامو] |
| ٧. | تاج محمد آغا | ١٩٠٤—١٩٥٨ع | سنڌي نصاب، سنڌي گرامر |
| ٨. | تاراچند شوقيرام، راءِ بهادر | ١٨٥٠—١٩٣٨ع | جيون ٿلواڙي، سامي ء جو جيون چرتر ۽ چونڊ سلوڪ، شاهه عبداللطيف، ڪبير ڀڳت، ميران ٻائي، هندستان جو ديش واسي |
| ٩. | تيجومل شاهاڻي | — | راڻو پرتاب سنگهه [ڊرامو] |
| ١٠. | پربداس الندرام رامچنداڻي | — | سنڌي ٽيون ڪتاب، سنڌي چوٿون ڪتاب، تاريخ هندستان انگلنڊ جي تاريخ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١١. | جڳترام ايسرداس شوداساڻي | ١٨٨٨—١٩٤٦ع | ادب ۽ مروت، امڙ، ڀارت پوشش، جاگرافي ايشيا، جاگرافي ضلعو حيدرآباد |
| ١٢. | جيمانند ناگراڻي | — | جاگرافي يورپ، ڏيارام گدومل مها انڊير، نل دميتي |
| ١٣. | جهمٽمل نارومل وسناڻي | — | وڻنهتي ڪوش، سنڌي گرامر |
| ١٤. | جهامنداس ڀاٽيا | ١٩٠٢—١٩٦٥ع | سائين قطب شاهه، سائين ايسر لال |
| ١٥. | چمنداس ڊاڪٽر | — | سلهه، قوت جو راز |
| ١٦. | چانڊومل کٽري | — | مهجور، چندر |
| ١٧. | حاجي محمود ”خادم“ | — | رياض بلاغت |
| ١٨. | ڏيونداس ”آزاد“ | — | پورب سنديش |
| ١٩. | ڊولومل ٻولچند | — | سنڌي گرامر، سنڌي-انگريزي ڊڪشنري، انگريزي-سنڌي ڊڪشنري |
| ٢٠. | سرن آنند هاسومل | — | گل بڪاولي [داستان] ممتاز دمساز [داستان] |
| ٢١. | سلطان علي ”فدائي“ خواجه | ١٩٢٢—١٩٥٩ع | تاريخ علي المرتضيٰ، شهيد جي تمنا، چراغ حقيقت، اولامر ڪنشٽ [ڊرامو] |
| ٢٢. | شيوا سنگهه اجواڻي | — | |
| ٢٣. | صاحب سنگهه چندا سنگهه شهاڻي | ١٨٦٨—١٩٣٠ع | بلو کوکر، تارن جو اپاس، سيل پري سوڍي |
| ٢٤. | صادق علي مرزا | ١٨٤٨—١٩١٢ع | ٻماشي حساب، علم نباتات، علم هئيت |
| ٢٥. | عبدالخالق ”خليق“ موراڻي | — | سندري [ناول] |
| ٢٦. | عبدالرحيم ”وفا“ آخوند | — | قصو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال قصو عمر ماروئي، قصو ڪنا ٻلي، قصو سسئي پنهون، وڪٽي ڏاتار جو قصو، جمجم سلطان جو قصو، بهرام شاهه جو قصو، عجائب شاهه جو قصو، جواهراللغات |

| نمبر | نالو | سال | ڪتاب |
|---|---|---|---|
| ٢٧. | عبدالرزاق قاضي | ١٨٩٢—١٩٦١ع | غازي انور پاشا، آئينہ محبت، ارشاد الامام، تاريخ القران، سيرت العائشہ، فاروق اعظم، محنت جو ڦل، فولادي شهزادو، امانت، پيارو نبي، دين ۽ دنيا، سورة فاتح |
| ٢٨. | علي قلي بيگ مرزا | ١٨٥٦—١٩٠٤ع | سچل جو رسالو |
| ٢٩. | علي نواز بيگ مرزا | ١٨٧٤—١٩٧٢ع | ملڪ سرفراز، خاتون جنت، انتقام، تاريخ اسلام، آفتاب رسالت، سرتاج امت، خلافت و امامت، شهيد ڪربلا، صراط لمستقيم، اخلاق حميده، ناصر سوداگر، سرفروز ۽ رعنا ٽيلها، حسن آباد جا راز |
| ٣٠. | غلام احمد ”ساقي“ مجاولي | —١٩٦٠ع | پيغمبر، قائداعظم، ماهرو، نقلي پيغمبر، سندري، پيروز گاري ڪافر، اسلام خاطر، شيطان، محمود غزنوي، مقدس وطن |
| ٣١. | غلام احمد نظامي | ١٨٩٥—١٩٥١ع | حور دمشق [ناول]، خدائي انتقام [ناول]، بياض نظامي، رياض نظامي |
| ٣٢. | غلام رضا بيگ مرزا | | مفتاح القلب |
| ٣٣. | غلام حسين قريشي | | پنهي زميندار جي ڳالهه |
| ٣٤. | غلام علي قاضي ٺٽوي | — | هندستان جي تاريخ |
| ٣٥. | فتح چند مينگهراج آڏواڻي | — | گروالي، آرتي، پارت پوشن، جيون چرتر ڪبير صاحب، شري گرو آنند صاحب [٢ حصا] گرو تيغ بهادر جي جيون چرتر، جيون چرتر پيکت ڏنو، پيکت مالهہ |
| ٣٦. | فقير محمد ”عاجز“ آخوند | ١٨٣٦—١٩١٩ع | تفسير فاتح الڪتاب، نهڪا اخلاق، گلشن بهار |

| نمبر | نالو | سال | ڪتاب |
|---|---|---|---|
| ٣٧. | فاضل شاهه | ١٨٣٦—١٩٠٠ع | ميزان الشعر، تفسير فاضليه |
| ٣٨. | ڪشنچند ''بيوس'' | ١٨٨٥—١٩٤٧ع | خوبصورت بلا [ڊرامو]، سورداس [ڊرامو]، هرشچندر [ڊرامو]، پرت پوڄارڻ [ڊرامو]، هار جيت [ڊرامو] |
| ٣٩. | ڪيولرام | — | گلشڪر، سوڪڙي، گل |
| ٤٠. | گل حسن ڪربلائي مرزا | ١٨٩٧—١٩٦٢ع | مرحوم شمس العلماء مرزا قليچ بيگ [مضمون] |
| ٤١. | ليلارام ٽاروسل | — | دورنگي دنيا، پريمي پتنگ |
| ٤٢. | ليلارام سنگهه | — | عادل خان، سورجن راڻا، هرشچندر، سوهڻ تارڪا، راماڻ، سندري، سنڌي چپ صاحب، بيوفا قاتل، ڪلجڳ جا ڪلور، ڪشور سوهڻي |
| ٤٣. | ليلارام ڦيرواڻي | — | هڪ رات (ليلاچنيسر) [ناٽڪ] |
| ٤٤. | لوڪ سنگهه | — | درو پدي |
| ٤٥. | سنگهارام آڏارام | — | اڪيلي دل، ڀينر، پاپ ڪي ٻچ، ٻٽي، ناخلف پٽ، ميلاپ، سمنڊ جي گجڪار، دلسوز داستان، ڪوڙو ڪلنڪ، ماتا جي ممتا، پتا جو پاپ، پاپ جو ڪيتو، پريت جي ريت، انارڪلي، پريت جا گيت، گيتانجلي، ادبي اصول، سنڌي نثر جي تاريخ |
| ٤٦. | ميران محمد شاهه (ثاني) ''مير'' | ١٨٩٨—١٩٦٣ع | مضمون: گنجي ٽڪر جو سير، دل جي طلب، شاهه جو ڪٽ، ٻلن جو شڪار، سير الحمرا |
| ٤٧. | مير عبدالحسين خان ''سانگي'' | ١٨٥٠—١٩٢٤ع | قصو گلرنگ شاهه ۽ گل اندام، لطائف لطيفي |
| ٤٨. | محمد حيدرآبادي ميان | — | سنڌي صرف و نحو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٤٩. | محمدهاشم ”مخلص“ | ١٨٦٠—١٩٣٤ع | جعفر زٽلي [رسالو]، الامين [اخبار]، مسلمان [اخبار] |
| ٥٠. | موٽو مل گدوائي | — | وسند لڪشمي[ڊرامو]، ڪرشن جي گوپي [ڊرامو] |
| ٥١. | ٽولرام سادو | — | سروجني |
| ٥٢. | نادر بيگ مرزا | ١٨٩١—١٩٤٠ع | جي پانڻين جوڳي ٽيان، تناسخ ۽ اسلام، مروان موت ملوڪان شڪار، رائفلس |
| ٥٣. | ٺاڪرام ڏرمداس ميرچندائي | — | نيڪانجام، فريبي فتنو، پتي شيوا، پريم ڀڳتي، بيوفا پريتم، شنت منورما، راجپوت ستيا، پريم پتلي، لڪل لعل، آدريش ناري، نازڪ گل، مٺا ستارا، گل خوشي، ڦول ڦليل، جيون جا ورق، ميگهه دوت |
| ٥٤. | نرملداس فتح چند | — | آئينہ مخزن، دلورام جي ٺٺڪري |
| ٥٥. | واڌو مل مولچند | ١٨٤٨—١٩١٢ع | گل بهار، عجيب ٽڪي، دلپسند لطيفا[ٻہ حصا]، جيون جو دور، سامي ۽ جا سلوڪ |
| ٥٦. | هريرام ماڙيوالا | — | مجومتر، ساڌونولراءِ، ڦل چونڊ |
| ٥٧. | هيرانند ساڌو | ١٨٦٣—١٨٩٣ع | سرسوتي (مخزن) طلسم |



# مددي ڪتاب ۽ رسالا

تبصري هيٺ آيلن ڪتابن کان سواءِ هن ڪتاب جي تيار ڪرڻ ۾ هينين ڪتابن ۽ رسالن تان مدد ورتي ويئي آهي:

## سنڌي ڪتاب ۽ رسالا


١. آخوند لطف الله: ”گل خندان“، سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي، ١٩٥٢ع.

٢. اسدالله شاه حسيني ڊاڪٽر: ”تذڪره شعراءِ تکڙ“، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ١٩٥٩ع.

٣. پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي: مقالو: ادبي نثر، ٽماهي ”مهراڻ“، جلد ٦، نمبر ١-٢، حيدرآباد، ١٩٥٧ع.

٤. حسام الدين شاه راشدي پير: مقالو: منصوره جي تاريخ جو هڪ باب، ٽماهي ”مهراڻ“، نمبر١، جلد ١٠، حيدرآباد ١٩٦٠ع.

٥. دين محمد ’وفائي‘: ”لطف اللطيف“ وفائي پبلشنگ هائوس، ڪراچي ١٩٥١ع.

٦. شهاڻي، م. ج: ”سنڌيءَ جو رهبر“، دي ايجوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني، ڪراچي، ١٩٣٧ع.

٧. عمر بن محمد دائودپوٽو: مقالو: قديم سنڌي نثر، ماهوار ”سنڌو“، آڪٽوبر، ١٩٣٤ع.

٨. عثمان علي انصاري: مقالو: سنڌي نثر، ماهوار ”مهراڻ“، ماه مي، جون ۽ جولاءِ، ڪراچي، ١٩٣٦ع.

٩. عبدالجبار جوڻيجو: ”ڪنزاللطيف“ حيدرآباد، ١٩٦١ع.

١٠. غلام محمد شهواڻي: ”ادبي اصول“، ڀاڱو ١، آر.ايڇ.احمد برادرز، حيدرآباد، ٦٣-١٩٦٢ع.

۱۱. غلام محمد گرامي: ''ادبي اهڃاڻ''، حيدرآباد (سن لکيل ڪونهي)

۱۲. غلام علي الانا خواجه: مقالو: سومرن جي دور جي سنڌي شاعري، سماهي ''مهراڻ''، جلد ۹، نمبر ۲، حيدرآباد، ۱۹۶۰ع.

۱۳. فتح محمد سيوهاڻي، حڪيم: ''آفتاب ادب''، سنڌي ادبي بورڊ، حيد رآباد، ۱۹۵۲ع.

۱۴. قليچ بيگ مرزا: ''رسالو ڪريمي'' قيصريه پريس، حيدرآباد، ۱۹۱۴ع.

۱۵. ايضاً ''علم بديع ۽ علم عروض''، اداره قليچ، حيدرآباد، ۱۹۵۳ع.

۱۶. ايضاً ''سائو پن ۽ ڪارو پنو''، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ۱۹۶۵ع.

۱۷. ڪريم بخش خالد: ''سنڌي صحافت''، سکر، ۱۹۵۵ع.

۱۸. گنگارام سمراٽ: مقالو: سنڌ جا قديم شاعر ۽ عالم، ماهوار ''نئين زندگي''، جنوري ۱۹۵۸ع.

۱۹. لطف الله بدوي: ''ڪليات خادم''، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ۱۹۵۸ع.

۲۰. ايضاً مقالو: سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل داستان، سماهي ''مهراڻ''، سرءُ، حيدرآباد، ۱۹۵۵ع.

۲۱. منگهارام ملڪاڻي: مقالو: سنڌي ڪهاڻيءَ جي هڪ صدي، ماهوار ''سنڌو''، آڪٽوبر، ۱۹۵۴ع.

۲۲. مخدوم انور پاتائي: آفتاب اخبار ۾ مقالو، ۲۵- اپريل ۱۹۰۸ع.

۲۳. محمد صديق مسافر: ''قرب قليچ''، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد، ۱۹۲۶ع.

۲۴. ايضاً ''ديوان فاضل''، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد، ۱۹۳۷ع.

۲۵. محمد صديق ميمڻ خانبهادر: ''سنڌ جي ادبي تاريخ''، پاڱو پهريون، حيدرآباد ۱۹۳۹ع.

۲۶. ايضاً ''سنڌ جي ادبي تاريخ''، پاڱو ٻيو، سنڌيونيورسٽي پبليڪيشن، حيدرآباد، ۱۹۵۱ع.

٢٧. مخدوم اميراحمد: ”تاريخ معصومي“، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ١٩٥٣ع.

٢٨. مخدوم محمد زمان ”طالب المولیٰ“: ”ڪافي“، بزم طالب المولیٰ، هالا، ١٩٦٢ع.

٢٩. محمد ابراهيم ’خليل‘ ڊاڪٽر: ”ادب ۽ تنقيد“، جمعيت الشعراءِ سنڌ، حيدرآباد ١٩٤٩ع. ٻيون ايڊيشن.

٣٠. ايضاً ”بلبل سنڌ“ سلسلو اشاعت جمعيت الشعراءِ سنڌ، حيدرآباد، ١٩٥١ع.

٣١. محبوب علي چنا: مقالو: لطف اللطيف تي هڪ نظر، ماهوار ”نئين زندگي“، نومبر ١٩٥٢ع.

٣٢. منوهر داس ڪوڙومل: ”ساهتڪ پشپ“ ساهتيه اڪاديمي، نئين دهلي، ١٩٦٠ع.

٣٣. ننديرام: ”باپنامو“

٣٤. اخبارالحق، ٥- آڪٽوبر ١٩١٢ع.

٣٥. اخبار الحقيقت، لاڙڪاڻو، ١٦- ڊسمبر ١٩٤٢ع

٣٦. سماهي مهراڻ جو سوانح حيات نمبر، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ١٩٥٧ع.

## انگريزي ڪتاب

37. Ajwani, L. H: "Sindhi Literature", an article, Published in"Contemporary Indian Literature"Sahitya Akademi, New Delhi, 1959.

38. Blackman, R.D: "Composition and Style", Edinburgh, 1923

39. The Principles of National India, 1896.

40. Stack, G: "A Grammar of the Sindhi Language", Amerian Mission Press, Bombay, 1853.

41. Sorley, H.T: "Shah Adbul Lateef of Bhit", Oxford University Press, London, 1940.

## اردو ڪتاب

٤٢. سيد وقار عظيم: ”داستان سے افسانے تک“، اردو مرکز گنپت روڈ، لاہور، ١٩٦٠ع.

## ادب ۽ تنقيد

هن ڪتاب کي نئين سر وڌايو ويو آهي. سنڌي تنقيد جي اوسر ۽ هڪ نئون باب ڏنو ويو آهي ۽ ڪي نوان بحث به آندا ويا آهن. جنهن ڪتاب کي وڌيڪ ڪارائتو ۽ ڪمائتو ڪري وڌو آهي. هن ۾ عملي ۽ علمي تنقيد ٻئي اچي وڃن ٿا. [قيمت ١٥.٠٠ روپيه]

## سنڌي نثر جي تاريخ

ڊاڪٽر غلام علي الانا هن ڪتاب کي نئين سر سڌاريو ۽ وڌايو آهي. ڪيترو مواد جيڪو پهرين ڇاپي ۾ نه هو، سو هن ڇاپي ۾ آڻي مڪمل ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ سنڌي ادب جي ارتقا ۽ ابتدا کان وٺي، نثر جي خصوصيتن ۽ اهم نثر نگار بابت نهايت قيمتي معلومات گڏ ڪئي وئي آهي. [قيمت ١٦.٠٠ روپيه]

## سُرُ ڏهر [شاهه جي رسالي مان]

محترم عبدالقيوم صائب — جي سُر متن ۽ سمجهاڻين سان، مڪمل، بندسي سميت مرتب ڪيو آهي. سُر ۾ آيل لفظن جي معنيٰ ۽ بيتن جي سمجهاڻيءَ سان گڏ ماڳن ۽ ماڻهن، پکن ۽ هنڌن جو تذڪرو به ڪيو آهي. شاهه صاحب جن جي سوانح عمري ۽ سُر ڏهر بابت تفصيلي معلومات هن ڪتاب مان ملي سگهي ٿي. [صفحا ٢٥٠- قيمت ١٠.٠٠ روپيه]

## لاڙ جي لغت

سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لهجن ۾ ڪي اهڙا لفظ آهن، جيڪي ٻين لهجن ۾ ڪتب ڪري نه ليندا آهن. اهڙن لفظن کي مقامي لفظن جو نالو ڏجي ته بهتر ٿيندو. هن لغت ۾ اهڙا لفظ گڏ ڪيل آهن. هي ڪتاب هڪ ابتدائي ڪوشش آهي ۽ گڏ ڪيل لفظ لاڙ جي مقامي لفظن جو نمونو آهن. [ٻيو ڇاپو- قيمت ٦.٠٠ روپيه]

## سنڌي ٻولي جو بڻ بنياد

هي ڪتاب ڊاڪٽر غلام علي الانا جي تحقيق جو ثمر آهي. هن ڪتاب ۾ مصنف، 'موئن جي دڙي' جي مُهرن کي جن ماهرن پڙهيو آهي ان جي نتيجن کي سامهون رکي، ڪالڊويل ۽ ٻين مشهور ماهرن جي ڪتابن کي سامهون آڻي، سنڌي ٻوليءَ جي صرفي ۽ نحوي سٽاءَ جي اوڀاڻي ۽ دراوڙي ٻولين جي صرفي ۽ نحوي سٽاءَ سان ڀيٽ ڪري نتيجا ڪڍيا آهن.

## ڊاڪٽر بلوچ جو ڪتاب: سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ

نئين تحقيق جي روشني ۾ سنڌي ٻولي جي ارتقا بابت وڏيڪ مواد ۽ ارغونن، ترخانن ۽ ڪلهوڙن دور تائين نون اضافن تي مشتمل [ٻيو ڇاپو]



## لاڙ جي لغت

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو محنت ڪري لاڙ جي علائقي مان اهڙن لفظن کي گڏ ڪيو آهي ۽ انهن کي لغت جي شڪل ڏني اٿس. لفظن کي واضح ڪرڻ لاءِ شاهديءَ طور شاعرن جي ڪلام مان مثال به ڏنا اٿس.



## سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس

### (مصنف- ڊاڪٽر غلام علي الانا)

هن ڪتاب ۾ لسانيات جي مفهوم ۽ مقصد، زبان جي ابتدا ۽ اوسر، سنڌي ٻوليءَ جي صرف ونحو ۽ ٻين موضوعن تي جديد لسانيات جي روشنيءَ ۾ ڇنڊ ڇاڻ ڪيل آهي. [پريس ۾]



## سنڌي نثر جي تاريخ

ليکڪ:- پروفيسر منگهارام آڏارام ملڪاڻي



## آخري رات

ممتاز مرزا

ريڊيو ۽ ٽي. وي ڊراما

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڪِ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ہَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊجيٽائيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پڻاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمَ- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)